# انسان

# ديوتا دئيت

(قديم ٿمورتي)



رابرٽ گرين انگر سال

ڊاڪٽر اي ڪي پنجواڻي

**كتاب جو نالو**

انسان ديوتا دئيت

**ليکڪ**

رابرٽ گرين انگرسال

**سنڌيڪار**

ڊاڪٽر اي ڪي پنجواڻي

**ڇپائيندڙ**

سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي

**ڇاپيندڙ**

البرڪت پرنٽنگ پريس، ڪراچي

پهريون ڇاپو: جون 2005ع

ٻيو ڇاپو: جون 2017ع

قيمت: -/Rs.300

نالي

انهن جي

جي

اڪيون ٻوٽي

نہ پر،

پروڙي پرکي،

بنا

رک رکاءُ

لالچ لوڀ

خوف خطري

جي،

سچ کي سچ

ڪوڙ کي ڪوڙ

چون.

## مهاڳ

چيو ويو آهي تہ سنسار ۾ ڪجهہ شيون لافاني آهن: شيڪسپيئر جا ڊراما، سنگمرمر جا يوناني مجسما، اجنتا ايلورا جا شاهڪار، ويگنرؔ جو سنگيت ، عقل ۽ دليل تي قائم انگرسال جي منفرد لکڻي!

دنيا ۾ بي شمار صدين کان، جن مهان هستين انسان جي شعوري جاڳرتا، علمي روشني جي ڦهلاءَ ۾ پاڻ موکيو آهي، هر قسم جي ڪٽر پڻي ۽ دقيانوسيت - مذهبي، سماجي، سياسي - تي ڪاري ضربون پئي لڳايون آهن انهن مان اڪثر، اچرج دائڪ طور، اهڙن فردن ۽ گهراڻن ۾ جنميا جيڪي روشن فڪري، انساني دوستي جا ويري ۽ گهٽيندڙ قدامت پرستي جا مضبوط ترين ٿنيا هوندا هئا.

جهڙوڪ فرعون جي گهراڻي ۾ موسيٰ جي ولادت، هرناڪش جي گهر ۾ پرهلاد جو جنم، ڪنس جي پريوار ۾ ڪرشن جو پرگهٽ ٿيڻ وغيره؛ انهن هستين تي (Legend) جي ڇاپ وڌيڪ گهري آهي. تاريخي طور برصغير مان برهمڻن جي انبوهہ مان ”چارواڪ“ فيلسوف، فرانس جي هڪ انڌ وشواسي ڪٽنب مان والٽيئر، ڪٽر يهودي گهر مان ڪارل مارڪس، انتها پسند خاندانن ۾ جنميل شاعرائون ميرا بائي، قرت العين طاهره، جرمن فيلسوف نطشي - ۽ ان اڻ ڪٽ قطار ۾ جڳ پرسڌ آمريڪي دانشور ۽ تڪراري شخصيت رابرٽ گرين انگرسال بہ شامل آهي. اهي سڀئي انسان دوستي، علمي روشني، ڀائيچاري ۽ برابري جا پيامبر هئا. متي ڄاڻايل ”مهان آدرشن“ جي حاصلات لاءِ اٽانگي،

تڪليف ۽ پيڙا ڏيندڙ راه تي هنن ڏاڍيون پيڙائون ۽ ڏک برداشت ڪيا - ڪيترن ڪي پنهنجي جان جو نذرانو بہ ڏيڻو پيو.

رابرٽ گرين انگرسال سنہ 1833ع ۾ نيويارڪ رياست جي پرسان ڊريسڊن شهر ۾ ڄائو هو. ( اهو عجب اتفاق آهي تہ انگرسال دنيا جي ٻن عظيم عقل پرست، وهم پرستي جي مخالف، (Agnostic) ۽ انقلابي هستين ڪارل مارڪس ۽ چارلس ڊارون جو نہ صرف هم عصر هو پر فڪري سطح جي لحاظ کان پڻ قريب ترهيو!) سنہ 1862ع ۾ ايوا پارڪر نالي هڪ خوبرو ڇوڪري سان سندس شادي رچائي وئي ۽ سنہ 1899 ع ۾ يعني 66 سالن جي عمر ۾ هن جي وفات ٿي. ننڍي ڄمار کان هن جي طبعيت ۾ بي چيني واري ڪيفيت ۽ لچائي جو مادو موجود هيو ان ڪري اڪثر ڊبون ملنديون هئس. اهوئي ڪارڻ هو جو اوچي تعليم ڏانهن لاڙو گهٽ رهيس، پرڏات ۽ ذهانت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. جيڪو ڪجھ پڙهندو هو اهو ذهن تي ڄڻ اڪري ويندو هئس انساني فطرت ۽ ان جي باطني ماهراڻا ڄاڻ، وهنواري طور طريقن جي گهري واقفيت ۾ شين ۾ ”پيهي“ وڃي انهن جي جڙن ۽ بنياد جو علم حاصل ڪرڻ سندس ڇلڪندڙ طبعيت جو انمول ۽ تابناڪ ڀاڱو هيو. انساني آشائون، خوف، ترشنائون ۽ انهن مان اڀرندڙ ٿيندڙ جوشيلي جهرٽن جي وهڪ جهڙا جذبا جيڪي ذهن ۾ اَجهل اٿل پٿل جو باعث بڻيا آهن - انهن تي مڪمل دسترس حاصل هئس!

:

اوچي تعليم جي باري ۾ سندس مشهور قول ضرب المثل جي حيثيت رکي ٿو، ” اوچيون تعليمي درسگاهون پٿرن کي ضرور چمڪائين ٿيون

ليڪن هيرن جي فطري چمڪ دمڪ کي جهڪو ڪريو ڇڏين!"
شيڪسپيئر، ورجل، هومر، سيفو، لطيف، والميڪي، غالب جهڙن قدرتي
هيرن ڪڏهن ڪنهن وڏي درسگاهه ۾ قدم ڪين رکيو هو.

هن نوجواني ۾ قانون جي تعليم پرائي ان ڪان علاوه ڪجهه عرصي لاءِ
اسڪول ۾ استاد بہ ٿي رهيو - ۽ ان بعد ڪنهن وڪيل جو منشي ۽ بعد
۾ "اِلينئاس" رياست ۾ وڪالت جو پيشو بہ اختيار ڪيائين. ان پيشي
۾ ويهه ورهيہ رهيو ۽ پنهنجي خداداد قابليت، حاضر جوابي، اظهار ۽
تقرير ۾ يڪتائي سبب سڄي آمريڪا ۾ نامور وڪيلن ۾ شمار ٿيڻ لڳو
۽ پيسو بہ خوب ڪمايائين. ٿوري ئي عرصي اندر کيس ان رياست جو
اٽارني جنرل مقرر ڪيو ويو - ۽ ان دور جا هوشيار ۽ ناميارا وڪيل
سندس آڏو پيش ٿيندي ڪوءِ ڪائيندا هئا.

ان پيشي سان گڏوگڏ سندس لاڙو سياست ڏانهن بہ وڌيو - ۽ سنہ
1868ع ۾ ان رياست جي گورنر جي عهدي لاءِ چوندن ۾ حصو ورتو پر
بد قسمتي سان اهڙي اميدوار کان هارائي ويو جنهن اول مقابلو نہ ڪرڻ
جو فيصلو ڪيو هو پر، انگرسال جي " ڏرم ورڏ " خيالات کيس فيصلي
بدلائڻ جي ترغيب ڏياري! اگر انگرسال پنهنجي نظرياتي خيالن کي
مخفي رکي ها تہ شايد چوندن ۾ سرخرو ٿئي ها پر سندس اٽل ارادي،
مثالي ايمانداري، بي خوف آزاد روي کيس ائين ڪرڻ ڪين ڏنو ۽
شڪست کي کليءَ دل سان قبول ڪيائين.

انگرسال جي شخصيت گهڻ پاسائين ۽ گونا گونيت سان ڀرپور هئي -
ٿورڙي مدت لاءِ هو فوج ۾ ڀرتي ٿيو، اهو دور سٺ جي شروعاتي ڏهائي

وارو زمانو هيو ۽ ترقي جون منزلون طئي ڪري گهوڙي سوار دستي ۾ ڪرنل جي عهدي تائين رسائي حاصل ڪيائين.

•

ان ڪان گهڻو اڳ، ان دوران ۽ ان ڪان پوءِ به عمر جي آخري حصي تائين ادب، مذهب، تاريخ ۽ ڪنهن حد تائين فلسفي ۾ نه فقط سندس دلچسپي وڌندي رهي بلڪ انهن موضوعن، خاص طور ادب، روشن خيالي ۽ مذهب جي پاڙن ۾ پنهنجو بيش بها تخليقي ۽ تحقيقي يوگدان به ڏنو اٿائين. اِهو اسان آڏو ڪيترن ئي جلدن ۾ تقريرن، مضمونن ۽ مقالن جي صورت ۾ موجود آهي. سندس علمي يوگدان ۽ تحقيقي سرهائي مدي خارج رسمن، انسان دشمن سوچ ۽ فلسفي، مذهب جي ڪٽر قدامت پسندانه طبقه واريت، عقل ۽ سائنس دشمن روين تي ڪاري چوٽون لڳائي دنيا جي هڪ وڏي آباديءَ ڪي انقلابي سوچ، سچ، سونهن، آزادي ۽ انصاف جي شعوري جاڳرتا بخشي نه صرف متاثر ڪيو آهي بلڪ عمل جي ميدان ۾ ڪڏڻ جي ويرتا پڻ بخشي اٿس. اٺويهين صدي جي ستر واري ڏهاڪي ۾ هن يورپ ياترا شروع ڪئي جتي والٽيئر، ڊيڊرو، روسو، شيڪسپيئر، برنس، چارلس ڊڪنس ۽ ٻين انيڪ دانشورن، اديبن ۽ شاعرن جي سوچ مان دل کولي سرڪيون پريون. فرانس ۾ عظيم نيپولين جي مقبري آڏو بيهي "شڪتي" ۽ "ڏاڍ" جي علامت جي پيٺ ۾ پاڻ کي هڪ محنت ڪش جي روپ ۾ ڏسڻ وڏيڪ وڻيس، اهو نڪتو ۽ سوچ سندس انسان جي مهانتا ۾ وشواس، ماڻهو لاءِ پائيچاري، کهل ۽ ڪشاده دلي جي جذبي ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو. اها ساڳي صورتحال سندس گهر اندر علمي طور نمايان هئي. گهر جا سيئي ياتي پيار، سنيهه، ملائمت، همدرديءَ ۽ وسيع قلبي جي مالها ۾ هڪ ٻئي سان ائين

پوئيل هئا جيئن موتين جي لڙي، شفاف، سندر، بي داغ، بيش بها پاسيندي آهي.

بحيثيت هڪ انسان جي انگرسال مخلص، دلدار - دوست، ايمانداري ۽ سچائي جو پتلو-۽ مخالفت ۾ ڪنهن لليءِ چپي ڪان لاپرواهه. زنده دلي، جرئت ۽ ماڻهن واسطي همدردي رڳ رڳ ۾ سمايل هئس. سندس لکڻيون سماجي انصاف، حق پرستي ۽ آزادي لاءِ سڏ ۽ پڙاڏي سان پرپور آهن. تقرير جي فن ۾ پنهنجو مثال پاڻ هيو. ڪيس ٻڌڻ لاءِ ماڻهن جا هشام اچي گڏ ٿيندا هئا. ڪيس پنهنجي تقريرن مان آمدني آمريڪي صدر جي اَجوري ڪان ٻيڻي ڪان بہ وڌيڪ حاصل ٿيندي هئي! سندس گهري دوست ۽ ناميار ي مقرر جو نانءُ هينري وارڊ بليچر هو. هو سندس آڏو حاضر جوابي، علم ۽ فن ۾ گهٽو پوئتي هو. هڪ لڳا بليچر ڪيس دنيا جوخوبصورت گولو ڏيکاريو. انگرسال ڪائنس ان جي ناهيندڙ بابت پڇا ڪئي، جواب ۾ هن ڪيس ٻڌائيندي وراڻيو، "ان ڪي ڪنهن جوڙيو آهي؟" "اڙي، اهو ڪنهن بہ ڪين جوڙيو آهي، بس پنهنجو پاڻ اتفاقي طور پرگهٽ ٿي پيو آهي." انگرسال جي ناسترڪي (Agnostic) سوچ تي اهو هڪ دوستاڻو وڻندڙ وار هيو!

انگرسال جي تقريرن ۽ مضمونن ۾ اڪثر جڳهن تي مذهب جي انڌن اونڌن رواجن، رسمن ۽ ڪُلين تي تکيون چوٽون نظر اينديون. چربٽ ۽ ڪٽرقسم جي مذهبي مهنتن، پادرين چواڻي، "غيرآستڪ ۽ ڌرم- هيڻ انسانن جي پڇاڙي يا سڪرات جو وقت نهايت پيڙا ڏيندڙ، پوائتو ۽ لونءِ لونءِ ڪانداريندڙ ٿئي ٿو." پر، هن مهان غير آستڪ منش جو آخري وقت ۽ پل اطمينان ۽ شانتي سان گذري ويا. طبيعت جي لڳائي جو

هلڪو احساس ٿيس، ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيندي آهليو - تہ اڻ لکي طور پکيئڙو پرواز ڪري هليو ويو!

انگرسال جي فن، سوچ ۽ تخليق جي چند چاڻ ۽ تجزئي جي مد ۾ بہ انتهائي ڪٿر رايا موجود آهن! پهرين قطار ۾ شامل عالم ۽ تخليقي ذات جا ڏاتار ڪيس فن، علم ۽ انسان دوستي جي اڻ ڏٺل آسمانن جي بلندين تي پهچائين ٿا - سندس آتم - ڪٿا رچيندڙ ايڊورڊ گرسٽن سمٿ مطابق انگرسال فن ۽ ذهن ۾ شيڪسپيئر جو هم رڪاب هيو. اِها بہ هڪ انتها آهي!

مسيحي مت جي اڪثريت ڪيس هڪ بي ادب، اوباش قسم جي غير آستڪ جيوَ جو درجو ڏيئي ٿي، ان ڪارڻ دوزخي ۽ انساني درجي ڪان ڪريل سمجهيو وڃي ٿو. اِها بي انتها آهي!

اگر تڏي دل ۽ ڪليل ذهن سان انهن ٻنهي انتهائن مان ڌڳ ناهڻ جي ڪوشش ڪبي تہ ان نتيجي تي پهچڻ ۾ آساني ٿيندي تہ انگرسال جو اهڙي مدي خارج ۽ پينڪر مذهبي رواجن ۽ رسمن، طور طريقن، فرقہ وارانا ڏاڍاين تي ڌمر ۽ وار غير واجبي قطعي ڪين هيو. عقل ۽ غير جانبدار سوچ جي عين مطابق هيو - ڇو جو ڌرم مان آتما، انسانيت جي مهانتا، پريم ۽ يڪتي جهڙين آفاقي سچاين ڪي تلا نجلي ڏيئي ان جي جاءِ تي پيد ياءُ، ڪپٽ ڪوڙ، منش وروڌي رسمن ۽ دغا ڪي استاپن ڪيو ويو هو. سموري انسان ذات ڪي ان هٺ نوڪيل ڌرمي پنجوڙ ۾ جڪڙي "ڌرم ۽ راڄ" جي پرڏانن گڏجي ڪري پاپ، پيڙا ۽ انياءُ جا ايڏا ڪلور ڪيا جنهن لاءِ انگرسال جي سخت ورجائيندڙ زبان، انداز ۽

طريقي، اسلوب کي دوش ڏيڻ نامناسب ٿيندو. انگرسال جي سوچ ۽ فکر ۾ "مثبت" رخ جو ڳولائوڪڏهن مايوس ڪين ٿيندو. هُن جو ايمان ۽ وشواس هِن " سنسار" جي "ڪرمن" سان لاڳاپيل هيو - ۽ بس. ٻئي "اڻ ڇاتل" "اڻ ڏٺل" دنيا هن لاءِ اوپري ۽ غير حقيقي هئي، انکري "تشڪيڪ" جي ڇاپ هن جي فن، وجود جو اڻوٽ ۽ اٽل انگ بڻجي چڪي هئي: ان ڪارڻ پاڻ کي(Agnostic) ۽ (Secular) چوائڻ ۾ ڪڏهن ڪين هبڪيو - زندگي جي آخري گهڙي تائين ان سوچ تي اڏول بيٺو رهيو.

هن جي فکر ۾ اِهو نڪتو بہ سمايل هو تہ فرض ڪجي تہ اِها "اڻ ڇاتل" دنيا اگر ساڀيا ۾ بدلجي وڃي تہ ان صورت ۾ بہ انسان کي سندس اڻ مڃتا" سبب سزا وار ڪين قرار ڏنو ويندو. سندس چواڻي، "ايشور" ۽ "امرتا" بابت ويچار انسان جي اڻ کٽ فکري سفر سان لاڳاپيل آهن ۽ انهن جون جڙون "مڃتا" ۽ "اڻ مڃتا" جي مٽيءَ اندر موجود آهن. ان ڪارڻ "اڻ مڃتا" سان واڳيل انسانن کي دوشي قرار ڏيڻ نياءَ ڪاري عمل ڪين ليکبو. "مڃتا" ۽ "اڻ مڃتا" جا فکري اسڪول انسان جي محدود علميت ۽ سندس ذهن جي "لڇمڻ ريکا" کي بنا تکرار جي، اجاگر ڪن ٿا. انکري آستڪ ۽ ناستڪ کي جيئڻ ۽ اظهار ڪرڻ جي مڪمل آزادي هئڻ جڳائي. انگرسال ان "سوچ " ۾ پڪو وشواس رکندو هو. ان سوچ سان لاڳاپيل پيروڪارن خلاف ڪات ڪهاڙن جي استعمال ۽ اهڙي قسم جي "ذرمي پستکن"، جيکي سندس نظرن ۾ انسان جي تهذيبي سفر جي راه ۾ رڪاوٽ هئا، سان هنجني - ان سبب - ڪڏهن دوستي ڪين ٿي سگهي. سندس چواڻي، " تاريخ جي سفر ۾ لکين انسانن کي ان ڪري زندگي جي آهوتي ڏيڻي پيئي جو هنن خدا کي نيکي جو پتلو سمجهڻ جي خطا ڪئي هئي !" انجيلي - ايشوري

تصور، وحشي انسانن جي ديوتائن جي تخيل کان وڌيڪ ڏکدائڪ ۽ پيڙا دائڪ آهي. "جيهووا" جي پيٽ ۾ "زيوس" "برهما" "اوسيرس" وغيره وڌيڪ بهتر، رڃ پاسندا آهن. ڪرستاني "پوتر گرنٿ" اندر غلامي کي برقرار رکڻ جي حق ۾ ڪيئي پنا ڪارا تيل ڏسڻ ۾ ايندا ۽ انيڪ بي نام ڏوهن جي سزا موت سان واڳيل نظر ايندي! ڪليسا جي اڪثر تاريخ "سچاين" سان جنگ جوٽيندي ڏيکاري ڏيندي نظر اچي ٿي!

هن جي نظرن ۾ " وديا - گهر، انسان جي عبادت گاه ۽ هيءَ بي اننت ڪائنات سندس آسماني صحيفوآهي، " انسان جي "خوشـــي" جو درجو "نيڪيءَ" کان گهٽ ڪونهي ; دليل جي روشني انسان واسطي مشعلِ راه ۽ نياءُ پوڄا جي قابل آهن ۽ انسانيت مهان ڌرم جو درجو رکي ٿي، "اپـار پريـــم" ان مهان ڌرم جو پادري، پوڄاري ۽ مهنت آهي!" ان کان علاوه انگرسال جو ايمان هيو تـه " آفاقي اخلاقي قدر، آزادي، محنت، ذهانت، تعليم، سٺي تندرستي ۽ انساني ڀائيچارو اهڙا اَتم عناصر آهن جنهن جو تت هر ان فڪر ۽ فلسفي ۾ موجود آهي جيڪو عظمتِ آدم، تهذيبي ارتقا - مادي ۽ روحاني ترقي ۾ يقين رکي ٿو."

انگرسال پنهنجي لکڻين ذريعي، ڪرستي " ڌرمي پستڪ" جي "پراچين ڀـــاڱ" جي انهن حصن کي سختي سان ننديو آهي جن ۾ غلط بيانن ۽ وحشيانـه طور طريقن جي پنيرائي ڏيکاريل آهي - ان ڪارڻ ابوجهـ، انڌ وشواسي انسان، پنهنجي اگيانتا ۽ پادرين جي ڪوڙي خود غرضانـه پرچار هيٺ، انگرسـال جـي خـلاف ڏيکـاري ڏئـي ٿـو. اگـر انهـن غيرانسـاني "نڪتن"۽ "پربوڌن" کي "متائين" پنيرائي ۽ ٽيڪ نـه حاصل هجي ها، تـه شايد انگرسال جو رويو، سياويڪ طور، نرم ۽ ملائم هجي ها. پر،

سندس ان سخت ۽ وِيرتا پرئي رويي ۽ اصولن تي اڻ موٽ اٽل ارادي - بقول ايڊورڊگارسٽن سمٿ - امريڪا ۾، آخر، ديني ڪٽرپڻي ۾انقلابي تبديلي آندي. نتيجي طور، مذهبي قدامت پسند روين جي جڳهه برداشت ۽ روشن فڪري والاري!

هڪ لڳا مسيحي سنسار ۾ اهڙو سمئي بہ هو جڏهن - بقول جان وئسلي- "جناتي دنيا" ۽ " ڏائڻن جي ڪوپ ۽ ڪان انڪاري ٿيڻ جو مطلب انجيل جو ڪنڌن ليکبو هو. يا " گلئيڊا سٽون " جهڙي ذهين دانشور جي نظرن ۾ "پيدائش جي باب" جو سچ مستند، ڪامل ۽ اڻ مٽ هيو !! پر ان ڏس ۾ تازي تحقيق، انگرسال جهڙن بيدار مغز ۽ اڏول انسانن جي، شعوري جاڳرتا جي ميدان ۾ لاڳيتي جدوجهد ۽ " بائبل انسائيڪلوپيڊيا" مطابق نہ صرف "پيدائش" جي باب ۾ ويساهہ تي شڪ جو اظهار ڪيو ويو آهي بلڪ ٻيا باب پڻ ان " بي اعتباري" جي مد ۾ اچي وڃن ٿا!

مسيحت جي جديد تجزئي ۽ چند چاڻ موجب، ان فڪر ۾ انساني پهلو ۽ ڪردار اهم جڳهه والارين ٿا ۽ ان مثبت قدم جو جس، سڀ کان وڌيڪ، انگرسال جي حصي ۾ اچي ٿو.

هن مجموعي ۾ انگرسال جي لاتعداد تقريرن، مضمونن مان گهڻ - پاسائن موضوعن جي لحاظ ۽ موجوده وقت ۾ ڪرندڙ تهذيبي قدرن جي نزاڪت کي ذهن ۾ رکندي " نوَن رتنن" جي چونڊ ڪري ڊاڪٽر اي ڪي پنجواڻي انهن کي سنڌيءَ جو سندر ۽ سلوڻو لبادو اوڍايو آهي. انگرسال کي سنڌي سڀاجهڙن، ادب فڪر ۽ ڌرم جي روشن، انسان دوست مثبت قدرن ۾ مڃتاڪندڙن سان واقف ڪرائڻ جي هيءَ ڀهرين جرئتمندانہ "پهل ڪاري"

آهي جنهن لاءِ ڊاڪٽر پنجواڻي کي، بجا طور جس جو ڀاڳي چئي سگهجي ٿو - ۽ ان لاءِ ڪيرون لهڻي.

پڙهندڙن گهڻ گهرن آڏو هي نوَ عدد اندلني مضمون آڇيندي گذارش ڪجي ٿي تہ انهن جي هر لحاظ ڪان ڪَٿَ ڪن : موضوع، معني، فڪر - ترجمي ۽ چوند جي خيال ۽ ارادي سان سندن اِها قيمتي ۽ مهربانہ راءِ نہ صرف ٻئي ڇاپي کي بهتر بڻائڻ ۾ مددگار بڻبي بلڪہ ان عظيم مدبر ۽ دانشور (رابرٽ گرين انگرسال) جي ٻين لکيتن کي اوهان تائين رسائڻ لاءِ درڪار همت ۽ حوصلو بہ عطا ٿيندو.

شيام ڪمار

5 سيپٽمبر 2004 ڪوئٽہ

## 1. هستيءَ جو پڌرنامو

( انگرسال جي عقيدي جو پڌرنامو )

پاڻ کي ڪنهن ڪوڙ جو پاسو نه آ ونڻو ڪڏهن
پاڻ چاهيون ٿا سچيون ڳالهيون هجن ؛
سوچ شڪتي جو ڪپايون ڪنهن به حملي يا اثر ۾
۽ شعوري ڪا به ڪوشش ڪانه ٿيندي پاڻ ڪان
جو بچايون ڪوڙ کي وٽندو هجي ڪيڏو نه چونه.
سچ چئون ٿا پاڻ جنهن کي، سو ڀلا آهي به ڇا -
سچ وهم جو نانءُ ناهي -
سچ ڀلا هوندو ڪٿي -
سو پاڻ کي ڳولڻ ڪپي -
يا بنهه آهي ئي ڪونه!
يا وري ڪنهن ڪَٽَ چڙهيل ذاتوءَ اندر ڳولڻ ڪپي -
ڪير مورک آهي اهڙو جو گهڙي ڪوڙي ڪهاڻي -
۽ وري پرگهور اهڙي لهي -
ڇٽڪ دائي ڪا سنيالي بار کي .
سوچ جون تابع دليون چاڻن پيون -
هي شيون سڀ -
هي سچايون -
جيئن آهن سڀ حقيقي ٿا مڃون -
پوءِ "عدم" جي چو خوشامد ايتري ؟
يا وري ڊپ ڊاءُ ڇو بد روح ڪنهن بد خواه جو -
هيءَ حياتي ٿي وڃي پوري ته ڇا -
۽ پوئجي اڪڙيون وڃن هن انتها بي انتها جي ماٺ ۾ ،

ان وقت جي تنهن ماٺ کي آرام يا ڪا ننڊ نہ ڇنبو .
جو تڏا پيا ساھ پرجن -
يا سُهاڻا سپنا ڏسجن -
هن ننڍ ٽڪي جوءِ جو ڪوئي راڪو ڪين آ -
هن فضا يا آسمانن ڪهڪشائن ۾ ڪٿي -
ڪنڌ مالا ڪا بہ ناھ -
هٽڪڙي ناهي لڳل ڪا -
ٽڪ ٻڌي بينا رهون ٿا -
ڪنهن بہ پوڇا ڪان پري -
۽ نہ ڪو اڏڪو تہ ايندي رات جي اونده وري -
پاڻ ڳوليون سچ سدائين -
ساٿ پنهنجو سوجهري سان .
ڇو جهڪايون سِيس پنهنجو بي سروپا بي خبر ،
بي سمجهہ ڏاڍائي ڏسي واڪاڻ ٿيندي ڪين ڪا ،
سا بہ ڏرمي ساز سُرَ ۾ .
ڪا مَدائي ٿي پوي پڌري جڏهن -
پٽ پاراتو ڪو نہ ڏينداسين ڪڏهن ،
۽ نہ ڪي ٿورا مجڻ جي ڳالهہ آهي -
پل هجي بد تر ڇوڻ جي ڳالهہ ناهي ،
ڪِئن طوفاني هوائن ۾ وڏا وڻڪار ٿا اُجڙي پون ،
يا وڄ وراڪن ۾ صفا برباد ٿي وستيون وڃن ،
پيو ڪجهہ ڪونہ هو ٿيڻو اگر هو ياڳ ۾ ؛
روھ ڪاوڙ ۽ سزا جو ڪو سوامي ناهي ڪٿي .
ڪَٿَ رتا ڪارج بنا ڇا ڪاڪ جو ڪوڙو محل .

جنهن جي هڪ هڪ شيءِ پنيان ايذاءُ جو عنصر لڪل ،
جاڙ ڪر ۾ ڇو وڃايون وقت پنهنجو قيمتي
خوف جي طلسم اندر ،
وقت گذريو ڇڻ مئو گهوڙو ڇُتو ،
" اڄ " رڳو جيئرو رهي ٿو جڳ اندر ،
پاڻ پڻ آهيون اڄوڪي لوڪ ۾ ،
سڀ " ڀلي آيا " چون -
مهمان منڊل تي اچن ،
روح توڙي ڪنهن پروهت جي ضرورت ڪا نہ آ
لا ابالي زندگي پنهنجي سدا آزاد آ -
ڪو بہ گولو ڪونہ آهي،جو ڏڳي وانگر وهي ،
ڪير چاهيندو تہ ڊپ ۾ پيا ڏڪن گوڏا ضعيف ،
۽ جهڪي خود کي بچائڻ جي ڪيون ڳولا خفيف
روح ڏڄڻو عاقبت جو رنج ڏ ئي ٿو ;
ڪو اسان مان ڪونہ چاهيندو ڪڏهن ،
بزدليءَ جا بانبڙا پائي وٺي ڪجھ فائد و .
ڇو نہ ساقي آڻي امرت جو ڀري سونو وٽو ،
دوستيءَ جو دم ڀري ۽ پيار جو پياري شراب ،
پاڻ نڪرائي ڇڏيون هر آ ڇ لالچ لوڀ جي ،
هاڻ " تيزي " ٿي وهي فرفر ڪري نس نس اندر ,
گڏ خدا ئي جوش، تابش، آتشي ا تساھ سان .
پاڻ پاندي پيار جا سپنا ڏسون آسائتا ،
پل اجل جي آسمان تي ترورا ٽمڪن پيا .
جوت پنهنجيءَ جي مدد سان پيچرو ڳولي لهون ،

۽ ارادن جي مطابق پنڌ کي جاري رکون ،
ساک جي بي داغ چوٽين تي رسائي پاڻ کي :.
کنهن بہ ڪاوڙ ۽ غصي کان بي فکر ،
البتہ ايشوري ڪروڌ يا پروهت جو ڏمر ،
سِڪ سچاڻون جيئن پورو ڪم ڪري سگهجي سنو
پوئلڳ پنهنجا هجن يا مهربان محسن سهي ،
پاڻ کي آهي سڀن سان بغض کان بالا پريت ،
زال ۽ اولاد توڙي گهڻ گهرو ڪو دوست ئي .
شرِ طرف آهيون انڌا ٻوڙا سيئي ،
پر وڏايون هَٿَ سهاريءِ جا دکي انسان ڏي ;
ٻيا مٿي چڙهندا رهن هي ڏن اسان جو آ اصل .
پيار جي پويتر جوت جيءَ اندر جرڪي پئي ،
ڪڙ ڪبيتو دوستيءَ جو ،
جيستائين سڀ هنر جا ڪارناما ،
تونگري پنهنجي عطا ڪن :
ذهن جيڪر آهہ سَرهو ترتلو لوڏي ڪڍي ٿو رنج کي .
پيار پنهنجو آسمانن جي خيالي صورتن سان ڪو نہ آ ،
پر نظر جنهن ۾ اچي ٿي زندگي ،
روح پرور نيڻَ نرمل جن ڏني احساس ڪُومل ڪَرَ پچن ،
ٻُلَ ٻُڌاهي يا جهندو ڳاڙهو صحت جو ،
ساهہ وارا هي دنيا جا ڇڻ فرشتا :
بندگيءَ وارن چپن کان هَٿَ مدد وارا مٿي .
پيار جو هي قطب تارو ،
راهگيرن جي ڪري ٿو رهنمائي .

رونقون هي اڻ ڇٽي سنسار جون ناهن خوشيون ،
پر اهي سڀ نعمتون آهن دنيا جي بهشت جون .
پاڻ کان هي ڪونہ ٿيندو –
واءُ ويلا يا هنجون هاري ڪيون ڪا تپسيا –
ان ڪري جو پاڻ ڪي ڪو پوءُ نہ آ –
خوف آخر ڪهڙو آهي –
برقعو پائي لنگهہ لتاڙيون ڇٽڪ مُردي ڪي ڍڪي .
۽ تڏهن تا سوال ايرن،
خواب ڏسجن يا ڏکا هٽجن رڳو ،
ڄاڻ ناهي پاڻ ڪي پوريءَ طرح .
پاڻ ڪي ڪِوئي بڌائي ،
ڇا ذريعو ڪو بہ ناهي جو اسان ڄاڻي سگهون ،
يا اجائي پنهنجي ٿان ٿان ڪوهہ جي ڏيڏر مثل .
هن تماشي جو مداري ڪو نہ ٿو ڏسجي ڪٿي ،
ڪير پيو سمجهائي سگهندو ،
جو رچايل سانگ سپنن جا ڪجن سڀ بي نقاب ;
ان ڪري جو بئي طرف جي رات ڪاري مات آ .
ڏينهن اهڙو جنهن جي ناهي انتها ،
ڇااجل دروازوآهي، جنهن تيڻ سان سوجهروسامهون ڏسون ؟
پاڻ واضع ڪجهہ بڌائي ڪونہ تا هرگز سگهون .
هيءَ زبان گونگي ڇوي ڇا ؟
مامر آهي ياڳ جي بند قلف جي قيدي اجان ،
پاڻ ڄاڻون ڪجهہ نہ تا .
ليڪن رهي ٿو آسرو ۽ انتظار!

## 2. ڌرم ڇا آهي ؟

(I) ياڳ پُهريون

ڇيو وڃي ٿو سدا موجود ايشور هي ڪائنات اپائي ۽ هر شي کي هلائي ٿو. هر انسان کي سنديس فرمانبردار ۽ شڪرگذار ٿيڻ گهرجي. ايشور جون ڪجهه تقاضائون آهن جن کي انسان پورو ڪرڻ لاءِ پابند آهي. ان پابندي يا پوئواري کي " ڌرم " چئجي ٿو. درحقيقت اهڙي ڌرم کي ئي آفاقي درجو ڏنو ويو آهي.

صدين کان ماڻهن جو اهو عقيدو رهيو هيو تہ ايشور ٻلي (قرباني) جو ڪانکي هيو ۽ جڏهن مائٽ پنهنجي ٻارن جي ٻلي چڙهائيندا هئا; اپاٽهار خوش ٿيندو هيو! بعد ۾ ان عقيدي ۾ تبديلي آندي وئي ـ هن کي ڍڳن، رڍن ۽ ٻڪرن جي ٻلي سان بہ راضي ڪري سگهبو هيو! انهن ٻلين جي عيوض هو کين مينهن، روشني ۽ سٺو فصل ڏيندو رهيو. قرباني نہ ڏيڻ جي صورت ۾ سندس ناراضگي ڏڪر، ٻوڏ، زلزلو ۽ ٻين اهڙي قسم جي آفتن جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندي رهي !!

عيسائي متي مطابق قرباني جي نظرئي ۾ اعتقاد موجب آخري دفعو خدا پنهنجي پٽ جي قرباني قبول ڪئي. جڏهن سندس پٽ قتل ڪيو ويو تہ هن کي تسلي ٿي ۽ پوءِ ڪڏهن هن ٻليدان نہ طلبيو .

گذريل انيڪ صدين تائين انهن سڀني ماڻهن جو اهو عقيدو پئي رهيو هيو تہ خدا هنن جي عبادت کان بيگانو ڪونہ هيو ۽ هن وٽ سندن عرض اگهامندو هيو. ايمان آڻيندڙن جا گناه معاف ڪري سندن آتمائن کي

مڪتي بخشندو هيو ! ان سوچ ۽ عمل کي عام طور تي ڌرم، مذهب سڏجي ٿو.

هاڻ ڪجهه سوال پيدا ٿين ٿا:

ڇا مذهب جو بنياد ڪنهن حقيقت تي ٻڌل آهي؟

ڇا اهڙي ڪنهن ايشور جو وجود آهي؟

ڇا هو توهان جو ۽ منهنجو خالق هيو؟

ڇاانسان يا جانور جي قرباني جي عيوض ان اڻ ڇاتل ايشور کان ڪڏهن ڪا مدد ياوري حاصل ٿي هئي؟

پهرئين ڳالهه _

ڇا بي اننت اپائڻ هار انسان جي اولاد کي خلقيو هيو؟ جي " ها " تہ پوءِ

ڇو هن کي ذهني طور ايڏو " پست " پيدا ڪيائين؟

ڇو هن لولا، لنگڙا، انڌا، محتاج پيدا ڪيا؟

ڇو هن ڳهيلا، ڏوهاري ۽ پاڳل پيدا ڪيا؟

بي اننت " ڏاهپ" ۽ " قوت" وٽ ڇا انهن ڪوتاهين جي ڪارڻ جو ڪو جواز آهي؟

ڇا انهن ڪوتاهين کي مالڪ جي مهرباني سمجهيو وڃي؟

ٻئي ڳالهه _

ڇا بي اننت ايشور هن جهان جو حاڪم آهي؟

ڇا سيني سردارن، راجائن، مهاراجائن ۽ پٽ راڻين جو ذميوار هو آهي؟

ڇا جيڪي جنگيون ٿيون آهن ۽ بي ڏوهين جو رت وهايو ويو آهي، انهن سيني جو ذميوار هو آهي؟ صدين جي غلامي، ظلم ۽ جبر، معصوم ٻارن کي مائرن کان زبردستي جدا ڪري وڪڻڻ، انيڪ ڪٽنبن کي در بدر ڪرڻ جو ذميوار ڇا هو آهي؟

ڇا سيني مذهبي جنگين، سزائن، مارڻ، ساڙڻ، سولي يا صليب تي چاڙهڻ ۽ بين اذيت ناڪ اوزارن ۽ عقوبتن جو ذميوار ايشور آهي؟
ڇا ايشور " ظالم ۽ ڪميٽي " کي " نيڪ ۽ بهادر" کي ختم ڪرڻ جي اجازت بخشي هئي ؟
ڇا هن ظالم حڪمران کي وطن دوستن کي قتل ڪرڻ جي عام موڪل ڏني هئي؟
ڇا هن پنهنجي دشمنن کي عام پروانو ڏنو تہ سندس ئي دوستن کي اذيتون ۽ عذاب ڏين؟
جي ائين آهي تہ اهڙي اپائڻ هار جو ملهہ؟
ڇا ڪوئي مهذب با اختيار انسان پنهنجي دشمنن هٿان پنهنجي دوستن کي مارائيندو ۽ ساڙائيندو؟
ڇا پنهنجي دوستن جي پيٺ ۾ دشمنن جي حمايت ڪرڻ جو ڪِنو تصور، اسان جي ذهن ۾ اتپن ٿي سگهي ٿو؟

جيڪڏهن نيڪي جو پتلو بااختيار اپائڻ هار هن جهان کي هلائي ٿو تہ پوءِ هنن طوفانن، زلزلن، ڏڪار ۽ آفتن لاءِ ڪنهن کي ذميوار ڪونجي؟

انسان ڪش جراثيم، ڪينسر ۽ بيشمار موتمار بيمارين جن جي سبب معصوم ابهم ٻار اجل جو شڪار ٿين ٿا. انهن جي ڦهلجڻ جو ڪنهن کي ذميوار نهرائجي؟

جهنگلي جانور جيڪي انسان کي ڳڙڪائي وڃن ٿا ۽ زهريلا نانگ جنهن جو ڏنگ جان ليوا آهي، انهن جي واڌ جو ڪارڻ ڪنهن کي ڪونجي؟
اهڙي دنيا لاءِ ڇا چئجي جتي جيوت جو جياپو جيوت تي آهي؟

ڇا ايذائيندڙ ڇهنب، چنبا، ڏند، ڏنگ، زهر هُن اڻ ڇاتل مهربان اُپائيندڙ جي ايجاد ۽ پيداوار آهن؟ ڇا هن ازلي نيڪي جي پتلي سرڻ جي طوفاني پرن کي اهڙي نموني جوڙيو جنهن کان بي ضرر"شڪار" پاڻ کي بچائي سگهڻ ۾ ناڪام رهيو؟

ڇا چڱائي ۽ نيڪي واري خالق خوفناڪ ۽ خونخوار حيوان ان ڪري خلقيا آهن تہ هو ڪمزور ۽ بيٰ وس کي هڙپ ڪري وڃن؟

ڇا هي اڻ ڳڻت بيڪار جيوڙا جيڪي پاڻ کان وڏي جاندار جي ماس تي پلجن، نپجن ٿا سي ان مهربان جا پيدا ڪيل آهن؟

ڇا هن ڄاڻي واڻي، خوردبين ۾نظراچڻ وارا جيوڙا، جيڪي انساني اکين جي جوت برقرار رکڻ واري تنتن (OpticNerves) جي ڪاڄ تي جيئرا رهن ٿا، پيدا ڪيا؟

ذرا غور ڪريو ڪنهن شخص جي نابينائي تي : جنهنجو ڪارڻ محض پتڪڙي تيچ جيوڙن (Microbes) جي بک پوري ڪرڻ آهي !

ذرا سوچو: زندگي جي جياپي جو مدار هڪ ٻئي زندگي جي خاتمي تي ! معصوم بي وس " شڪار" جي انت تي غور ڪريو !!

بي انتها ظلم جي ڇوٽيءَ متان " نياگرا " آبشار وانگر اجهل وهندڙ رت جي نديءَ تي غور ڪريو !!!

انهن حقيقتن کي مد نظر رکي ڏسجي تہ آخر ڌرم آهي ڇا؟

ڌرم خوف آهي.

خوف ئي قربان گاهون تعميرڪرائي ٿو ۽ ٻلي چڙهائي ٿو.

خوف ئي عبادت گاهون جوڙائي ٿو ۽ خرف ئي سِيسَ نوائي ٿو.

خوف ئي پيار جو ڍونگ رچائي ٿو.

ڌرم غلامي وارن اوگڻن جي سکيا ڏئي ٿو:

تابيداري، عاجزي، نفس ڪشي، درگذر - ۽ مزاحمت کان انڪار !

ذرم - دلاسي ۽ ڏونس ۾ جڪڙيل ڏڪندڙ چپ هميشه هيءُ فقرو
ورجائيندا رهن ٿا: جيتوڻيڪ "هو" منهنجو انت آڻيندو، تہ بہ هنجي ذات
۾ منهنجو وشواس اٽل آهي!۽ هي عمل پستي جي انتها ڏيکاري ٿو.
ذرم همت، دليري، خود اعتمادي، خود مختياري، پنهنجي تحفظ کان
"انڪار" سيکاري ٿو.
ذرم اپاٽِهار کي مالڪ ۽ بندي کي غلام بڻائي ٿو. ڇا "مهانتا" غلامي
کي وڌندڙ بڻائڻ جو سبب ٿي سگهي ٿي.

(II) ڀاڳ ڀيو

جيڪڏهن ايشور جو وجود آهي تہ اسان کي ڪٿين خبر پوي تہ هو ڇڱو
آهي؟ اسان ڀڪ سان ڪٿين ٿا چئي سگهون تہ هو سرووياپڪ آهي، ديال
آهي ۽ انسان جي رکوالي ڪري ٿو؟ ڪٿين چئجي تہ هن جو وجود آهي-
گهٽيئي پيرا ڏنو ويو آهي تہ لکين غريب انسان جيڪي پنهنجي زمين
کيڙين ٿا، سندن گذر بسر جياپو ان جي فصل تي آهي، تنهن هوندي بہ
هن ٻاجهاري ڏٺي مينهن نہ وسايو ! هن سج جي تيز تپش ذريعي زمين
جوسمورو پاڻي خشڪ ڪري ڇڏيو ۽ مينهن نہ وسايو. هن انسان جي
پوک سڪائي ساڙي ڇڏي پر مينهن نہ وسايو. هن انسان کي غير آباد
زمين تي روئيندي رڙندي غمگين حال ڏٺو پر مينهن نہ وسايو. جيڪي
ٿورو ڪجهہ انهن وٽ هيو ٿورو ٿورو کائيندا کپائيندا رهيا، هو ڏسندو
رهيو. بکون ڪاٽيندا رهيا، هو ڏسندو رهيو. ڪيس ٻاڏائيندا رهيا، هو
ڏسندو رهيو. انهن جا ڍور مال مرندا رهيا، هو ڏسندو رهيو. بک ۾ بي
حال ٿي ماءُ پيءُ معصوم ٻارن کي ماريندا کائيندا رهيا. آسماني ڇت
مٿانئن پتل جيان، زمين لوهہ وانگر نوٽ تي چڪي هئي ۽ هو ڏسندو

هيو، پر مينهن نہ وسايو. ڪئين ڇئجي، اهڙي پرميشور جي دل ۾ رحم جو ڪو ٻوٽو ڦٽيل هوندو. ڪئين ڇئجي انسان جو رکوالو آهي. ڪئين ڇئجي هن جي ديا مهر هر دم ٿي وسندي ٿي رهي.

ڇا هي طوفان، ٻوڏون، برباد گهر، ڳوٺ، ٻارا ٻنيون، مرندڙ، ماڻهو، مرون ڏسي ڪير چوندو ايشور ديالو آهي؟ هي زلزلا. آتش فشان، اڻ ڳڻت معصوم جانيون اجل جو شڪار، هيڙا هيڏا هاجا - ڪئين چوان ديالو آ. جيڪڏهن هي مصيبتون ۽ آفتون نازل نہ ٿين ها تہ ڇا اسان ڪڏهن ڇئي ٿي سگهياسي تہ ايشور انسان جي ڪا ديک ڀال نہ ڪئي؟ جيڪڏهن هي ڏڪار، هي طوفان، هي ٻوڏون، هي زلزلا، هي آفتون نہ نازل ٿين ها تہ ڀلا ڇا اسان ڪڏهن اهو سوچي سگهون ها تہ ايشور ٻاجهارو نہ آهي؟

رشين منين چواڻي پرميشور انسانن کي هڪ جهڙو نہ بڻايو آهي. هن مختلف ذاتيون ۽ نسل بڻايا جيڪي رنگ، روپ، عقل ۽ دانش جي بنياد تي هڪ ٻئي کان مختلف هيا. ڇا ان نڪتي ۾ ڪا ڇڱائي هئي، ڏاهپ هئي؟

ڇا اوچين ذاتن وارن کي ايشور جو ٿورائتو ٿيڻ گهرجي تہ هو گهٽ جاتي جا نہ آهن ۽ جيڪڏهن "ها" ڇئجي تہ پوءِ هڪ ٻيو سوال اڀري ٿو: ڇا گهٽ ذات وارن کي ايشور جو ٿورائتو ٿيڻ گهرجي تہ هو حيوان نہ آهين؟ جڏهن ايشور مختلف ذاتيون بڻايون تہ ڪيس اڳ ۾ ئي ڄاڻ هئي تہ اوچي ذات وارا هينين ذاتن کي غلام بڻائيندا ۽ اها بہ ڄاڻ هئي تہ ڪين ماتحت بڻائي آخر ۾ نيست نابود ڪيو ويندو!
جڏهن داتا کي هن جوڙجڪ جي اڳ ئي ڄاڻ هئي تہ وڏوخون خرابو ٿيندو، قتل عام ٿيندو، اڻ ڳڻت غلامن جا لاش ڪوهن ۾ ڦهليل هوندا.

عورتون وڏوائون ۽ مائرون بيءِ اولاد تي وينديون. هي سڀ ڄاڻيندي ۽ ڏسندي ڇا اسان ڇئي سگهون ٿا تہ هن ڪان وڌيڪ بيو ڪوئي نيڪي جو ضد ٿي سگهي ٿو؟ پوءِ ڪئين ڇئجي تہ ايشور نيڪو ڪار آهي؟

جن بوساٿيل تهہ خانن جي پوسل وارين ٿپ ٿپ ڪندڙ پتين جي اوٽ ۾ ڪشاده دل بهادرن پنهنجا پويان پساهہ ڪنيان. سوليون جيڪي پويتر رت جي اعليٰ داغن سان منور آهن. مايوسين جو شڪار غلامَ جن جون پنيون ڪارائيل ۽ رتورت هيون. شعلن ۾ لپٽيل درد وگهي تڙپندڙ شهيد. عذاب ۾مبتلا نيڪوڪار انسانن جا سَندَ مروٽي سروٽي جسمن ڪان جدا ڪيا ويا. حق رسي لاءِ آواز بلند ڪندڙن جا ڇهبڪن سان رتو ڇاڻ جسم. سچ جو الم بلند ڪندڙن جون وساميل اکيون. بيشمار محب وطن جن جي وڙهندي جان هلي ويئي. پيڙيل. ستايل ۽ ڳوڙها ڳاڙيندڙ زالون. يتيم بالڪن جا ڪوماٽيل چهرا. گم ٿيل صدين ۾ قتل ٿيل ڪروڙين انسان. بيگاني هوائن ۽ لهرن جا بَڪُ ٿيندڙ. انڌي شعلن ۽ سيلابن. ڏرتي اندر لڪل قهري قوتن. وچ جي خوفناڪ وراڪن. لاوا جي لوساٿيندڙ بوڏ. ڏڪار. پليگ - درد جي نہ ختم ٿيندڙ سلسلي جا شڪار انسان.انساني رت ڳاڙيندڙ وات. زهر سمايل خوفناڪ ڏند. چيربندڙ ڦاڙيندڙ ڇهنبون - بد بودار ماڻهن جي جيت.انسان دشمنن جو راڄ پاٽ- ظلم جي مٿي تي پهريل تاج ! زرق برق لباس پهريل پاڪندي. رت سان رنگيل هٿ جوڙي پنهنجي اپائيندڙ جو شڪرانو ادا ڪندا رهيا - خيالي وجود خير جو ويري - جنهن ڪارڻ جهان مان آزادي ڪي ٿڌيو ويو ! ڊيڄاريندڙ ماضي جون خوفناڪ صورتون. جيڪي اڄ ڏينهن سوڌو موجود آهن ! اِهي دهشت ناڪ حقيقتون پرماتما جي وجود جي نفي ڪرين

ٿيون، جنهن لاءِ چئجي ٿو تہ اَپار شڪتي ۽ مرضي جو مالڪ آهي جنهن ذريعي انسان جي پالنا ۽ آسيس ۾ ويساهہ ڏياريو ويو آهي !

(III) ڀاڱ ٽيون

داد رسي لاءِ سرگرم عمل شڪتي

اڪثر ماڻهو معجزن جا قائل آهن. هڪ ديوتا ڪان بيزار ٿي ٻئي جي پوڄا شروع ڪن ٿا. يهوا جي تخليق بعد هنن اهڙي قوت جون ڳالهيون ڪيون جيڪا صداقت ۽ ديانتداري لاءِ ڪم ڪري ٿي. اها ڪهڙي قوت آهي؟

انسان تجربي جي بنياد تي اڳتي وڌي رهيو آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن خاص جڳهہ تي وڃڻ لاءِ سوچي ٿو تہ ڦهريا ٿين ان رستي تائين اچڻو پوندو ۽ جيڪڏهن اهو رستو بن رخن ۾ ورهايل آهي تہ کيس يقيني طور هڪ رخ اختيار ڪرڻو پوندو. ڪابي رخ تي هلندي خبر پويس ٿي تہ هن جو ماڳ تہ مخالف رخ طرف آهي تہ واپس موٽي هو مخالف رخ اختيار ڪري ٿو ۽ ماڳ تي پهچي ٿو. پيهر جڏهن هو ان ماڳ ڏانهن وڃڻ چاهي ٿو تہ سڌوئي مخالف رخ اختيار ڪري ٿو. اها خبر کيس تجربي ذريعي معلوم ٿي. پررشي مني چون ٿا تہ "اهڙي قوت موجود آهي جيڪا صداقت جي راهہ ڏيکاري ٿي."

هڪ بار باهہ جي چمڪ ڪان موهجي ان کي هٿ ۾ جهلڻ چاهي ٿو ۽ هٿ ساڙي ويهي ٿو ۽ پوءِ باهہ اوڏو وڃڻ ڪان پرهيزڪري ٿو. صداقت جي جاکوڙ لاءِ راهہ ڏيکاريندڙ شڪتيءَ کيس انوکو سبق سيکاريو !

هن جهان ۾ انسان ذات جو گڏ ڪيل تجربو ئي قوت ۽ طاقت آهي جيڪو صداقت جي راهه ڏانهن گامزن ڪري ٿو. اها قوت ضمير جي طاقت آ نه چترائي جي. ان جي پنهنجي منشا آهي نه ڪو مقصد. ان جو بنياد نتيجي ۾ سمايل آهي.

اهڙي طرح هزارين ماڻهن يڳن کان ان اخلاقي ڪُليئي ذريعي جنهن کي اسان ضمير چئون ٿا، ايشور جي وجود کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن رشين منين ۽ نام نهاد فيلسوفن جو چوڻ آهي ته اهو اخلاقي ڪُليو، ذميواري جو احساس، فرمانبرداري وغيره "مٿسان" نازل ٿيل آهن! ضمير وجود کان الڳ "ٻاهران" نافذ ٿيل شيءِ آهي !! جيئن ته اهي سڀيئي هن جهان کان بيگانه آهن ۽ انهن کي انسان ڪين جوڙيو آهي تنهن سببان سندين سوچ موجب اهي ڪرتار طرفان انسان ذات لاءِ موڪليا ويا آهن!

انسان سماج سڀنڌي آهي. اسان گهر ۾، قبيلي ۾، قوم ۾ گڏ رهون ٿا. ڪنهن به گهر، ڪٽنب، قبيلي ۽ قوم جا جيڪي فرد گهر، ڪٽنب ۽ قوم جي بهبودي ۽ خوشحالي جي لاءِ پاڻ پتوڙين ٿا ته ڪين چڱو سمجهيو وڃي ٿو. انهن جي ساراه، واکاڻ ۽ عزت ڪئي وڃي ٿي. انهنکي چڱو نيڪ خوش اخلاق مڃيو وڃي ٿو. جيڪي فرد گهرڪٽنب ۽ قوم جي لاءِ ڪنهن مشڪل جو باعث بڻجن ٿا تن کي برو سمجهيو وڃي ٿو. انهن مٿان ملامت ڪئي وڃي ٿي، ڪين سزا ڏني وڃي ٿي. انهن کي بدڪار ۽ بد اخلاق چيو وڃي ٿو.

ڪٽنب، قبيلو ۽ قوم ئي چال چلن ۽ اخلاق جا معيار مقرر ڪن ٿا. ان حقيقت ۾ ڪنهن اچنبي يا معجزي جي ڪا ڳالهه ڪونه آهي.

انسان ذات جي هڪ محسن چواڻي " ضمير پيار مان اتپن ٿيو آهي." احساس ذميواري، فرمانبرداري وغيره فطري عمل جي نتيجي طور اڀريا آهن - ڪنهن مافوق الفطري ڪرشمي جي پيداوار بلڪل ڪين آهن !

پراچين عهد ۾ قديم وحشين پنهنجي ضرورت ترت پوري ڪرڻ واري عمل کي وڌيڪ اهميت ڏني - انسان بعد ۾ تهذيبي دور ۾ داخل ٿي، سوچ سمجهه سان، لاڀدائڪ نتيجن کي ڌيان ۾ رکڻ ضروري سمجهيو- ۽ ان سان گڏ انساني وهنوار ۽ سٺي سلوڪ جي معيار کي اوچو درجو ڏنو ويو. انساني تصور ۽ ڪلپنا ترقي ڪئي. انسان برابري جي بنياد تي پنهنجي همنشين کي ساڳيو درجو ڏيڻ شروع ڪيو. فرض اهم ۽ لازمي سمجهيو ويو. انسان پنهنجي اندر جهاتي پائي اوک ڊوک ڪرڻ سکيو.

انسان جي اندر پيار جي جوت جرڪي، پيار ئي اعليٰ اخلاق جي شروعات ۽ بنياد بڻيو. جيڪڏهن ڪو پنهنجي پريمي کي رنجائي ٿو تہ بعد ۾ کيس ڏک، افسوس، پڇتاءُ ۽ ضمير جي ملامت محسوس ٿئي ٿي. ان ۾ ڪا اڇنبي ۽ معجزي واري ڳالهہ نہ آهي.

انسان پنهنجو پاڻ کي نڳي ٿو. قدرت آرسي جيان آهي جنهن ۾ انسان کي پنهنجي اصلي صورت نظر اچي ٿي ليڪن سيني عالمي ڏرمن جي سکيا ان مرگهہ ترشنائي تصور ۾ سمايل آهي تہ سندس آئيني ۾ نظر ايندڙ عڪس کي " پنيان" ڪوئي تڪي رهيو آهي.
افلاطون (Plato) کان وٺي سوڊن برگ (Sweden Berg) تائين پرم آتمائي تصورات ۾ "ويساهي مفڪرن" پنهنجا الڳ الڳ قصا گهڙيا آهن ۽ ڌرمي اڳواڻ پڻ ان گهڙت کان بچيل ڪين رهيا!

جيڪڏهن ويساه آڻجي تہ ايشور موجود آهي تہ ان صورت ۾ اسان هن جي لاءِ ڇا ڪري سگهون؟ هو بي اننت انترِيامي آهي - ڪنهن پابندي ۾ جڪڙيل ڪونهي. هن کي ڪوئي فائدو ڏئي سگهجي تو نہ نقصان! هو ڪجهہ ڪونہ ٿو طلبي - سڀ ڪجهہ هن جو اڳيئي آهي !!

انسان جي خود فريبي تہ ڏسو: هن جي خيال ۾ هن سروويايڪ انترِيامي کي سنديس واکاڻ جي طلب آهي !!!

## (IV) ڀاڱو چوٿون

## اسان جي ڌرم ڇا ڪيو آهي؟

مسيحت مطابق بيا سڀ ڌرم صحيح نہ آهن انڪري اسان کي صرف پنهنجي ڌرم کي پرکڻ جي ضرورت آهي. ڇا مسيحت ڳڻ واڻ آهي؟ ڇا مسيحي تعليم انسان کي وڌيڪ نماڻو، رحمدل ۽ ايماندار بڻايو آهي؟ ڇا ڪليسا جي ضابطي انسان کي وڌيڪ سُکي، آسودو ۽ سک شانتي ميسر ڪيئي آهي؟

اٽلي،اسپين، پورچوگال ۽ آئرلينڊ جي ماڻهن تي مسيحي سکيا جو ڪهڙو اثر ٿيو؟ ان ڌرمي سکيا هنگري ۽ آسٽريا لاءِ ڇا ڪيو آهي؟

مسيحي تعليم سئزرلينڊ، هالينڊ، برطانيا ۽ امريڪا تي ڪهڙو اثر وڌو؟ اگر ايمانداري سان ڏسجي تہ ڇا ان تعليم بنا، انهن ملڪن جي صورت حال اڄ کان بد تر هجي ها؟ يامسيحي مسلڪ کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڌرم جي لاڳو هجڻ سان حالت وڌيڪ خراب هجي ها؟

جيڪڏهن طورقئيمدا ( Torquemada ) زردشت ( Zoroaster ) جو پوئلڳ هجي ها تہ ڇا سنديس حالت وڌيڪ بدتر هجي ها؟ جيڪڏهن ڪالوِن (Calvin) ڏکڻ ساموندي ٻيٽن جي رهاڪن جي.متي وارو هجي ها تہ ڇا وڌيڪ خون خرابي ۾ ويساه زکي ها؟ ڇا ڊينمارڪ واسي وڌيڪ ڇريا، .پورالا يا احمق قرار ڏنا وڃن ها اگر هو مسيحي تثليث کان منڪر تي بيئر پنير ساسيج ( Cheese Beer Sausage) - بيضن ۾ رذل قيمو- واري دنوي تثليث کي بهتر ۽ عبادت جوڳو سمجهن ها؟ ڇا جان ناڪس (Johnknox) جي حالت ان کان وڌيڪ خراب ٿئيَ ها اگرهوحضرت عيسيٰ کان منڪر تي ڪنفيوشيس ( Confucius ) جو پوئلڳ ٿئي ها؟

پنهنجي محترم پرهيزگار پادرين کي ئي ڏسو مسيحي سکيا مان کين ڇا پلئہ پيو آهي؟ هنن سڪي جيوت کان منهن موڙيو، جيئڙي ماتم منايو، زندگي جي خوشين ۽ ضرورتن کي تياڳيو، پاڻ کي زنده لاش بڻايو. انهن متقي پادرين، عقيدت منجهان، سال ۾ ٻارهن ڊسمبر گهڙيا يا جوڙيا! ٻارن جي معصوم مذرتا - ۽ جواني جو رنگ کين ڪڏهن کين آئڙيو. صرف پنهنجي اجائي بڪواس ۽ اَسرَ جي نند ڦتائيندڙ پرارٿنا کي انساني ڀلي جو ذريعو سمجهيو! سندن سکيا انسان ذات لاءِ غير ملاوٽي سراپ وانگر هئي! اِهي پنهنجي ڪرستي "گرنٿ" کي ايشوري شبد ڪري ڄاڻيندا هئا - ۽ جن ان شبد ۾ ويساھ رکيو آهي نہ صرف بد بخت هئا، پر حد درجي جا ظالم بہ ثابت ٿيا! ڇا اِهو متقي انسان اگر امريڪي ريڊ انڊين جو ڌرم اختيار ڪري ها تہ وڌيڪ برو ثابت ٿئي ها؟

هتي هڪ حقيقت ورجائڻ نامناسب کين لڳندي جنهنجو تعلق "گرنٿ" تي ويساھ سبب عام ماڻهن مٿان پوندڙ هاڃيڪار اثرن سان آهي!

تاج پوشي دوران انگلينڊ جي مهاراڻي ايلزبيٿ کي، هڪ پيرسن "جينوا جو مسيحي گرنٿ " " وقت " ۽ " حق " کي معصوم ٻالڪ جيان پنهنجي مسلڪ جو طرفدار ڄاڻائيندي نذراني طور پيش ڪيو. مها راڻي اهو تحفو قبول ڪندي اکين تي رکي چميو ۽ واعدو ڪندي چيائين ته هوءَ ان کي ڌيان سان واچيندي. " اَن " پويتر گرنٿ کي من سان هنڊائڻ بعد مهاراڻي نهايت عقيدت سان پنهنجي راڄ جي سيني "ڪيٿولڪ متي " واسين کي تلوار جو ٻڪ ڪرايو!

ان واقعي ۾ اسان کي "پروٽيسٽنٽ متي " ۾ ويساهه رکندڙن جي من جي اصلي پروڙ پوي ٿي. ٻين لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ته پروٽيسٽنٽ "لاڙو" به ايڏو ڪِنو ۽ غير انساني آهي جيڏو ڪيٿولڪ " رجحان" . ڇا ان " گرنٿ " ذريعي " جارجيا " واسين ۾ ديا، مهر ۽ رحم دلي پيدا ٿي سگهي آهي؟ اگر سنگسار ڪندڙ پٿر ۽ ڪاٺ مان ٺاهيل ديوتائن جو پوڄن ڪندا ته ڇا انهن ۾ وڌيڪ خون خواري اڀرڻ ٿيندي؟

(V) ڀاڱو پنجون

ڌرم کان سواءِ انسان جي اصلاح ڪئين ڪري سگهجي ٿي؟

ڌرم کي سيني ملڪن ۾، هر دور ۾ آزمايو ويو پر بي سود ثابت ٿيو. مذهب ڪڏهن به انسان کي رحم دل، ٻاجهارو نه ٺاهيو آهي. ديني عدالت (Inquisition) کي ياد ڪريو: ڌرم غلاميءُ مٿان ڪهڙو چڱو اثر ڇڏيو آهي؟ لبي (Libby) سالسبري (Saulsbury) اينڊرسن ول (Anderson ville) تي ڪهڙو چڱو اثر ڇڏيائين؟

ڌرم هميشه سوچ، کوج ۽ سائنس جو ويري رهيو آهي. ڌرم ڪڏهن به انسان کي آزاد منش ٺاهڻ ۾ سازگار ڪين رهيو آهي، نه ئي ڪڏهن ڌرم

انسان کي محنتي، نيڪ، ايماندار ۽ پرهيزگار بڻايو آهي. ڇا عيسائي جهنگلي ماڻهن کان وڌيڪ چڱا، نيڪ، ايماندار ۽ اخلاق وارا آهن؟

جهنگلي ماڻهن اندر براين ۽ ڪنورتا جو ڪارڻ "وهم" ڪين آهي؟ فطرت ۾ يڪسانيت جي ڪليئي تي ويساهه رکڻ وارن لاءِ ڌرم جي پيروي ڪرڻ ناممڪن آهي. ڇا اسان فطرت جي حقيقي وجود ۽ نظام کي پوڄا پاٺ ذريعي بدلائي سگهون ٿا؟ ڇا اسان پوڄا ذريعي ساموندي لهرن جي رفتار کي تيز يا سست ڪري سگهون ٿا؟ ڇا نمڻ اسان کي مال دولت بخشي سگهي ٿو؟ ڇا نياز نوڙت بيماري کان ڇوٽڪاري جو سبب بڻجي سگهي ٿي؟ ڇا ڪريا ڪرم اسان جي گيان ۾ اضافو ڪري سگهي ٿو؟ ڇا نيڪي ۽ عزت ڪنهن کي دان ۾ ملي سگهي ٿي؟ ڇاڌهني سنسار جون خيالي حقيقتون اهڙيون ئي اٽل ۽ تخليق جو ڪرشمو نه آهن جهڙيون مادي جهان جون آهن؟ ڇا انساني ذهن به اهڙيءَ ريت فطري ڪين آهي جهڙيءَ ريت خاڪي جسم آهي؟
ڌرم جي پيڙهه ان خيال تي بڌل آهي ته فطرت جو ڪوئي سرجڻهار آهي جيڪو پوڄا تي ڌيان ڌري ٿو، جيهو رسائي ٿو ته نوازي به ٿو. جنهن کي پيار ۽ خوشامد وڻي ٿي ۽ بهادري ۽ آزادي کي پسند ڪين ڪري ٿو. ڇا منش جاتي کي ڪڏهن سرڳ مان ڪا سهائتا ملي آهي؟

(VI) پاڳ ستون

جيڪڏهن اسان آڌو ڪو نظريو موجود آهي ته لازمي طور ان جو بنياد ڪن حقيقتن تي بڌل هئڻ گهرجي - جنهن جي لاءِ ڪنهن بنيادي مضبوط پيڙهه جي ضرورت آهي جنهن تي مضبوط اڏاوت ڪري سگهجي. اهڙي

اڏاوت ريچڪ، ڏڪي يا انومان تي ڪين تي سگهندي. عمارت جي اڏاوت لاءِ بنياد جو هجڻ ضروري آهي.

منهنجي آڏو ان نظرئي کي عملي صورت بخشڻ لاءِ چار بنيادي نڪتا ۽ حقيقتون لازمي ۽ اهم آهن.

پهريون نڪتو آهي مادو: ان کي ڊاهي نٿو سگهجي. نيست نابود نٿو ڪري سگهجي.

ٻيو نڪتو: شڪتي يا قوت (Energy) آهي. ان ۾ به مٿي ڄاڻايل خاصيتون آهن.

ٽيون نڪتو: مادو ۽ شڪتي هڪ ٻئي کان جدا نٿا رهي سگهن. مادو شڪتيءَ کان سواءِ ۽ شڪتي مادي بنا نه ٿي رهي سگهي.

چوٿون نڪتو: جيڪو ناس نٿو ٿي سگهي تنهن کي پيدا به نٿو ڪري سگهجي.

جيڪڏهن اهو ڪُليئو درست آهي ته پوءِ مادو ۽ شڪتي (قوت) ازل کان آهن ۽ ابد تائين رهندا. انهن کي وڌا ئي سگهجي ٿو ۽ نه گهٽائي سگهجي ٿو.

جيڪڏهن اهو درست آهي ته ڪجهه نه پيدا ٿي سگهي ٿو ۽ نه ٿيو آهي.ان مان ظاهر ٿيو ته ڪڏهن ڪو پرميشور نه رهيو آهي ۽ نه ٿي ٿي سگهي ٿو.

جيڪڏهن اهو صحيح آهي ته پوءِ مادي ۽ شڪتي پنيان نه ڪا رتا آهي ۽ نه فهم. شڪتي بنا فهم ناهي ۽ مادو بنا شڪتي ناهي، ته پوءِ ان ڳالهه جي ڪا گنجائش ئي ناهي ته مادي پنيان ڪو فهم يا شڪتي آهي.

ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته ڪرامت يا معجزي جو وجود ئي نه آهي. جي ڪڏهن اهي چار ڪُليا سچا آهن ته پوءِ فطرت آد جڳاد کان پاڻ وهيٺي آهي ! جيڪڏهن مادو ۽ شڪتي ازل کان آهن ۽ ابد تائين رهندا ته پوءِ

ڪنهن ايشور جو وجود عبث آهي ۽ هيءَ ڪائنات ڪنهن جي رچنا ڪونہ آهي ۽ نہ ئي ڪوئي هلائي پيو. نہ ڪو پاٽ پوڇا ٻڌڻ وارو آهي ۽ نہ ري مظلومن جي دادرسي ڪرڻ وارو! نہ ڪو اهڙو ٻاجهارو جنهن ڪي ابوجهن تي ديا اچي. اهڙي شڪتي جو تصور خيالي آهي جنهن ڪي غلامن جي اگهاڙن جسمن تي ڦٽڪن جا گهاوَ ڏسي ڪهل اچي يا وري ڪنهن ليلائيندڙ ماءُ ڪان سندس ٻار ڇنندو ڏسي ترس پوي. ڪنهن غريب ۽ شهيد ڪي ڏاڍ ۽ ٻاهہ جي آلن ڪان بچائڻ وارو ڪوئي ڪونهي! ٻين لفظن ۾ چئجي تہ انسان ڪي ڪڏهن ڪا غئبي مددڪين ملي. سڀ بليدان رائگان ويا سڀ تپسيائون اڻ ٻڌيون ثابت ٿيون. مان دعويٰ نٿو ڪريان تہ مان انهن سيني ڳالهين جو پوري طرح گيان رکان ٿو. مان تہ صرف جيڪو ڪجهہ درست سمجهان ٿو سو ڄاڻايان ٿو.

جڏهن مادو ۽ شڪتي ازل ڪان وٺي موجود آهن تہ پوءِ جيڪي ممڪن هيو سو ٿيو ۽ جيڪي ڪجهہ ممڪن آهي سو ٿئي پيو ۽ جيڪي ڪجهہ ممڪن هوندو سو اوس ٿيندو. هيءَ ڪائنات نہ اتفاقي آهي نہ ڪنهن ريچڪ جي پيداوار. هر واقعي جا "ڪارڻ" آهن. جنڪي ڪجهہ ناهي ٿيو، سو ٿي بہ نہ ٿي سگهيو. " اڄ" ماضي جي ڪُک مان پيدا ٿيوآهي ۽ مستقبل جي آمد جو سبب بڻبو!

هن اڪٿ واقعن جي زنجير ۾ ڪا ڪڙي ٽٽل آهي نہ ڪٽل. هي ساري ڪائنات، سج، چنڊ، تارا، موسم، گل ڦل ٻوٽا، جانور، جيت جٺيا، ماڻهو عقل، شعور، پرتگيا، تياڳ، اوگڻ، گڻ ويچار، خيال، خواب، آسون، اميدون، ڊپ وغيره لازمي ضرورتون ليکي سگهجن ٿيون. دنيا ۾ خلقيل بيشمار شين ۽ تعلقات مان ڪو هڪ بہ مختلف نہ ٿي ٿي سگهيو.

(VII) پاڳ ستون

جيڪڏهن مادو۽ شڪتي ازل کان ئي موجود آهن ته اهو اظهاري سگهجي ٿو ته انسان ڪنهن پرم _آتما جي رچنا ڪوتهي - ۽ نه وري ڪيس ڪا خاص اتم رچنا چئي سگهجي ٿو!

اسان وٽ موجود گيان مطابق چئي سگهجي ٿو ته يهوا (ازلي رچناڪار) مٽي ڳوهي سانچي ۾ وجهي عورت مرد جو پتلو ٺاهي ان ۾ روح ڪونه ڦوڪيو هيو!

اسان کي اهو به گيان آهي ته اسان جا اوائلي وڏڙا آسمان مان ڪونه لٿا هئا. اسان کي ڄاڻ آهي ته اهي به هن ڌرتي جا سپوت هئا. هتي ئي پيدا ٿيا هئا. ڪنهن غئبي رچناڪار جي آتما منجهن داخل نه ڪئي وئي هئي. اسان کي ڄاڻ آهي ڪائنات فطري آهي، مرد ۽ عورت جي پيداوار پڻ فطري آهي. هاڻ اسان کي پنهنجي وڏڙن جي شجرهِ نسب جي پروڙ پئجي چڪي آهي، اهو عمل صدين کان جاري آهي.

اسان کي حياتياتي وجود جي اوائلي ڪڙي "پروٽوزون" کان وٺي موجوده انساني روپ جي سيني چويهن (26) ئي ڪڙين جو پلي۽ پت علم آهي. اسان اهو گيان آڪاش واڻين ذريعي ڪين حاصل ڪيو آهي، بلڪ ان جو اصل قديم ۽ پراچين حيات جي آثارن ۽ موجوده زندگي جي مختلف روپن مان گڏ ڪيو آهي!

ٽيهَ قسم جي جيوَجيوڙن کان وٺي انڌي احساس جي کوج تائين حياتياتي وجود جو گيان، موهوم طلب - ۽ ان بعد سالمي جي پروڙ، ۽ اڳتي هلي

مايع سان ڀريل ٽڙڪندڙ بال نما وجود جو علم! ٻٽي ديوارن واري پيالي نما روپ ڪان اڳتي هلندي سنڌي سنواتي چرندڙ جيت جي ڄاڻ. اجان ٻـ - ارتقائي سفر ۾ اڳتي قدم وڌائيندي ساهه کڻندڙ "حيات" جيڪا "مغـزي دور" جي مظهر هئي - ڪرنگهي جي هڏيءَ - ۽ بنا هڏيءَ جي وجود ۾ظاهر ٿـي چڪي هئي ! ان ڪان عـلاوه.ڪوپڙي جي دريافت جنهن اندر عمدگي سان "ميجـالو" سمايل هيو !! ان ڪان علاوه مڇي يا مڇي نما مخلوق جي دريافت جنهن جي اڳيان ۽ پوئتان ڪندن نما " پر" جڙيل هئا! زمين تي رڙهي هلندڙ " ٿـڻ دار" مخلـوق، "ڪينـگرو" جهـڙا " ڳوٺـڙي رکندڙ" ساهه دار، وڻن تي بسيرو ڪندڙ باندر ۽ "چمپازي" نما جانور - ۽ انسان ۽ باندر جي وچ واري ڪڙي جنهنکي "پتيڪنٽـروپ" سڏجي ٿو - ۽ آخر ۾ عظيم انسان : ارتقائي دور جو معرا ج!!

اسان کي حيات جي ڏگهي سفر جي حقيقت.جي پليءَ پٽ ڄاڻ آهي. ان سفر جي سمورن ڪنيل قدمن جا نشان اسان جي ذهن ۾ نقش ٿيل آهن - ايسـتائين جو آڃري ڪڙي بـ اسان ڪـان ڳجهـي ڪونهـي! ان سمـوري حياتيـاتي جـاڪوڙ جـي سلسـلي ۾ اسـان دنيـا جـي سـڀ ڪـان وڏي مـاهرِ حياتيات محترم ارنيسٽ هئيڪل (Ernest Haeckel) جا بي انتها احسان مند آهيون.

اسان کي هينئر پڪ آهي تـ ڪائنات فطري آهي - ۽ ان جو وجود ڪنهن گپت "شڪتي" جي تخليق يا پيداوار بنهه ڪونهي!

## (VIII) ڀاڱ اٺون

## سڌارو

صدين کان سڌارڪن دنيا کي مهذب بڻائڻ ۽ سنوارڻ جي جاکوڙ پئي ڪئي آهي. انهن ديوتا ۽ دئيت گهڙيا، سرڳ ۽ نرڪ ترتيب ڏنا، پويتر گرنٿ تصنيف ڪيا، معجزا ۽ ڪرشمہ سازي ڪئي، پوڄا گهر ۽ بندي خانہ تعمير ڪيا. بادشاهن ۽ راڻين کي تاج پهرايا ۽ ڪين بي تاج بہ بڻايو! هنن انسانن کي ايذاءَ ڏنا، بندي بڻايو، جيئري دفنايو، باهہ ۾ جلايو. هنن پرچار ۽ عبادت ذريعي انساني ذهن ۾ تبديلي آڻڻ جا جتن ڪيا. ان سلسلي ۾ ڌمڪين ۽ لالچ جو سهارو بہ ورتو. ريجهائڻ ۽ ڀنيلائڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي. اڻ ڳڻت طريقن سان ماڻهن کي محنتي، نيڪ، ايماندار ۽ پرهيزگاربڻائڻ جون ڪوششون ڪيون. مدرسا، اسڪول، اسپتالون ۽ يتيمخانا تعميرڪرايا. انسان ذات جي بهتري ۽ خوشحالي لاءِ بظاهر هر ممڪن ڪوشش ڪئي پر اجان تائين ڪامياب ڪونہ ٿي سگهيا آهن. اِهي سماج سڌارڪ ڪامياب ڇو نہ ٿيا آهن؟ مان توهانکي ان جا ڪارڻ ٻڌايان ٿو.

دنيا جهالت، غربت ۽ برائين سان ٽمٽارآهي. بدبُودار هَنڌَ تربيت گاهون آهن ! اڪيچار انسان جيڪي پاڻ پالي نہ ٿا سگهن پر سندن جهوپڙيون، ڇَپرَ ۽ پونگيون نون چاول ٻارن جي پيهہ سان سٽيون پيون آهن! سندن اکيون اڻ ڇاتل ايشور، بي ڳڻتي بخت ۽ ڀِن تي ڪچيل آهن! ايتري بہ سمجهہ ڪونہ اٿن جو نتيجن جي باري ۾ سوچن يا ذميواري محسوس ڪن. ساڳئي وقت هو ٻار بہ نہ ٿا چاهين ڇو جو ٻار کي ٻاراتي سمان سمجهن ٿا - پنهنجي لاءِ بہ ۽ ساڳئي وقت ٻار لاءِ بہ ! ٻار جي آمد شيءِ

گهڙي نہ، پر، ٻوجھہ سمجھيو وڃي ٿو. اهڙا اڻ گهربل ٻار يتيم خانن، اسپتالن ۽ بندي خانن ۾ اڇي ستبا رهن ٿا. آخر ۾ گهٽيئي سرڪٽي جو شڪار ٿين ٿا ! انهن مان ڪي ٿورا ديا، دان يا اتفاق سان بچيو وڃن - باقي بچيل سماج تي ٺِڪو ۽ دهشت گرد بڻجيو وڃن ٿا. اِهي بچيل انسان دغا ۽ دولاب ڪي زندگي جو معمول بڻائي پنهنجي اولاد ڪي بہ اهو براين جو ورثو پلئہ وجهيو وڃن !

بدي جي اِن مسلسل ٻوڏ ڪي بنجو ڏيڻ ۾ سماج سڌارڪ قوتون نشقل ثابت ٿيون آهن - نہ صرف ايترو بلڪ سندن سيئي دان پيج جا طريقا پڻ غيرارادي طور بدي ۾ ئي واڌاري جو ڪارڻ بڻبا رهيا آهن.

لڳي ٿو تہ ناڪاميون فطرت جي علامت بڻجي چڪيون آهن. ائين ڇو پيو ٿئي؟ فطرت گونگي ٻوڙي آهي - سمجھہ ڪان پالهي، ڪنهن سود مند رٿا ڪان خالي! فطرت بنا ڪنهن مقصد جي پيدا ڪري ٿي، بنا ڪنهن ارادي برقرار رکي ٿي ۽ بنا ڪنهن ڪهل يا ديا جي نيست نابود ڪري ٿي جيتوڻيڪ انساني عقل محدود آهي، ڪيس اِهو استعمال ڪرڻ جڳائي. شعور سڀ ڪان وڌيڪ لاپدائڪ ذريعو آهي جيڪو انسان ذات ۾ سڌارو آڻي ڪيس مهذب بڻائي سگهي ٿو.
اصل مسئلو هيءُ آهي: ڇا اسان جاهل، غريب، ڏنگن ماڻهن ڪي ٻارن جي اجهل پيداوار سان دنيا پرڻ ڪان روڪي سگهون ٿا؟

ڇا اسين " جهلم جي جهالت " جبر ۽ پاپ جي وَهَڪَ ڪي " سپت سنڌو" جي جُڳ مڳ جرڪندڙ ثقافت، پُجَ ۽ سنائي جي ازلي وهڪري ۾ شامل ٿيڻ ڪان روڪي سگهون ٿا؟

ڇا سنسار هميشہ جهالت جي انڌڪار جو شڪار رهندو؟ ڇا سنسار ان حد تائين مهذب ٿي سگهندو جو هر انسان ڪنهن فعل ڪان اڳ نتيجن تي اوس ڌيان ڏيندو؟

انسان جڏهن ٻارن جي چڱي پر تربيت نٿا ڪري سگهن، ڪين ٻوجهہ ۽ ٻاراتي سمان سمجهن ٿا تہ پوءِ ڇٽين ڇو ٿا؟ آخر ڇو؟ ان ڪارڻ جو متانئن عقل، دليل ۽ ضمير ڪان وڌيڪ سفلي جذبن جو اجهل سيلاب غالب آهي!

توهان ڪين ڳالهين يا پرچار ذريعي نٿا بدلائي سگهو. سفلي جذبا ٻوڙا ٿين ٿا. تنهن ڪري سڌاري آڻڻ جا اهي هٿيار ناڪاره آهن. ان ڪري هر روز لفنگن، ڏوهارين، بيڪارين ۽ بدڪارن جي تعداد ۾ اضافو ٿيندو رهي ٿو ۽ بندي خانا، يتيم خانا ۽ غريب خانا ساڻن پريا پيا آهن. هن جاءِ تي ڌرم بي وس لڳي پيو! قانون جيتوڻيڪ سزا ڏ ئي ٿو پر نہ ڏوهہ ۾ ڪمي آ ڻي سگهي ٿو ۽ نہ وري ڏوهاري جو سڌارو ڪري ٿو. برائي جي لهر وڌي رهي آهي. بدي جي قوتن جي خلاف جيڪا جنگ جاري آسي سا ا ئين آهي جئين ڪڙ ڪبيٽن جي رات جي اونڌاهي خلاف ويڙهہ!

اميد جو هڪڙو ترورو نظر اچي رهيو آهي: وڌندڙ آدمشماري، جهالت ۽ غربت کي لازمي روڪڻ گهرجي. ان مقصد جو حصول اخلاقي ترغيب سان ڪداچت پلئہ ڪونہ پوندو - نہ وري ڳالهين يا مثالن ڏيڻ سان حاصل ٿيندو. ان جي حاصلات لاءِ جسماني يا ذهني زور زبردستي مان بہ ڪوئي ڪڙ تيل ڪين نڪرندو.

انِ مقصد کي حاصل ڪرڻ جو هڪڙو ئي دڳ آهي. ان ڏس ۾ سائنس کي عورت ذات جو سنگي، ساٿي، همجولي ۽ همراز بڻجڻ کپي! عورت ذات کي پنهنجي قسمت جي فيصلي جو اختيار ملڻ کپي !! ڪيس اهو قطعي اختيار هجي ته هوءِ ماءُ بڻجڻ چاهي ٿي يا نه !!!

ان سموري مسئلي جو حل صرف ۽ صرف اهو ئي آهي. ان طرح عورت مڪمل طور آزاد هوندي ۽ پوءِ ايندڙ ٻار جي دل ۽ جان سان آجيان ڪندي. ماءُ خوشي سان ٻارن کي سيني لائيندي ۽ گهر خوشين ۽ شادمانن جا ٽهڪندڙ وجود لڳندا !

اهي انسان جيڪي غلامي کي آزادي جي ڀيٽ ۾ ڀلو سمجهن ٿا، جيڪي دٻ کي چاڻ کان بهتر راه نما سمجهن ٿا، جيڪي محض فرمانبردارن کي نيڪ سمجهن ٿا، جيڪي جهالت کي اهڙي زرخيز سر زمين سمجهن ٿا جتي سدا چڱائي جا مهڪندڙ گل ٽڙن ٿا، انهن کي هڪ ڏينهن افسوس سان هٿ مهٽڻا پوندا ۽ منهن ڏيکارڻ جهڙا نه رهندا!

جيڪي انسان سمجهن ٿا ته روشني چڱائي جي ويري آهي، نيڪي اونده ۾ واسو ڪري ٿي ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ فطرت جي رازن کي پروڙڻ - جنهن ۾ سندن ئي ڀلائي آهي - خطرناڪ عمل آهي، ان خيال تي سراپجي ويندا ته، آخر ذهانت سفلي جذبن تي غالب پئجي ويندي.

مان ان ڏينهن جو منتظر آهيان جڏهن ماڻهو ڄاڻ جي بنياد تي ۽ پنهنجي نيڪ رهڻي ڪارڻ ايذاءِ ۽ بيماري کي دائمي مڃڻ کان انڪاري ٿيندو ۽ دنيا ۾ برائين جي ڦهلاءُ ۾ قطعي شريڪ نه ٿيندو.

جڏهن اهو وقت ايندو ڪوٺ ڪڙا ڪري پوندا، اونڌانهان بندي خانا روشن ٿي ويندا ۽ ڌرتي تان سرڪٽيون هميشہ هميشہ لاءِ ختم ٿي وينديون. غربت ۽ ڏوهہ جو خاتمو ٿيندو. خيرات لاءِ ڪنهن جو هٿ بہ ڦهلايل ڪونہ ڏسبو ! اهڙا هٿ ماضيءَ جو وسريل قصو بڻجي ويندا. سڄو سنسار ٻڌي وان، نيڪ ۽ آزادي جي آسودگي سان همڪنار ٿيندو !

(IX) ياڳ نائون

ڌرم ڪڏهن بہ انسان ذات جو نيتارو نہ ڪندو ڇو جو اهو غلامي جي علامت آهي.

انسان ذات جي بهتري ان ۾ آهي تہ خوف جا ڪوٺ ڪيرائي، بند ڊاهي، آزادي سان ڳاٽ اوچوڪري سڌو بيهي ايندڙ وقت کي مُرڪي منهن ڏئي.

بهتر آ تہ ڪجهہ وقت لاءِ پاڻ کي بي خبر ڇڏي ڏيون. انڌي دنيا جي ٻل تي لهرن موجن جي وهڪري سان گڏ وهندا رهون. سوچن ۽ سپنن کي اٽيندا رهون، پنهنجي ٿرڪندڙ حيات جي حد بندين کي وساري ڇڏيون.

مقصد ۽ منزل جي اوَن کان بيگانا بڻجي ذهن جي چترشالا ۾ ٽنبي هٽي ماضي جي محبوب ياڪرن ۽ مٺين کي ٻيهر محسوس ڪريون !

زندگي جي پريات ۾ جهاتي پائي موهندڙ وچڙيلن کي وري پسڻ جو جتن ڪريون - تہ جيئن آئيندي لاءِ سهٽا صنم خانا جوڙي سگهون.

ديوتائن جي نلهن واعدن ۽ اجاين ڏمڪين کان بي نياز ٿي پنهنجي رڳ رڳ، ۾ خوشيءَ ۽ مسرت جي اُجهل اُڇل محسوس ڪريون. ائين ڪرڻ سان ڪنن ۾ نہ صرف جنگي ڏنون گونجنديون نہ ٻڌي سگهجن ٿيون بلڪ بي خوف دل مان اتپن ٿيل زندگي سان معمور ترانا بہ سُٽي سگهجن ٿا!

پوءِ پاڻ کي بيدار ڪري ڪارائتا ڪم ڪريو. پنهنجي آدرش کي حاصل ڪريو. پنهنجي سوچ کي هڪ اڏام ڏيو. جيئن ماکي جي مَک گلن مان ماکي حاصل ڪري ٿي، تيئن رواجي شين مان آب حيات حاصل ڪريو.

تربيت يافتہ نگاهن ۽ مستحڪم مزاجي سان سچ کي پروڙيو، اڄ کي گذريل تارن سان ملائي ڏسو، چاڻ وڌايو، هيٺن جو بوجهہ گهٽايو، ذهن جي اوسر ان ريت ڪريو جو حق سچ کي ٻچائي روحاني محل اڏايو !

اهو ئي حقيقي ” ڌرم “ آهي. اها ئي سچي پوڄا آهي.

## 3 . فن ۽ اخلاقيات

فن اظهار جو اعليٰ ترين وسيلو آهي ۽ اظهار خاطر ئي وجود رکي ٿو. فن ذريعي خيالات صورتگري اختيار ڪن ٿا. صورت گري پنهنجي خواهشون، چاهتون، سوچ ۽ بڌل تخليقي جبلت ۽ ذهني اپڄ آهي ۽ ولولو بہ. جيڪو رنگ روپ، نکار ۽ سوڀيا بخشي ٿو.

هن جهان ۾ ڪامل خوبصورتي يا اخلاقيات ڪونہ آهي. اسان صاف طور محسوس ڪيون ٿا تہ سونهن ۽ سُياءُ نسبتي آهن. خبر ناهي ڪيئن انساني ذهن ۾ ۽ خاص طور افلاطون کي اِهو بي تڪو ويچار آيو تہ خيال مادي شين جي وجود کان اڳ پيدا ٿيا. گهٽ ۾ گهٽ جيستائين انسان جو تعلق آهي تہ ان جا خيال اردگرد ماحول ۾ موجود شين جي عمل ۽ ردعمل جي اثر تحت پيدا ٿين ٿا ۽ جيتري قدر انسان جو تعلق آهي تہ شين جو وجود خيالن کان اڳ آهي. انهن شين جي باري ۾ اسان جي ذهن تي اهو ئي اثر هجي ٿو جيڪي ڪجهہ اسان چاهيون ٿا. "ڪامل" انساني ذهن جي پهچ کان ڏورانهون آهي. اسان جي ڄاڻ، هن ڪائنات جي علميت ۽ ان جي اسان تي پوندڙ اثر واري تعلق تائين محدود آهي.

عمل، تجربي ۽ دليل جي بنياد تي "صحيح" يا "غلط" کي اِظهاري سگهجي ٿا. شيون ان حوالي سان خوبصورت لڳن ٿيون جو انهن جي رنگ، روپ ۽ اظهار جي طريقي جي اسان جي ذهن تي ڇڏيل هڪ مجموعي تاثيرءَ جي ڇاپ لڳل آهي. خوبصورتي جو مدار خوشي، پرسنتا، ذهني لڳاءُ، داد ۽ واه واه تي هوندو آهي. جنهن کي اسان سونهن يا خوبصورتي چئون ٿا سا اسان جي زندگي ۾ اسان جي خيالن

سان، يادن سان، تجربن سان، مشورن سان، ماضي جي مسرتن سان، مستقبل ۾ سمايل آدرشن بابت ڪيل اڳتين سان لاڳاپيل آهي.

فن سوچَ مچائي ۽ سنواري ٿو ۽ ضمير کي اجاگر ڪري ٿو. فني تصورات جي ذريعي اسان پاڻ کي ٻئي جي جاءِ تي محسوس ڪريون ٿا. جڏهن فن جا تاڪ بند هجن ٿا تہ مالڪ ڪڏهن پاڻ کي غلام جي جڳهہ تي نٿو ڏسي. ظالم ڪڏهن بہ پاڻ کي مظلوم سان گڏ، تهخاني جي گهميل فضا ۾ ڪڙيون لڳل نٿو ڏسي. مذهبي ڪٽر قاضي ڪڏهن شهيدن جي ٻرندڙ جسمن مان اٿندڙ جو تاءُ محسوس نٽا ڪن. تصور ۾ ٻڌل شخص فقيرکي دان ڏيندي، واپس پنهنجي ڪيسي ۾ وجهي ٿو! پاڻ سان جيڪڏهن ڪا زيادتي ٿئيس ٿي تہ ڪاوڙ ۾ پرجيو وڃي ٿو پر جڏهن پاڻ اڳرائي ڪري ٿو تہ پنهنجو بچاءُ ڇٽي ان کي صحيح قرار ڏئي ٿو. پريم ۽ ديا ڪلپنا جي سنتان آهن.

اسان جي بزرگن ڪافي سنيهہ سان ملٽن، ينگ ۽ پولڪ جون جوڙيل آدرشي ڪويتائون پڙهيون آهن. اهڙن ڌرم پرچارڪ شاعرن اهي ڌرمي شعر پنهنجي پڙهندڙن کي قائل ڪرڻ خاطر لکيا. سندن خيال هيو تہ عوام جا ذهن ڪمزور ۽ بيمار هيا ۽ هو ڪين ڌرمي شعرن جي علاج ذريعي پاڪ صاف ڪري انسان ذات جي پست اخلاقي حالت ۾سڌارو آڻي رهيا هيا. ڪنهن بہ سچي فنڪار ۽ جينيس کي ان علاج واري روئي تي ذڪار پيدا ٿيڻ غير سپاويڪ ڪونهي.

ڌرمي شعر ۽ گيت اهو ثابت ڪرڻ خاطر لکيا ويا تہ "پرهيزگارجيوت" ٻئي جهان لاءِ سيڙپ جيان هئي ۽ جيڪو بہ سندن انهن خلوص کان

عاري، شوق پريل، ڏڪائتز شبدن ۾ سمايل نصيحت تي عمل ڪندو -
پل هو هن دنيا ۾ ڪيترو ئي دکي ڇو نہ هجي پر بئي جهان ۾ ضرور
نوازيو ويندو. انهن ليڪڪن کي وشواس هيو تہ شبدن ۽ ڌرم ۾ چڱائي
۽ شاعري ۾ هڪ قسم جو لاڳاپو هيو. سندن اهو فرض هيو تہ دنيا
واسين جو انهن راحتن جي ڪاهين ۽ ڦاهين طرف ڌيان ڇڪاين. انهن اهو
مقصد آڏو رکي لکيو. اخلاق جي باري ۾ انهن جي هڪ نمايان سوچ
هئي، هڪ رتا هئي. هو پرچارڪ هيا ۽ سندن مول مقصد اهو ثابت
ڪرڻ هيو تہ دنيا ڏاڍي ظالم هئي ۽ هو ليڪڪ ڪيترا نہ پلا منش هيا.
هو اها ڳالهہ سمجهڻ کان قاصر هيا تہ ڪائنات ۾ موجود هر شي جو
وجود نہ صرف انسان جي سوچ تي اثر انداز ٿئي ٿو بلڪ ڪيس خوش بہ
رکي ٿو. جهرمر چمڪدار روشنيون پکيئڙن جي لات هن جي دل ۾
ڪتڪتائي ۽ خوشي پيدا ڪن ٿيون. هو ان جذبي کي سمجهڻ کان قاصر
هئا. هو فنڪارن جي ان خوشي جو اندازو نہ لڳائي سگهيا، جنهن سندن
هٿن کي اها ڪلا بخشي جنهنجي ذريعي هنن پنهنجي سوچ کي رنگن ۽
صورتن جي پالوٹ ڏني. هنن انهن شعرن، تصويرن، مجسمن کي ڪلاڪار
جي ذهن جي پيداوار نہ ڄاتو جنهن تي بلا شڪ، سمنڊ، آسمان، سج تارا،
گل گلزار، پيار، محبت جو اثر هيو. هو ان خوشي واري جذبن کان بيگانہ
هيا. هنن جياپي کي محض سدا جي فرض ادائيگي سمجهيو. هنن کي
سکيا ڏيڻ، تبليغ ڪرڻ جو شوق هيو، ٻين تي نکتہ چيني ڪرڻ ، براين
کي وڌائي بيان ڪرڻ ۽ پاڻ کي سيني نيڪين جو مجسم قرار ڏيڻ هيو.

سندن نظر ۾ فن رڳو "پوتر ڪتاب" جي وڪري، مخصوص لاڙن جي
اظهار يا پينو تبليغي جي وياکياڻ تائين محدود هيو. انهن سيني جي
تمنا هر انسانيٰ خوشي کي پوساڻ ۾ پوشيده هئي!

زرخيز ذهن، موجي ماڻهو، هنن جي سوچ مطابق، ڪنهن تہ نگ هيٺ، پنهنجي ذميواري ۽ فرض وساري وينا هئا. شاعراڻو جذبو، ڪين پنهنجي ان هلڪڙائپ ۽ بدبختي ڪان ڇوٽڪارو ڏياري، واپس ساڳئي راه تي گامزن ڪندو. هنن جي پليٽ ۾ هڏائون پڄرو دسترخوان تي موجود هيو، جنهن جي هڏن جي ڪڙڪڙ ڪي ترنم قرار پئي ڏنو ويو! للڪار ۽ تباهي جي آيي تيل آگر، منڙي مرڪ جي آڏو جرئت جو مظاهرو ڪري رهي هئي!!

انهن اخلاق جي نيڪيدار شاعرن "غيرمبارڪ سچائين" جي سڪيا ڏني ۽ زندگي جي راه ۾ خبردار، خطري جا "نشـــان" نصب ڪري قبر جو دڳ ڏسيو. محبوبن آڏو وڏي اتساهہ سان موت جا منظر چٽيا، گلن ڪي پيرن هيٺيان لتاڙي پريمين لاءِ ڪندا وڃايا! جوانن جي زردي مائل چهرن ڪي پسي سرها ٿيندا هئا، گنڀيرآواز ۾ جهور اوستا، ضعيفي ۽ بي جان مٽي جو ورنن ڪندا رهندا هئا.

انهن شاعرن موجب خوشي ۽ چڱائي گڏ هلي ئي نہ ٿي سگهيا. سندن تلقين مطابق اپار احسان مندي جو احساس، هردم بندي جي من ۾ سمايل هئڻ گهرجي. هنن برتري وارو مقام اختيار ڪري ورتو هو. هنن مطالعو ڪندڙ ڪي ڪوڙو ۽ بدچلن قرار ڏنو. سندس مونجهاري ۽ بدراهي جي الزام مان هنن خوب مزو ورتو. آزار ۽ پيڙا انيڪ رنگن ۾ رڱي ان ڪي چٽيءَ طرح بيان ڪيو. انساني جيوت ڪي ناڪاره ۽ انسان ذات ڪي حقير- ۽ اڻ ڏٺل دنيا جي خوبصورتين جا دل ڪولي داستان گهڙيا. پر اندر جي دنيا ڪان بلڪل بي خبر هئا. ان ڄاڻ ڪان عاري هئا، تہ پيار ۽ ولولي ڪان سواءِ ڪا نيڪي نہ ٿي جنمي، ۽ اصل ۾ پريم جي جذبي ۾ ٻڌل انسان ئي نيڪي جو مجسمو آهي.

فن جو اخلاق يا بد اخلاقي سان سڌي طرح ڪو واسطو ڪونهي. پنهنجي وجود جو پاڻ ئي ذميوار آهي ۽ پنهنجي لاءِ ئي حرڪت ۾ رهي ٿو!

جيڪو فنڪار ناصح بڻجڻ جي ڪوشش ڪري ٿو اهو دراصل پرچارڪ آهي. جيڪو وري بداخلاقي جي ترغيب يا اشارو ڪري ٿو ان کي ڏوتو يا دلال چئجي تہ برو ناهي!

اگهاڙپ ۽ فطري لباس، بي لباسي ۽ فطري پوشاڪ جي وچ ۾ بي حساب فرق ۽ ويڇو آهي. احساس ۽ ڄاڻ کان عاري، پويتر فطري لباس پهريل انسان جي ڀيٽ ۾ اهڙي ڪپڙن ۾ ملبوس انسان، جن ذريعي اگهاڙپ جي احساس جي نشان دهي ٿئي يا اشارو ملي يا ڄاڻي واڻي نمائش جي اڻ لکي ڪل پوي، لاءِ ڏڪار پيدا ٿيڻ فطرتي عمل آهي. بي لباسي کي اخلاق سوز چئي سگهجي ٿو - ۽ فطري لبادي کي پويترا!

قديم يوناني مجسمہ، جيڪي پنهنجي فطري لبادن ۾ عظيم موهيندڙ ڏيکاربا آهن، سي ڪپڙن جي ڍڪاوءَ واري تهمت کان ڏور ڪنول وانگيان بي عيب هيا - ۽ آهن. منجهن ائين چمڪ ۽ مهڪ واسيل اٿن جيئن صبع جو تارو اَسرَ جي خوشبودار ماڪ ۾ لرزندو نظر ايندو آهي.

اخلاق عمل ۽ ماحول جي وچ ۾ هم آهنگي پيدا ڪري ٿو. انکي مزاج جو سُر بہ چئي سگهجي ٿو. موهيندڙ مجسمي کي تناسب جو نغمو سڏڻ بيجا ڪونهي، جئين هڪ عظيم چتر رنگ ۽ روپ جو گيت پاسندو آهي. آفاقي مجسمو محنت جي تخليق ڪونهي بلڪ پرم آنند جي رچنا هوندو آهي! ساڳي طرح مصوري جي شاهڪار جي تخليق مان نہ ٿڪاوٽ محسوس ٿيندي آهي ۽ نہ وري جان فشاني جو احساس ٿيندو آهي.

جيترو عظيم ڪم اوترو آسان! شاندار ۽ عظيم زندگانين ۾ "جتن" جو امڪان گهٽ رهي ٿو. اهي احسان مندي، ذميواري ۽ فرض جي بندڻن کان بي پرواهه هونديون آهن! فرض ادا ڪرڻ جو ويچار اڳتي هلي بيزار ڪندڙ محنت جو روپ ڌاري ٿو. جيڪو صرف ڪنهن ڪامل انسان اندر آنند جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو.

جيڪو فنڪار ڪو "اخلاقي ڪُليو" لاڳو ڪرڻ چاهي ٿو ته انکي تخليقڪار بجاءِ محنتڪش ڪونڻ گهرجي. ان عمل سان جينيس جي آزادي ڪسجي وڃي ٿي ۽ هو هڪ عام شهري جي صورت اختيارڪري وٺي ٿو. .هڪ عظيم چتر رنگ روپ جو اعليٰ امتيازي نمونو هوندو آهي: جيڪو ڪنهن جي محنت جو ڦل ڪين ليکبو بلڪ هن لاءِ مسرت جو ڪارڻ بڻبو!
" تناسب جو نغمو" سچي فنڪار جي آتما کي متاثرڪري ٿو- ۽ سنديس جسم" سيمفني" جي سُرن تي، غير ارادي طور، رقص ڪندو نظر اچي ٿو! ڪوئي سوچي نٿو سگهي ته جن عظيم هٿن قديم لافاني مجسمه تخليق ڪيا انهن ڪڏهن يوناني نوجوانن کي صرف ماڻ پيءُ جي مجتا جي سکيا ڏني هوندي. اها يقين ڪرڻ جوڳي حقيقت ڪونهي ته "مائيڪل اينجيلو" پنهنجي"بي تڪي" - ۽ ڪنهن حد تائين "ڪريل" پينٽنگ "روزحساب" اٿلي جي چورن، لٽيرن کي سڌارڻ خاطر تخليق ڪئي هوندي. موضوع جي چونڊ ته سندس مالڪ جي هٿي پر تصوير ۾ رنگ پرڻ فن جو ڪمال هيو جنهنجو ڪنهن اخلاقي درس سان ٽر برابر به تعلق نه هيو. اسان يقين سان چئي سگهون ٿا ته مشهور مصور "ڪوروٽ " جيڪي بي انتها شاعراڻا قدرتي منظر چٽيا، ڪٿيائون پينٽ ڪيون. پراڻين پٽين تي انگور جون سڪل وليون -۽ بي رنگ بيد مجنون، خاموش چشمه، روشن سبززارن تي چرندڙ مال - انهن مٿان ماءُ جي ڇاتيءُ جيان ٻاجهارو آڪاش

بہ چئيو پر، ان تخليق دوران کيس پوئيٽر" ڏهن حڪمن" جو ٿورو بہ خيال نہ آيو هوندو. اخلاقي فن ۽ سچي فنڪار جي تخليق ۾ اجهو ائين فرق ٿئي ٿو جيئن نيڪيءَ ۽ ظاهرداريءَ ۾ تفاوت آهي!

اهي ناول نگار جيڪي ٻين تي، بقول انهن جي، "اخلاقي سچائيون" مڙهڻ چاهن ٿا سي فنڪار نہ ٿا رهن. اهي ٻن قسمن جا ڪردار، نمونا ۽ خاڪا جوڙين ٿا. هڪ تہ اهي جن جو ڪڏهن ڪو وجود ئي ڪونہ هيو، ٻيو تہ جيڪي ڪڏهن ٿي نہ سگهندا. حقيقي ڪلاڪار ائين نہ ٿا ڪن. انهن جا ڪردار اهڙا فرد، فطري ماڻهو هجن ٿا جن ۾ تضادات ۽ ٻي ميل خيالن جي وهڪ هجي ٿي، جن بنا انسانيت اڌوري، نامڪمل لڳي ٿي. عظيم ڪلاڪار فطرت آڏو آئينو رکن ٿا جنهن مان فطرت جا هوبهو ساڳيا عڪس ملن ٿا. اخلاقي يا غير اخلاقي قدرن وارا ليکڪ، جي ائين ڪٽي چئجي، تہ اهي جن آڏو فن ڪان سواءِ ٻيا بہ مقصد آهن تہ هو ڪُٻا، لَڪا يا ڪڙڪٻيتا شيشا استعمال ڪن ٿا جنهن جي ڪري بگڙيل ۽ پوائتا عڪس نظر اچن ٿا. غير تخليقي ناول نويس ناممڪن يا نيارو ڪردار گهڙن ٿا. عظيم فنڪار آفاقي موضوعن کي ڇهن ٿا. هنن جا قول ۽ تخليقي عمل، متي اٿندڙ لهر سان يڪ وجودي ميل رکن ٿا ۽ قدرتي وهڪري سان هم آهنگ آهن. سندن تخليقون ۽ شاهڪار انسان ذات لاءِ ۽ وقت اندر جاوداني جي حيثيت رکن ٿا.

اڪيچار سڌارڪن جو اهو مقصد رهيو آهي تہ ولولي ۽ جذبات کي نهوڙجي، خواهشات کي ختم ڪجي. جيڪڏهن اهو مقصد پورو ٿي ويو تہ پوءِ زندگي هڪ بوجهہ بڻجي ويندي جنهن ۾ محض هڪ خواهش رهجي ويندي: ختم ٿيڻ جي خواهش! جڏهن تہ فن يا شوق ولولي کي

اڀاري ثقويت بخشي ٿو ۽ زندگي کي رنگ، رونق ۽ جان عطا ڪري ٿو. تخليقي عمل ذريعي جذبن کي اثر بڻائي ٿو، افق ۾ وسعت پيدا ڪري ٿو. جڏهن ته حيات جون ضرورتون صرف قيد خانا ۽ گهم آلود تهخانا تعميرڪن ٿيون. فن جي زندگي بخش اثر تحت ديوارون وسعت اختيار ڪن ٿيون، ڇتيون آسمان ڇهڻ لڳن ٿيون - ۽ پوءِ اهو هڪ پويتر مندر بڻجيو پوي!

فن ڪو اپديش ناهي ۽ نه وري فنڪار اپديشڪ آهي. فن جي تڪميل اشارن ڪناين ۾ پوشيده آهي. فن سونهن کي سنواري ٿو. فن ۾ "ڪاملتا" سياءُ ۾ ڪوملتا ڏانهن نئين ٿي. سُرن جو آهنگ، غيرارادي طور، زندگي اندر تناسب جي تلقين ڪري ٿو. جيتوڻيڪ پکين جي لات ۾ ڪو اخلاقي درس نه هوندو، پوءِ به ڪنن ۾ انسانيت جو سُر ٻُرندو رهندو. فطرت ۾ سدا موجود سونهن ۽ ڀاڄهاري ۽ قدر شناس آهي، اها نه هلاڪ ٿي ڪري ۽ نه وري ڇينيي ٿي! اها پنهنجو پاڻ ۾ ازل کان ئي ٻهڪڻي آهي. گلاب جي مخملين ۽ خوشبودار پنکڙين اندر اگر اهڙا متا اڪريل هجن ها ته حرڪتي ٻارن کي رڇ ڪائي ويندا يا ايمانداري سني پاليسي آهي وغيره ته يقيني طور اهي انسان کي ڪين وڻين ها. فن اڻ لکي انداز ۾ اهڙي ماحول جي اڏت ڪري ٿو جنهن ۾ نيڪي، موزونيت ۽ وڻندڙ واٽون پنهنجو پاڻ واڌ پکڙين ٿيون، جيئن بارش ٻج کي ڪجهه نتي سيکاري يا سج جي روشني گاه، ولين ۽ گلن لاءِ ڪي قاعدا ڪين جوڙي رکيا آهن! ڪامل حقيقت ۾ سمايل ازلي دلسوزي ۽ ٻاجهه انساني دلين کي پڇائي نرم ڪرڻ جو باعث بڻبي آهي.

هي سنسار ذهن جي لغت جيان آهي ۽ مختلف شين جي ان لغت ۾ ڏاها انسان متضاد ۽ ناموافق جي مقابلي ۾ مشابهتن، موزونيت ۽ هڪ

جهڙاين جي جاکوڙ ڪندا رهن ٿا. ان کان سوا ۽ اختلاف ۾ اتفاق، تضاد ۾ تائيد جا ڳولائو - بہ لڳن ٿا. ٻولي محض تصويرن جو ميڙاڪو آهي. هرهڪ لفظ فن جو مظهر آهي، هرهڪ تصوير هڪ آواز جو روپ وني ٿي ۽ آواز هڪ نشان جو ۽ هي نشان دنيا کي نہ رڳو آواز پر تصوير بہ ڏئي ٿو. جيڪي ذهن ۾ چانئجي وڃن ٿا ۽ انهن لفظن سان جيڪي ڪڏهن تصويرهئا، ٻيون نيون تصويرون جوڙجن ٿيون.

عظيم چتر، مجسما ۽ عاليشان منظر لفظن جي بدولت ئي چٽيا ۽ تراشيا ويا آهن. اهي اڄ بہ ايترائي تروتازه لڳن ٿا جيترا ان وقت هيا جڏهن اهي انسان جي لبن مان نڪتا هئا. پينيلوپ (جيمس جوائس جي جڳ پرسڌ ناول "يوليسس" جي مرڪزي ڪردار، يولينسس جي پاڪ دامن گهرواري) ويچاري اڃان ڏولاون ۾ آهي، سُٽ سلجهائي ٿي، اٽي ٿي - ۽ انتظار جي مورت بڻي ويني آهي. يوليسس جي ڪمان جهڪيل آهي - ۽ سامهون واري حصي کان تيرن جو وسڪاروآهي. "ڪارڊيل" پڻ ڳوڙها ڳاڙي رهي آهي.دنيا جي وڏي ۾ وڏي "چتر شالا" شيڪسپيئر جي ڪتابن ۾ موجود آهي. "ويٽيڪن " (روم) ۽ " لو وَري" (فرانس) ۾ موجود مشهور چتر ۽ قيمتي شيون، سنگ مرمر پنهنجي تازگي ۽ روپ وڃائيندا وڃن ٿا - ڪي تہ پڄي پري رهيا آهن. ان جي ڀيٽ ۾ شيڪسپيئر جي ڪتابن ۾ موجود سدا بهار رنگ هن جي هر ڪردار کي تڪميل جو درجو بخشي، حيات آفريني جي اوڄي جذبي ۾ ڍالي، ان اندر سدا ڀڪندڙ جلوو ۽ جاودان تحريڪ پسائي رهيا آهن.

سچ کان سواءِ هر ڪنهن شي کي لبادي اوڙهڻ جي ضرورت ٿئي ٿي. ننڍڙي ڳدي وارا انسان فطرت کان شڪجن ٿا. پاڪندي رڳو اهڙن جذبن

جو ڏيک ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا جيڪي هو محسوس نہ ٿا ڪري سگهن.اخلاقي شاعري هڪ مانيٽي واهي جيان آهي جيڪاڪڏهن ڪنارن مٿان ڪونہ وهي نڪتي آهي.ان مٿان اهڙو بند ٻڌو ويو آهي جنهن هيٺان، بغير ڇيهو رسائي ڪو نئون منفرد خيال يا احساس عدم جي اوڙاهہ ۾ وهيو وڃي ٿو! ان سوچ جا حامي دائمي فطرت جي ڪرشمہ سازي جي متعلق بي بنياد جواز پيش ڪن ٿا ۽ پريم جهڙي پويترجذبي کي هڪ پاپي ۽ ڏوهاري جيان ڏسن ٿا! اخلاقي چترڪار رڳو پير، منهن ۽ ڇنل ڦاٽل ڪپڙا چٽين ۽ تراشين ٿا ۽ بدن کي برائي جو مظهر قرار ڏين ٿا. جنهن شي کي چٽيءَ طرح پيش ڪرڻ جي صداقت کان وانجهيل آهن ان کي ڇل ول ڪري لڪائين ٿا. ضرورت جي نظريي تحت پنهنجي وچولي درجي واري لياقت کي اخلاقي معيار قرار ڏيندي مثالي نرلجائي سان ان کي اعليٰ گڻ ڪوٺين ٿا! ان کان علاوه بي علمي کي پويترتا جو بنياد ٺهرائيندي دعويٰ ڪن ٿا تہ ”چڱائي“ هميشہ ”انڌن“ (مت موڙهن) جي صحبت ۾ ڦلندي آهي!

پيارءِ جذبات جو علم قدرت جي ڄاڻ جو سڀ کان وڏو مظهرآهي. فن اظهارجي تاريخ جو وسيلو آهي. انسان کي پنهنجو اصل باطن ڏيکاري ٿو.جذبات جون ڪاهيون ٽپائي ٿو. پيار جون گهرائيون ۽ بلنديون سمجهائي ٿو.

انسان جي ذهن ۾ جيڪي ڪجهہ آهي ان جي ڀيٽ ٻاهرئين دنيا جا نظارا ان جي اتساه لاءِ ”نہ“ جي برابر آهن. هي جبل، سمنڊ،سج چنڊ تارا ايترا لياثيندڙ ناهن جيترو ويگنرجو سنگيت! (مشهور جرمن آسٽرين موسيقار) هي ٻُرج ٽرائيلس ۽ ڪريسيدا، هيملٽ يا ڪنگ ليئر پڙهڻ کان پوءِ

پتڪڙا لڳن ٿا. ان سورهيائي اڳيان هي، چند سچ تارا ڇا آهن، جنهن جي آڏو عذاب، ايذاءِ ۽ اجل بہ ڪجهہ نہ آهن. انسان جي دل آڏو سمنڊ، ستارن جي حيثيت خسيس آهي! عظيم مجسم آڏو قيمتي پٿرن جي ڪاٺين جي حيثيت تڇ آهي!!

فن مهذب بڻائي ٿو، روشن فڪر، سگهارو ۽ ممتاز بڻائي ٿو. فن سونهن ۽ جذبات سان حسنِ ڪمال سان ورتڻ ڪري ٿو. اهو دلين جو دلبر آهي. انسان سان وهنوار ئي انسان کي عظيم بڻائي ٿو جنهنجي لاءِ انساني جذبن، انديشن، اميدن ۽ امڪانن جي موافقت ضروري آهي. ڪو بہ مصور محل جو چتر نہ بڻائيندو ڇو جو ان چتر ۾ دل کي ڇهي وڃڻ لاءِ ڪجهہ ڪونہ آهي. اهڙو چتر رڳو پابندي، فرض جي ادائيگي وارو ۽ رواجي هجي ٿو. ڊپ، بوجهہ، ٿڪ ۽ نيستي وارو ڪم لڳي ٿو. هڪ تصويرجنهن ۾ هڪ ننڍڙو گهر، انگور جي ول، سادہ جيوت، قدرتي روشني، ڇانوَ، ميون سان ڀريل وڻن جون جهڪيل ٽاريون، ڪلنڊڙ ڪيڏنڊڙ ٻار، مکين جي ڀڻ ڀڻ جو چٽيل منظر دنيا جي صحرا ۾ هڪ غزل، هڪ مرڪ لڳي ٿو.

مخمل جو ويس اوڙهيل ۽ هيرن جواهرن سان جهنجهيل خوبصورت عورت جو چتر هڪ معمولي تصوير لڳي ٿو. آزاد نہ، جڪڙيل ڏسجي ٿو. هو خوشي جي تصوير ڪان ڪوهہ پري ڏسجي ٿي. سوچ ۾ ميڪانيڪي لڳي ٿي. هر وڏي ڪلا ۾ توهان کي مونجهاري جو چٽ ۽ آزادي ملندي ۽ هر ڪلاڪار ۾ ڪجهہ اڙٻنگائپ جو اهڃاڻ ملندو جيڪو جينيس هئڻ جي ضمانت آهي.

عورت جي فطري لباس اوڙهيل جسم کي فنڪارن پاڪيزگي ڏني آهي.
هر يوناني مجسمو مائرن ۽ ڀينرن جي وڪالت ڪري ٿو. انهن مجسمن
مان سنگيت اپري ٿو، جيڪو دلين کي ڪوملتا ۽ بندگي جي پاونا سان
پُرڪري ٿو. اندر ۾ عزت، احترام ۽ سچ جو مچ مچائي ٿو.

روم ۾ ”وينس دي مائيلو“ جو قديم مجسم، ڇيهو رسڻ جي باوجود،
پنهنجي عظمت، سونهن ۽ وقار ۾ لاثاني آهي. سنديس وجود انسان ذات
جي رفعت ۽ سرفرازي جو باعث آهي! اهو وقار ۽ خوبصورتي جو هڪ
معجزو آهي - لا فاني عورت لاءِ هڪ بي نظير ”خيال“ سنگ مرمر ۾
هڪ پوشيده نغمو! عورت جي مهانتا ۽ شان شوڪت جو اسرار آهي.
پٿرن جو راڳ آهي. ان جا سپيئي سُرتال پاڻ وساريندڙ، الوهي آنند ۽
مسرت جي سنگم تي يڪ وجود ٿي وڃن ٿا!! - ۽ پوءِ گيان جي ڏيان
واري راحت بخشندڙ ڊگهي سانت !!! نيڻ پريم جي سماڌي ۾ مگن - ۽
ڇاتيون معصوم ٻالڪ جي سپني ۾محو، دنيوي آلودگي کان دور.

تخليق شاعري، نہ جوڙجڪ آهي. ذهانت درگذر خوشي آهي. غيرذميواري
آهي. هوشياري ۾ ملبوس جتن کي شاعري نہ ٿو چئي سگهجي - اهِا
”حسابي“ قلابازي آهي. جينيس جي شاعري آتما، تياڳ ۽ نرموهي
عنصرن ۾ ڳوهيل هوندي آهي. ان ۾ آنند ۽ غيرذميواري جا جزا بہ
سمويل هوندا آهن. اها ترنگ ۽ لهرن جي لاهہ چاڙهہ ۾ - روين ۽ نتيجن
کان اڻ ڄاڻ - تاقوڙا کائيندي اڳتي وڌندي رهي ٿي. ڪن پَل لاءِ ائين لڳي
ٿو ڄڻ ”سبب ۽ نتيجي“ وارو ڪليو ميٽجي چڪو آهي، ۽ آتما آزاد اڏام
پئي ڪري! اها هر ليکي چوکي جي بندشن کان آزاد آهي. حدون ڄڻ
ميٽجي چڪيون آهن، فطرت هر اداري جي تڪميل ڪندي نظر اچي ٿي،

صرف "آدرش" اڪيلو نمايان آهي - ۽ سموري ڪائنات جڻ هڪ "سيمفني" جو روپ ڌاري چڪي آهي!

هرذهن فن جي گيلري آهي ۽ هر شخص ڪنهن نه ڪنهن حد تائين ڪلاڪار آهي. هي لاجواب چٽر، هي امر مجسم جيڪي اڄ دنيا ۾ ديوارن، ڪلا شالائن جي سونهن ۽ سوڀيا جو باعث آهن ۽ لازوال ادبي فن پارا جيڪي ادبي جڳ ۾ جڳ مڳ پيا ڪن تا سي دراصل انساني ذهن جي گيلري مان ڪنيل آهن! هڪ ڪلاڪار پنهنجي ذهن ۾ موجود خاڪن ۽ تصويرن کي ٻين جي گيلرين مان ڪنيل تصويرن سان ڀيٽ ڪري ٿو. هر هڪ مان پنهنجي سوچ مطابق جيڪي حصا وڌيڪ موزون لڳن تا سي ڪٽي انهن کي گڏ ڪري چٽر يا مجسم جوڙي پنهنجي خيالي ڪمال جو نمونو پيش ڪري ٿو.

خواهشن، چاهتن، وجداني ڪيفيتن، پيشن گوئين جي اظهار، اندروني اڌمن ۽ ولولن کي رنگ روپ بخشڻ، يادن کي لفظن جي صورتگري عطا ڪرڻ، پريات جي پويترتا، ٻپهري جي شوڪت ۽ تندي، نما شام جي ڪوملتا، رات جي اسرار ۽ جلوي کي آوازن جي ڇڄ ۾ حيات بخشڻ، عدم کي قابل ديد ۽ ڇهاءَ لائق بڻائڻ - ۽ سنسار جي عام شين کي ذهن اندر سدا وسندڙ زمرد، پکراج، هيرن، موتين سان جڙي املهه بڻائڻ کي ئي فن چئجي ٿو!!

## 4. وهم

### (I) پاڳ پهريون

وهم جو بنياد "جهالت" آهي.ان مٿان اڏاوت "ويساه" آهي، گبنذ "اجائي" اميد جااهيڃاڻ آهن . وهم جهالت جو ٻار ۽ بيحالي جي ماءُ آهي؛ ذري گهٽ هر ذهن ۾ وهم جا ڪجهه ڪکر هجن ٿا..

عورت هٿان برتن صاف ڪندي صافو ڪري پوي ٿو، تہ سمجهي ٿي تہ ڪوئي اڄڻ وارو آهي.

گهڻن ماڻهن کي عورت جي هٿن مان صافي ڪرڻ ۾ ڪنهن مهمان جي آمد عقل جي برعڪس لڳي ٿي. ڪپڙي جو ڪرڻ ڪنهن غير موجود شخص جي دماغ ۾ ملاقات جي خواهش نہ ٿو پيدا ڪري سگهي. ڪپڙو ڪيئن ڪنهن خاص ماڻهوءَ ، جنهن ان ڪپڙي کي ڪيرايو آهي، سان ملاقات جي خواهش پيدا ڪري سگهي ٿو. ڪپڙي جو ڪرڻ ۾ ملاقات جي اميد رکڻ ۾ ڪو لاڳاپو ممڪن نظر نٿو اچي .

ڪو شخص ڪاٻي پاسي چنڊ ڏسي، چوي ٿو " اهو بد سوڻ آهي."
چنڊ کي ڪاٻي يا ساڄي ڪان ڏسڻ يا نہ ڏسڻ ڪنهن بہ طرح چنڊ تي اثر انداز نہ ٿو ٿي سگهي، نہ ئي زمين جي شين تي پوندڙ چنڊ جي عڪس جي اثر يا تاثير کي بدلائي سگهي ٿو. ڪاٻي طرف ڪان چنڊ کي ڏسڻ، ڪنهن بہ طرح سان شين جي مزاج تي اثر انداز نہ ٿو ٿئي، ڪو بدلاءُ نٿو اچي. قدرت ۾ سڀ ڪجهه ساڳي طرح وهي واپري ٿو پل چنڊ کي ساڄي

پاسي کان ڏنو وڃي . اسان کي چنڊ ڪاپي پاسي کان ڏسڻ ۽ ان تي ڪي ممڪن برا اثر پوڻ ۾ ڪو تعلق نظر نٿو اچي.

هڪ ڇوڪري گل جون پنکڙيون ڇڳي ٿي ۽ چوي ٿي ته ”هو“ اچي ٿو، هو ترسي ٿو، هو پيار ڪري ٿو، شادي ڪري ٿو ۽ واپس وڃي ٿو. گلن جي ٽڙيل پنکڙين ۽ ان جي ڇڳڻ جو بلا شڪ ڇوڪري جي عشق يا شادي سان ڪولاڳاپو نظر نٿو اچي ۽ نه ئي ان ۾ ڪا حڪمت آهي، جو هن ان خاص گل کي چونڊيو. ان طرح صوف جي ٻجن جو تعداد ڪنهنجي مستقبل جي چڱائي يا برائي لاءِ ڪجهه نٿو ڪري سگهي.

- ڪيترائي ماڻهو ڏينهن، انگن، علامتن ۽ پٿرن کي خوش بخت يا بد بخت مڃيندا آهن.

گهڻا ماڻهو جمعي جي ڏينهن کي بُرائي ۽ بد نصيبي جو ڪارڻ سمجهندا آهن. سفرشروع ڪرڻ، شادي ڪرڻ، يا ڪا سيڙپ ڪرڻ لاءِ برو سمجهندا آهن. سندن خيال ۾ بدبختي جي علامت آهي!

سمنڊ رستي سفر ڪرڻ سان جمعي جو هوائن ۽ موجن تي ڪو برو اثر ان کان وڌيڪ نه پوندو، جيڪو ٻئي ڪنهن ڏينهن سفر شروع ڪرڻ سان ٿيندو. جمعي کي بد بخت چوڻ جو سبب محض اهو آهي جو ان جي مڃتا رواج ٻڌجي چڪي آهي!

اهڙي طرح چيو ويندو آهي ته 13 ماڻهن جو گڏجي ماني کائڻ خطرناڪ آهي. جيڪڏهن 13 جو انگ خطرناڪ آهي ته پوءِ 26 ان کان ٻيڻو خطرناڪ ۽ 52 چئوڻو خطرناڪ ٿيڻ گهرجي!! جيڪڏهن تعداد جو سوچجي ته 14 ماڻهو گڏجي ماني کائن ته سال اندر مرڻ جو امڪان وڌڻ گهرجي.

لوڻ هارجي پوڻ برو سمجھيو ويندو آهي ۽ جيڪڏهن سرڪو هارجي پوي ته ڪو فرق نه پوندو آهي!
ائين ڇو مڃيو ويندو آهي ته لوڻ بدلي ونڻ وارو ۽ سرڪو معاف ڪرڻ واروآهي؟ ان جي باري ۾ ڪا معقول وضاحت ٿيل ڪونهي.

جيڪڏهن ڪنهن ٿيئٽر شو ۾ پهريون داخل ٿيڻ وارو شخص ٽيڏو آهي ته تماشائي ٿورا هوندا ۽ شو ناڪام ويندو. پهرئين داخل ٿيڻ واري ماڻهو جي اکين جي خصوصي بناوٽ بين ڏسڻ وارن جي لاڙي ۾ ڪيئن ڦيرو آڻي ٿي. ان عمل ۽ ان نام نهاد نتيجي ۾ ڪو لاڳاپو نه ٿو ملي.

" نيلم" پائڻ برو ۽ ياقوت چڱو ڄيو ويندو آهي. اهي پٿر مستقبل کي سٺو يا برو ڪيئن بڻائين ٿا؟ ڪنهن کي خبر ناهي. اهڙي طرح سان هزارين خوش بخت ۽ بد بخت شيون آهن، بد سوڻ، چتاءُ، اڳ ڪٿيون وغيره آهن، پر سڀيئي سمجهُو، باشعور ۽ عقلمند ماڻهو ڄاڻن ٿا ته اهڙي هر ڳالھ ڪل جوڳي ۽ ڇريائپ آهي.

صدين کان اهو باورڪيو ويندورهيوآهي ته چنڊ گرهڻ ۽ سج گرهڻ ڪنهن وبا يا قحط جو اُهڃاڻ هوندا آهن ۽ اهڙيون تبديليون، ڪنهن بادشاه جو موت يا ڪنهن قوم جي تباهي، ڪنهن جنگ يا ڪنهن آ فت جي پيشن گوئي آهي. آسمان ۾ ٿيندڙ سڀيئي تبديليون: وڄ جوڪڙڪڻ، چنڊ جي چوڌاري دائرو، تارن جو ڪرڻ، اسانجي سُڃاڻ وڏڙن کي خوفزده پئي ڪري ڇڏيو ۽ انهن ايندڙ آفتن کي پنهنجي وس آهر قربانيون ڏئي، عبادتون ڪري ٽارڻ جي، هرممڪن، ڪوشش پئي ڪئي. هنن هيسجي گوڏا کوڙي اکيون ٻوٽي غئبي مدد لاءِ پئي ٻاڏايو. پادري لوڪ جن اڄ

جي عقيدي پرست ماڻهن جيان ايشور کي وڏيڪ ٿي سڃاتو. هنن کي انهن آسمانن، گرهڻن، کيوڻ، تارن ڪرڻ جي ڄاڻ هئي. ڪين خبر هئي ته ايشور جو صبر ختم ٿيڻ وارو هو. هو پنهنجي قهر جي ترار تيز ڪري رهيو هو ۽ ماڻهو محض پادرين جو چيو مڃي، مالا جپي يا هنن جي ڏڪڻا وڏائي بيٺي ڪري ڏيڻ سان ئي پاڻ کي بچائي سگهن پيا.

ڌرتي ڌڏڻ ۽ طوفانن ڪارڻ ڪليسا جا خزانا پرجي ويندا ها. مصيبت وقت جوفا ڪنبندڙ هٿن سان پنهنجون تجوڙيون کولي پيش ڪندا هئا. چور لٽيرا گرهن جي اڏمن خوف ۽ بخشائڻ خاطر رات جي اونداهي ۾ ڏنڏ مهل لٽيل مال دولت ورهائيندا هئا ۽ غريب، ايماندار، اپوجهه، نياڻيون، پنهنجي وساريل عبادت جي بدلي رب راضي ڪرڻ لاءِ پنهنجي گڏ ڪيل پونجي پيٽا ڏيندا هئا!

هاڻ اسانکي خبرآهي ته انهن سيني آسماني آفتن ۽ عجوبن جو بادشاهن، قومن ۽ ٻين فردن سان ڪو تعلق ڪونه آهي. انهن جو انسان ذات سان يا پکين پَسن ۽ مِرن سان ڪو لاڳاپو ڪونه آهي. هاڻ اسان کي خبر آهي ته اهي آسماني آفتون ۽ گرهڻ، زمين تي اگر هڪ به ماڻهو نه هجي، ته به رونما ٿين ها.
هاڻ اسانکي ڄاڻ آهي ته اهي گرهڻ هڪ خاص وقت تي ظاهر ٿين ٿا ۽ ان جي باري ۾ واضع طور تي اڳواٽ ٻڌائي سگهجي ٿو.

ڪجهه عرصو اڳ تائين اهو ويساه عام هيو ته ڪَنِ بي جان شين ۾ صحت بخشڻ جي صلاحيت آهي. جهڙوڪ پاڪ عورتن يا مردن جا هڏا، پيوتي، گدلن پينو فقيرن جي ميرن بدبودار ڪپڙن جو ليڙون، ڪنهن شهيد

جا وار، ڪنهن پڳل صليب جي ڪاني يا زنگيل ڪوڪا، ڪنهن عبادت گذار جا ڏند ۽ ننهن، ۽ هزارين اهڙيون ٻيون شيون. روڳي ڪنهن ڏٻي کي چمڻ سان صحت ياب ٿيندا هئا. جنهن ۾ ڪو هڏو رکيل هوندو هو يا ڪا اگڙي يا ڪاٺ جو ٽڪر يا پاڪ وار. پر ان ڪان اڳ يا پوءِ ڪجهه نذرانو پيش ڪرڻ لازمي هوندو هو.

ڪنهن پراسرار نموني ان ڏٻي اندر رکيل هڏي، اگڙي، ڪاني ٽڪر يا وار ان ويساهي بيمار جي باطن ۾ داخل ٿي جاپ ذريعي اندروني شيطان کي تڙي ڪڍڻ جو موجب بڻبا هئا!

انهن شين جي صلاحيت واري ويساه، هڪ ٻئي ويساه کي جنم ڏنو، ته سڀئي بيماريون بد روحن جي ڪري پيدا ٿين ٿيون. چريا مستانا بد روحن جي قبضي ۾ ڄاتا ويندا هئا. عام تاثر هو ته مرگهي ۽ خفقان شيطان جي ڪارستانين جو نتيجو هئا. مختصرن هر دک روڳ کي دوزخ جي خدا (شيطان) جي نمائندن جي ڪارستاني سمجهيو ويندو هو. ساري دنيا ۾ اهو ويساه هوندو هو. اڄ به ڪروڙين ماڻهو اهڙا آهن جن جو ويساه آهي ته هڏا پاڪ آهن، پراڄ ڪو به سڄاڻ ماڻهو جن، ڀوت جي وجود ۾ ويساه نه ٿو رکي. ڪو به سڄاڻ ماڻهو اها ڳالهه نه ٿو مڃي ته بدروح بيمارين جو ڪارڻ آهن ۽ نه ئي ڪو سڄاڻ ماڻهو ان ڳالهه ۾ اعتبار ڪري ٿو ته پاڪ هڏا، پاڪ اگڙيون يا ڪاني جا ٽڪرا يا پاڪ وار ڪنهن بيماري دورڪرڻ جو سبب ٿي سگهن ٿا يا ڪنهن طريقي سان ڪنهن ڏٻري، ضعيف انسان کي انهن وسيلن سان شڪتي يا ڇاڪائي بخشي سگهجي ٿي.

سڄاڻ ماڻهو اڄ ڄاڻن ٿا ڪنهن درويش جي هڏن جي جانورن جي هڏن کان وڌيڪ اهميت ڪونہ آهي. ڪنهن پينو فقير جي ڪپڙن جي ريڙاوتريٺي اهميت واري آهي جيتري ڪنهن درويش جي. ساڳئي طرح ڪنهن گهوڙي جو وار ايتري اهميت رکي ٿو جيتري هڪ شهيد جو وار. اسان کي هاڻ خبرآهي تہ پويترعلامتون ڏرمي ڦندڦيرآهن ۽ ان جو استعمال ڪرڻ وارا گهٽي پاڳي بي ايمان ۽ ان تي پاڙڻ وارا بيٰ انتها ساده ۽ رکيا. تعويذ، ڄادو منتر ۽ جنن پوتن ۾ ويساه محض وهم ۽ ڪوڙو خيال آهي.

اسان جا وڏا رکيا، تعويذن کي شفا ڏيڻ وارو درمل نہ سمجهندا هئا، پر اهو مڃيندا هئا تہ پاڪ شين جي وچ ۾ بد روح اچي ويا هئا جيڪي پاڪ شخصيتن کان ڀڄندا هئا، صليب جي ٽڪري کان ڊڄندا هئا ۽ پاڪ پاڻي ڇڙڪائڻ سان اها جاءِ ڇڏي ويندا هئا. جن پوت انهن پاڪ گهنڊن جي آواز، روشني ۽ سدا سڳوري صليب کان ڇرڪندا ۽ ڀري ڀڄندا هئا. ان دور ۾ پادري سيني تي حاوي هوندا هئا ۽ رکيا، تعويذن کئ پنهنجي ذاتي فائدي جي استعمال جو ذريعو بڻايو هئائون.

<u>(II) ڀاڳ ڀيو</u>

<u>جن پوت ۽ بد روحن جي ويساه جادوگري جي اعتقاد جو بنياد وڌو.</u>

اهو عام عقيدو هو تہ روح جي موت ۾ شيطان وٽ ڏيڻ لاءِ ڪجهہ پُرڪشش شيون هيون: ڪراڙو جهور بيهرجوين ماڻڻ خاطر هرڪجي پوي ٿو. اهو باور ڪيو ويندو هو تہ بد خواه جادو منتر ذريعي حالت بدلائي سگهي ٿو. غريب کي امير بڻائي سگهي ٿو ۽ بي اختيار کي با اختيار بڻائي سگهي ٿو. هن دنيا جون سموريون آسائشون شيطان هٿ هيون. جيڪي ابليس جي برغلاءَ ۾ نہ ايندا ان کي ٻئي جهان ۾ مٿانهون مقام

ملندو پر جيڪو شيطان جو چيو مڃيندو ان کي هن جهان ۾ ئي سڀ ڪجهه ملندو. جادوگري جي ويساه ڏاهن ۽ سياڻن کي گهڻو ڏکويو آهي. ڪين پهتل تڪليفن ۽ ايذا ئن جو اندازو لڳائڻ وس کان ٻاهر آهي. تصور ته ڪيو ڪيترن گهراڻن کي تباه ڪيو ويو آهي. ڪيترن والدين کي جيل اماڻيو ويو، ڪيترن کي عذاب ڏنا ويا. ساڙيو ويو، ٻارن کي قتل ڪيو ويو، ڪيترن ڏٻرن غريب بي سهارا ماڻهن کي چيپاڻيو ويو، ڪيترن کي چيريو ويو، ڪيترن جي جيئري کل لهرائي وئي !

ذرا سوچيو انهن ڏينهن جي باري ۾ جڏهن وهم ۽ خوف جو هرگهر ۽ هر ذهن ۾ واسو هئو. هرمڙهيل تهمت واري کي ڏوهي ٺهرايو ويندو هو۽ حق طلبي کي جرم قرار ڏنو ويندو هو. اهڙو ڪرستاني پاڳل پڻ جو دور هو.

هاڻ اسان چاڻون ٿا ته اهو سمورو عمل وهم ڪارڻ هو. هاڻ اسان چئون ٿا ته اڻ چاڻائي، جهالت انهن سيني عذابن ۽ اذيتن جو بنياد هئي. هاڻ اسان چاڻون ٿا ته ڏائڻن جو ڪو وجود نه آهي ۽ جنن ڀوتن سان ڪو انسان سمجهوتو نه ٿو ڪري ۽ اسان جا اوائلي وڏا ڀليل هئا .

اسان جا وڏا معجزن، نشانين، عجوبن، گرهن، آسماني واقعن، پاڪ هڏن جي برڪت ۽ بد روحن جي صلاحيتن ۾ اعتبار ڪندا هئا. سڀ ڪجهه معجزوهو. دنيا کي جادونگري سمجهيو ويندو هو. روحن جو ڪيڏ جادوگري، حالات ۽ واقعات جي پنيان ڪي قدرتي عوامل نه هيا. شيطان جيڪي ڪجهه چاهيندو هو ڏيندو هو. جنهن به پاڻ هن کي ارپيو ظاهري طور نفعي ۾ رهيو، چڪر باز مزن ۾ رهيا. فطرت ۽ تعقل ۾ اعتماد ئي ڪونه هو. ڀرم وهم جن جادوگري جو راڄ هيو. ساده لوحي ۽ ويساه

ڪوڙن ڪي زبان ۽ پرڏنا. ٻڌي ٻڌائي انڌي منڌي ڪي ئي سچ مڃيو ويو ۽ حقيقت ڪي ڏنو اڻ ڏٺو ۽ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ريٽي ڇڏيو ويو.

## مُعجزو ڇا آهي؟

خالق ڪائنات جي سموري جوڙجڪ جو عمل، بنان ڪنهن تعقل پسندي يا فطرتي قانون جي جواز کان سواءِ!

جيڪڏهن ڪو شخص هڪ مڪمل گول ٺاهي جنهنجو قطر ان جي گهير جو اڌ هجي تہ اهو جاميٽري جو هڪ معجزو هوندو. جيڪڏهن ڪو شخص چار جمع چار نو ڪري سگهي تہ اهو علم رياضي ۾ معجزو هوندو. جيڪڏهن ڪو شخص هڪ ڪرندڙ پٿر جي رفتار هڪ سيڪنڊ ۾ ڏهہ فوٽ ٻئي سيڪنڊ ۾ پنجويهہ فوٽ ۽ ٽئين سيڪنڊ ۾ پنجاهہ فوٽ ڪري سگهي ٿو تہ اهو علم طبعي جو معجزو هوندو. جيڪڏهن ڪو شخص هائڊروجن آڪسيجن ۽ نائٽروجن کي گڏ ڪري سون ٺاهي سگهي ٿو تہ اهو علم ڪيميا جو معجزو هوندو. جيڪڏهن ڪو مذهبي ڄاڻ وارو پنهنجي مذهب کي ثابت ڪري سگهي ٿو تہ اهو هڪ مذهبي ودوان جو معجزو هوندو. جيڪڏهن ڪانگريس ڪنهن قانون ذريعي پنجاهہ سينٽ جي قيمت جي برابر چاندي جو ملهہ هڪ ڊالر ڪري ٿي تہ اهو مالي معجزو هوندو. هڪ چورس کي ٽڪندو ٺاهڻ هڪ معجزو هوندو. آئينو جيڪڏهن سامهون واري جي بجاءِ پنيان بيٺل شخص يا شيءِ جو عڪس ڏيکاري تہ اهو معجزو ٿيندو. پڙاڏو اگر ڪنهن سوال جو جواب ڏي تہ مُعجزو ٿيندو. مختصرن هہ اهو عمل جيڪو قدرت جي اصول جي برعڪس هوندو سو معجزو هوندو.

هاڻ اسان قدرت جي يڪسانيت ( قدرت جي خصلت ) جا قائل آهيون. اسان مڃون ٿا تہ هر شيءِ پنهنجي مزاج ۽ طبيعت آهر ڪم ڪري ٿي. ساڳين حالتن ۾ نتيجا ساڳيا ئي ملندا. هڪ جنس ساڳئي جنس پيدا ڪندي رهي ٿي ۽ ڪندي رهندي. هاڻ اسان اهو مڃون ٿا تہ حالات تي قدرت جو اثر آهي ۽ ڪو بہ ان کان بچيل نہ آهي .

معجزا نہ رڳو ناممڪن پر سوچ سمجهہ کان ٻاهر آهن. هاڻ هڪ سچاڻ شخص اهو باور ئي نٿو ڪري سگهي تہ ڪڏهن ڪو معجزو رونما ٿيو هوندو ۽ نہ ئي ڪڏهن ٿيندو. جهالت ئي معجزن ۾ ويساه وڌائي ٿي.

(III) پاڳ ٿيون

اسان جي بزرگن جي ويچار موجب اونڌهہ ۾ بد روح وسندا هيا ۽ انسان ذات جا ويري هيا . انهن جي ويچار ۾ پاڪ ارواح جو بہ وجود هو، جن جو خدا سان ناتو هو جيئن بد روحن جو شيطان سان. پاڪ ارواح عقيدت مندن کي "ناپاڪ هڪ" جي ڇلَ ولَ ۽ ڦندي کان بچائيندا آهن. پرهيزگار عبادت گذار ماڻهن جي حفاظت ڪندا آهن. سُوري کي ڪندو ڪندا آهن. انهن زهر کي بي اثر بڻايو. ٻالي ڀولي ماڻهن کي بچايو ۽ هزارين طريقن سان عقيدت مندن جي مدد ڪئي ۽ جان بچائي. پرهيزگارن جي ذهنن مان ڪنڪو ختم ڪيو ۽ يقين پختو ڪيو. برهمچارين کي عورتن جي چڪرن کان بچايو ۽ عبادت گذارن لاءِ جنت جا قصا بڻايا ۽ خدا لڳ ماڻهن کي حواسن جي لذتن کان پري رکيو. شيطان کان نفرت سيکاري، مڃڻ وارن ٻارن، وڏن، پرهيزگارن، برهمچارين ۽ درويشن جي پرگهور ڪئي.

روح گهٽڻ قسمن جا هيا. ڪي ته هن دنيا ۾ ڪڏهن آيا به نه آهن ازل کان فرشتا بڻيا آهن. ڪو به يقين سان نٿو چئي سگهي ته هو ڇا ٿي ٿو ته روح ڇا هئا. ڪيئن لڳندا هئا يا هڪ کان ٻئي جڳهه ڪيئن ويندا هئا يا ماڻهن جي ذهنن کي ڪيئن وس هيٺ ڪندا هئا يا انهن تي اثر انداز ٿيندا هئا.

اهو به مڃيو ويندو هو ته سڀني بد روحن جو بادشاه شيطان هو ۽ سڀني پاڪ روحن جو بادشاه خدا. اهو پڻ مڃيو ويندو هو ته خدا سڀني جو بادشاه هو. شيطان پڻ هن جو اولاد هو. هيءَ خدا ۽ شيطان جي جنگ آهي جنهن ۾ هرهڪ انسان جي آتما کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳو پيو آهي. خدا دائمي خوشي ۽ غم کان ڇٽڪاروڏيڻ جو آسرو ڏي ٿو. شيطان هن جهان جي خوشين ۽ آسائشن جا ڇار وڇائي ٿو. جنت جي خوشين ۽ دوزخ جي عذابن جو مذاق ڪري ٿو. بدخواهي سان شڪ جا ٻج ڇڙڪي ٿو.

ماڻهو کي کوج ، سبب ، ثبوت ۽ پنهنجو پاڻ تي ويساه لاءِ برغلائي ٿو. انهن ۾ آزادي جي امنگ اپاري ٿو. زنجيرون ٽوڙڻ ، بند ڀڃڻ ۾ مدد ڪري ٿو ۽ سوچڻ جي صلاحيت ڏئي ٿو. ان طرح انسان جي نسل کي خراب ڪري ٿو.

اسان جي وڏن جو اهو خيال هو ته عبادت ڪرڻ، قرباني ڏيڻ، ٻڪ ڪيڻ يا ڪجهه رسمن جي پوئواري ڪرڻ سان خدا ۽ پاڪ روح جي مددحاصل ڪري سگهن ٿا. هنن کي اعتبار هيو ته شيطان سڀني برائين جو خالق هو.

هنن جو ويساه هو تہ بوڏ، ڏڪار، وبا، طوفان زلزلو يا جنگ ڪڏهن خدا ڪي نہ مڃڻ جي سزا جي طور تي خدا پاڻ نازل ڪندو هو. هنن نوڙت، نياز، ڪنبندڙ زبان سان مهربان ڏاتار کي پنهنجي پاسي موڙڻ جو جتن ڪيو! هنن تعويذ ونڻ، مزارن جي زيارتن تي وڃڻ، پاڪ بيبين ۽ درويشن سان ملڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي تہ بہ آفت ڪونہ ٽري ۽ پنهنجي منطقي انجام تي پهتي.

انسان جي وسوڙيل وڏڙن کي سائنس جي ڪا خبر نہ هئي. عبادت ۽ پادرين جي ذريعي هنن تباه ڪارين کان بچڻ جي ڪوشش ڪئي. خدا، شيطان، ديوتا، دئيت، پاڪ روح ۽ بد روح مطلب سڀني واقعن جو ڪارڻ هنن روحن کي ڄاتو. هنن انهن جو سبب ڪنهن بہ فطري عمل کي ڪين سمجهيو. هرعمل روح جو هو. بد روح انسان ذات کي سزا ڏئي برباد ڪري سگهن پيا، برغلائي سگهن پيا. هي دنيا جنگ جو ميدان هئي جتي جنت ۽ دوزخ جا حواري هر دم جنگ جوٽڻ ۾ مصروف رهيا آهن!

(IV) ڀاڳ ڀوڳون

ڪوبہ سوجهو شخص جيڪو سبب ۽ ڪارڻ ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪري، انهن ۾ توازن پيدا ڪري ٿو، اهو خوش بختي يا بد بختي جي علامتن، ڏينهن يا انگن ۾ مور ويساه نٿو رکي. هو ڄاڻي ٿو تہ جمعو ۽ جمعرات ساڀيا ڏينهن آهن ۽ تيرهن جو انگ ٻارهن کان وڌيڪ موتمار ڪونہ آهي،

هوڄاڻي ٿو تہ نيلم يا عقيق پائڻ وارن تي ساڀيو اثر وجهن ٿا جهڙو پيا هيرا ۽ ڪاوا.

هو ڄاڻي ٿو تہ ڪنهن ڪنواري جي شادي جا امڪان گلن جي پنکڙين يا صوف جي ٻجن جي تعداد سان گھٽن وڌن ڪونہ ٿا.
هوڄاڻي ٿو تہ چنڊ کي ڪاٻي ڪان ڏسڻ اوترو سڀاڳو آهي جيترو ساڄي ڪان پسڻ.

هن کي اها پرواهہ نہ آهي تہ ٿيٽر ۾ پهريون اچڻ وارو شخص ٽيڏو آهي منڊو آهي ٽنڊو آهي يا مڪمل طور تي صحت مند ۽ نيڪ ناڪ.
هو ڄاڻي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن ٻلي ڪي گهر ۾ نہ اچڻ ڏبو تہ گهروارن تي ڪاآفت ڪونہ ايندي.

هن کي ڄاڻ آهي تہ چانڊوڪي رات ۾ چبرو ان ڪري گهوگهو نہ ڪري رهيو آهي تہ ڪو اهم شخص مرڻ وارو آهي.
هو ڄاڻي ٿو تہ اهي آسماني آفتون ۽ گرهڻ زمين تي سڏي طرح اثرانداز ڪونہ ٿيندا. هو سڄ جي اس ڪان، بارش ۾ گاڏڙ برفيلي ڳڙن، بادلن جي گجگوڙ، ڪيوڻ جي ڪڇڻ ۽ بجلي جي ڪرڻ ڪان ڊڄي نٿو.

هو ڄاڻي ٿو تہ اهي سڀ عمل ٿيندا رهندا آهن انهن ۾ انسان ذات جو ٿورڙو بہ عمل دخل ڪونہ آهي . ٻوڏ، طوفان، آنڌي اچي، زمين ڌڏي يا آسمان ڏري پوي تہ بہ تارا ٽمڪندا رهندا. ڏينهن رات هڪ ٻئي جي پنيان دنيا ۾ پيا ايندا ويندا . گل پنهنجي خوشبوءِ پيا ڏيندا. آسمان ۾ انڊ لٺ نظر ايندي، ٻوءِ پل ڪٽي سيپئي ماڻهو مٿي رک ٿي وڃن.

سوچ سمجهہ وارو ماڻهو شيطان جي وجود ۾ يقين نٿو رکي. هن کي يقين آهي تہ جن، ڀوت، منتر، بدروح جو واسو جهالت ۽ ڊنل خيالن ۾ آهي.

هو ڄاڻي ٿو تہ ڪيئن اهي بُريون ڏند ڪٿائون جوڙيون ويون آهن ۽ هو انهن جي مذهبي ڪردار کان پوري طرح واقف آهي.
هو ڄاڻي ٿو تہ سموري دنيا ۾ صدين کان ماڻهن جو انهن جنن ڀوتن ۽ بدروحن ۾ ويساهہ رهيو آهي.
هو ڄاڻي ٿو تہ پادري ڇاهي پروهت جو ان ۾ پختو ويساهہ رهيو ۽ آهي.
اوائلي ڏينهن ۾ عالم فاضل توڙي جاهل ساڳي طرح مت جا موڙها رهيا آهن. بادشاهہ، وزير، فوجي، سپاهي، ڪلاڪار، شاعر، عورت، مرد، غلام يا سزايافتہ مطلب تہ سيني جو شيطان ۽ خدا ۾ هڪ جيترو اعتماد رهيو هو .
ان اعتماد جي پنيان ڪو ثبوت ڪونہ آهي ۽ نہ ئي رهيو آهي.
ان اعتماد جو بنياد حقيقت تي ٻڌل نہ آهي.
ان اعتماد ڪي غلطين، ڪوڙ ۽ وڏاءَ جي حمايت رهي آهي.
غلطيون قدرتي هيون، وڏاءَ اڪثرلاشعوري ۽ ڪوڙ عام طور تي صحيح.
غلطين، ڪوڙ ۽ وڏاءَ جي پنيان اسرار جي چاهت هئي.
اڻ ڄاڻائيءَ ڪري معجزي جون ڳالهيون ڪڙن ڪنن، پٽيل اکين ۽ ٽڙيل واڇن سان ٻڌيون ويندڀون هيون.

فهم وارو ماڻهو ان ويساهہ جي تاريخ کان واقف آهي ۽ هو اهو بہ ڄاڻي ٿو تہ صدين کان مسيحت ئي انهن اعتقادن جي مڙهجڻ جو ڪارڻ رهي آهي.
هو ڄاڻي ٿو تہ "پراڻو عهدنامو" شيطان ۽ بدروح جي ذڪرسان ڀريو پيو آهي . " نئين عهدنامي" جو بہ ساڳيو حال آهي.
هنکي ڄاڻ آهي تہ عيسائي شيطان ۽ بد روح کي مڃيندو رهيو آهي. هن جو ماڻهن مان جن ڀوت ڀڄائڻ مکيہ ڌنڌو رهيو آهي.

هو ڄاڻي ٿو تہ حضرت عيسيٰ پاڻ شيطان جي برغلاءِ ۾ اچي ويو ۽ ان جي مهانتا ڪارڻ ئي مندر جي چوٽي تي پهتو.

جيڪڏهن"نئون عهدنامو" خدا طرفان نازل ڪيل آهي تہ پوءِ مان مڃان ٿو تہ انهن جنن، ڀوتن، بدروحن جو وجود آهي ۽ اهي انسان ذات کي پنهنجي وس ۾ ڪن ٿا.

انهن بد ارواح جي وجود کي نہ مڃڻ شيطان جي وجود کي نہ مڃڻ - ۽ " نئون عهدنامو" جي سچ جو انحراف آهي.

تاريڪي جيٰ انهن نمائندن (بد روح) جي وجود جي ناڪار جو مطلب حضرت عيسيٰ جي لفظن جي مخالفت ڪرڻ آهي.

جيڪڏهن انهن شيطانن جو وجود ڪونہ آهي، جيڪڏهن اهي برغلاٽن ۽ ڏڳ نتا پلائين تہ پوءِ عيسيٰ اڻ ڄاڻ هو، سودائي هو، بي توازن هو، سچو ڪين هو يا " نئون عهدنامو" هن جي چوڻ ۽ ڪرڻ جو صحيح رڪارڊ نہ آهي.

جيڪڏهن اسان شيطان ۾ ويساه نتا رکون تہ پوءِ پراڻي ۽ نئي عهدنامن ۽ حضرت عيسيٰ جي رحماني ڪان انڪاري آهيون ! ٻيو وچولو ڏڳ ناهي. مصلحت ناممڪن آهي.

جيڪڏهن شيطان کي ٻاهر پيڄائي ڪيڻ جا سڀ تفصيل غلط آهن تہ پوءِ رحماني ڪتاب ۾ ڪهڙو سچ آهي؟ صحيح معنيٰ ۾ ڏٺو وڃي تہ باغِ عدن ۾ شيطان جي ڪاميابي جي ڪري ئي عيسيٰ جي اچڻ جي ضرورت

ٿي. ڪفاري جو بنياد پيو. نجات ڏيارينڌڙ کي صليب تي چاڙهيو ويو ۽ اسان کي تثليث پلئه پئي.

جيڪڏهن شيطان جو وجود ناهي تہ عيسائي مت جي چوُيڙ ٽڙيو پکڙيو وڃي. مسيحت جي هي انساني اڏاوت، ان جا باني (Father) مسيحي پنڊت (Pope) ڪيٿولڪ فرقي جو وڏو پادري ۽ حڪيم الاهي، ان جا بنياد، غلطيون، ڪوڙ، معجزا ۽ عجيب اسرار، رت ۽ ٻاه نما دنيا مان ورتل قصا ڪهاڻيون ڊانوان ڊول ٿي پٽ اچي پون.

جيڪڏهن اسان شيطان ۽ بدُروح ۾ ويساه نٿا آڻيون تہ پوءِ مڃڻو پوندو تہ ڏائڻ جو وجود ئي نہ هيو. ڪو بہ ڏاهو اڄ ڪالهہ جادوگري ۾ يقين ڪين رکي ٿو. اسان ڄاڻون ٿا تہ اهو وهم هيو.

اسانکي هاڻ خبر آهي تہ هزارين لکين مردن، عورتن ۽ ٻارن کي اڻ ڪيل ڏوهن جي جرم ۾ اذيتون ڏنيون ويون، ماريو جلايو ۽ زندهہ دفنايو ويو. اسان کي اها بہ خبرآهي تہ جيڪڏهن اسان جا دماغ انڌ وشواس جي اڌرنگ ۾ مبتلا نہ آهن تہ سمورا ڪتاب جن ۾ ڏائڻن، جادوگرڻين جي باري ۾ لکيو ويو هو، اهي اڻڄاڻ ۽ وهمي ماڻهن لکيا هئا.

اسان کي اها خبر آهي تہ " پراڻو عهدنامو" ۾ ڏائڻن جي وجود جي دعويٰ ڪيئي وئي هئي. ان پاڪ ڪتاب موجب (Jehovah) ايشور جو جادوگري ۾ يقين هو ۽ پنهنجي مخصوص ماڻهن کي چيائين " توهان آڏو زندگي ۾ ڏائڻ نہ ايندي." هي هڪ حڪم آهي،

هڪ سڌ واضع طور تي ٻڌائي ٿي تہ (Jehovah) ايشور نہ صرف خالق نہ هيو پر هو هڪ غريب اڻوڄهہ وهمي، سِڌو سادو ٻندو هو. هن سڌ مان بنا ڪنهن شڪ جي ظاهر ٿئي ٿو " پراڻو عهدنامو" ساده لوحي ۽ اوائلي تخليق جو نتيجو آهي.

(John Wesle) صحيح چيو هو تہ جادوگري ۾ ويساه نہ هڻڻ جو مطلب بائبل کان انحراف هو. شيطان کان سواءِ توهان لاءِ " ڪم واري ڪتاب" (Book of Job) جي ڪهڙي اهميت آهي؟

توهان ان بابت ڇا ويچاريندوَ تہ (Jevohah) ڪوڙن روحن کي (Ahab) کي گمراه ڪرڻ لاءِ موڪليو؟

ديني عالم جيڪي جادوگري کي وهم ليکين ٿاليڪن (Witch of Endor). جي ڪهاڻي ڏاڍي عزت احترام ۽ عبادت واري انداز ۾ ڳائي پڙهن ٿا ۽ منهن جي پڪائي سان ان ۾ ويساه آڻين ٿا - ان تضاد بابت ڇا چئجي؟

اها خوشي جي ڳالهہ ٿيندي جو فضا ۾ فرشتا پيا لمن، ابوجهن جي حفاظت ڪن، چڱن جو ساٿ ڏين، بيمارن کي صحت ۽ خوشي بخشين، ڪالُ ڪوٺڙي ۾ روشني ڦهلائين ۽ قيدين کي اميد ڏين. پليل پٽڪيل ڪريل ۽ بي يار کي همٿ ڏيارن، اڳتي وڌائن ۽ انهن ۾ پيار محبت وندين وراهين.

اسان وٽ چڱن روحن جا ثبوت ڪونہ آهن، جيئن بد روحن جا اڪيچار نمونا موجود آهن.

ابراهيم ۽ شمعون جي ماءُ ڏي، جيڪي فرشتا آيا هئا انهن جي بہ صداقت جو ڪو اهڃاڻ نہ آهي جهڙي طرح وچين دور جي جنن ڀوتن جي فرشتي جنهن ( Baalim ) جي گڏهہ کي روڪيو هو جيڪو ( Meshech Shadrack And Abednego ) کي گڏ وٺي باهہ جي الن مان وچي پار پيو هو، جنهن کي بعد ۾ قتل ڪيو ويو هو ۽ جنهن ( Joseph ) جي خواب ۾ اچي سندس شڪ دور ڪيو هو، اهي سڀئي وهمن، وسوسن جي تخليق ۽ اسرار جي چاهڻ وارن جي پيداوار هئا.

ماءُ جي گرڀ کان ٻالڪپڻ تائين، سمورا سال جهالت کان جهالت تائين ڪيٿولڪ ملڪن ڪانسواءِ دنيا ۾ صدين کان ڪو بہ پرن وارو انسان بهشت مان نہ آيو آهي!

رڳو عقل جا انڌا ئي اهڙن خوبصورت جيون کي ڏسي سگهن ٿا ۽ رڳو اهي جيڪي بنا سبب ۽ ڪارڻ جي ڪنهن نتيجي تي پهچن ٿا سي ئي انهن جي وجود ۾اعتبارڪن ٿا.

چيو ويندوآهي تہ عظيم مصورمائيڪل اينجيلو گرجا کي سينگاريندي ڪجهہ فرشتن کي پيرن ۾ سينڊل پاتل ڏيکاريو. ڪنهن ماڻهو تصويرجو ڳوڙهو جائزو وٺندي مصورکان پڇيو: "ڪڏهن ڪنهن فرشتن کي پيرن ۾سينڊل پاتل ڏٺوهو؟ "اينجيلوجواب ڏيندي سوال ڪيو: "ڪڏهن ڪنهن فرشتن کي اگهاڙي پيرين ڏٺو هو؟"

فرشتن جو وجود ڪڏهن ثابت ٿي نہ سگهيوآهي. پر بي شڪ اسان ڄاڻون ٿا تہ لکين ماڻهن جو ملائڪ ۽ ازرائيل ۾ ويساهہ رهيو آهي.

انهن جو مجڻ هو تہ جبرائيل موسيٰ جي بچاءُ خاطر شيطان سان وڙهيو. سنديس رکشيا لاءِ شيهنن جا وات بند ڪيائين.

انهن جو ويساه هيو تہ جڏهن هو دنيا کي حاصل ڪرڻ ايندو تہ اڻ ڳڻت فرشتا نجات ڏيارڻ واري سان ساڻ هوندا.

اسانکي خبرآهي تہ اهڙين ڳالهين ۾ ڪروڙين ماڻهو انڌ وشواس رکن ٿا. بنا هيڪ هنڪ جي مڃين ٿا ۽ سبب ۽ ڪارڻ ڇاڻڻ مذهبي بي ادبي ڇاڻن ٿا.

پر هاڻ فرشتا نہ ٿا اچن نہ ئي گهائل دل کي مرهم ٿا لڳائن. گهڻو وقت اڳ پنهنجا پر ويڙهي سُڪيڙي زمين ۽ فضا مان هليا ويا. هاڻ پرن وارا محافظ معصومن کي نہ ٿا بچائن، نہ دکي کي دلداري نہ بي وس کي آٿت ٿا ڏين. ڇڻ خواب خيال ٿي وِيا آهن !

(٧) ياڳ پنجون

قديم زماني ۾ زمين کي سنئون سڌو، ٺورو، ٿالهي جيان سمجهيو ويندو هو. ان مٿان ايشور (Jehovah) جو گهر هو. ان جي هينان شيطان جو ديرو هو. ايشور ۽ فرشتا مٿيئن ماڙي تي ۽ شيطان ۽ سندس حواري جنڙا تهخاني ۾ – ۽ انساني نسل جو بسيرو وچيئن ماڙي تي!!

پوءِ هنن کي جنت جي خبر پئي. هنن کي آلاپ ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳا. هنن کي دوزخ جي بہ سُڌِ پئي. ڪين ڪنجهڻ، ڪرڪڻ جوآواز ٻڌڻ ۾ آيو ۽

بدبوءِ اچڻ لڳي. هو برنڊز جبل کي چمني سمجهندا هئا ۽ ڪين آسماني
ڇاڻ هئي ۽ زمين ۽ دوزخ جي باري ۾ بہ ڄاڻيندا هئا ۽ هنن کي نئين
يروشلم جي بہ ڄاڻ هئي ۽ ان جي سونين گهٽين ۽ جواهر جڙيل دروازن
جي پڙ !

(Enoch) جي ترجمي جي ضرورت محسوس ٿي ؛ ڪنهن کي بہ گمان نہ
هيو تہ پرلئہ کان اڳ خدا جا پٽ هيٺ اچي ماڻهن جي ڌيئرن سان
پيار ڪندا ها!

مذهبي ماهرن جو خيال هو تہ (Babel) جا جوڙڻ وارا ڪامياب ٿي وڃن
ها جيڪڏهن خدا پاڻ اچي انهن کان لفظن جي معنيٰ نہ وسرائي ها.
ان رحمت وارن ڏينهن ۾ پادرين کي جنت دوزخ جي پوري ڄاڻ هئي.

انهن کي خبر هئي تہ خدا جي دنيا تي حڪمراني لالچ ، دلاسي، دڀ،
ڌمڪي ، سزا جزا تي منحصر هئي. انعام بہ آسماني هئا ۽ سزا بہ. اهو
ڪو خدا جو منصوبو ڪونہ هو تہ انسان جي دماغ کي ڪشادگي بخشي
جيئن هو سمجهي سگهي تہ صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڪان پاسو ڪري.

هن اڻ ڄاڻائي ۽ فرمانبرداري جي ڳالهہ ڪئي ۽ ان جي بدلي ۾ دائمي
خوشي جو آسرو ڏنو. هو حڪم مڃڻ وارن ۽ پاڏائڻ وارن کي پسند
ڪندو آهي!
شڪ ڪرڻ، کوج ڪرڻ، سوچ وارن منڪرن کي ناپسند ڪندو آهي. انهن
لاءِ هن هميشہ جي لاءِ بندي خانو بڻايو آهي جتي هو هميشہ لاءِ پنهنجي
نفرت جي پورائي ڪري سگهي ٿو!

هو اهڙن ٻولن ٻالن کي، جيکي ٻنان هبک جي ويساه آڻين ٿا، پيار ڪري ٿو ۽ انهنجي لاءِ سدا روشن بادشاهت ۾ گهر ناهيو اٿس. هن کي سوال نه ڪرڻ وارن جي صحبت وڻندي آهي.

پر اها جنت ڪٿي وسي ٿي - ۽ اهو دوزخ ڪٿي آباد آهي؟
هاڻ اسان کي سڌ پئجي چڪي آهي ته بادلن کان مٿي اها جنت نه آهي ۽ پاتال ۾ اهو دوزخ نه آهي.
دوربين جي ايجاد اوائلي جنت وڃائي ڇڏي آهي ۽ گردش ڪندڙ زمين دوزخ جي باهه جا شعلا وسائي ڇڏيا آهن!
اهي سزا ۽ جزا جا هنڌ هاڻي مذهبي ملڪن ۽ تصوراتي سوچ منجهان غائب ٿي ويا آهن.
ڪنهن کي خبر نه آهي ۽ نه ڪو دعويٰ ڪري ٿو ته جنت ڪٿي آهي، نه ئي ڪو ڄاڻي ٿو ۽ نه ڪو يقين سان چئي سگهي ٿو ته دوزخ ڪٿي آهي.
هاڻ "حڪيم الاهي" چون ٿا ته جنت دوزخ علائقائي جڳهون نه آهن پر ذهني ڪيفيت واريون رياستون آهي !!

ديوتا ۽ دئيت ۾ ويساه خاص طور ساري دنيا ۾ موجود رهيو آهي.
چڱي ماڻهو جي مدد لاءِ ديوتا ۽ بُري جو حمائتي دئيت رهيو آهي.
صحت سوڀهرو ۽ ڀلي فصل جي پٺيان رحماني قوت جو هٿ ۽ بيماري، بد بختي ۽ موت جي پٺيان شيطاني قوت جو عمل رهيو آهي.
ڇا خدائن ۽ شيطانن جي وجود جو ڪو ثبوت مليو آهي؟
خدا ۽ شيطان جي وجود جو سبب گهٽو ڪري ساڳيو آهي. اهي ٻئي قوتون عقيدي جي بنياد تي قائم آهن. هرهڪ الا جي آهي، انهن کي ڪنهن نه ڏٺو آهي. اهي نظر اچڻ جوڳا ناهن. حواسن جي حدن کان ٻاهر آهن !

هڪ نامعلوم پوڙهي عورت جو چوڻ تہ شيطان موجود آهي. اگر ائين نہ هجي ها تہ هن جهڙي هو بهو تصوير ڪيئن ٺاهي وڃي ها؟ پوڙهي جو منطق مذهبي معلومات جي ڄاڻوءِ حڪيم الاهي ۽ جي ڊيساهي سوچ جي قريب تر لڳي ٿو!

اڄ ڪو بہ سڄاڻ شخص شيطان جي وجود ۾ اعتبار نہ ٿو ڪري نہ ئي هن جي اڪين ڦيرائڻ ڪان ڊڄي ٿو. گهڻن ئي سوچيندڙن خدا جو خيال ترڪ ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ هو" غائب بيحدءِ جي ڳالهہ ڪن ٿا. پر هو ڊيهواءِ ڪي ڊمشتريءِ سان مشابهت ڏين ٿا. هو ٻنهي ڪي ماضي ۾ هڪ پينگهہ ڪان ڪريل ٻن ٻارن جي حيثيت ڏين ٿا!

اهي ماڻهو جيڪي ثبوت گهرن ٿا، سچ کي ڄاڻڻ چاهين ٿا، سي نشانين جي نہ ڪرشمن جي پرواهہ ڪن ٿا، نہ خوش بخت يا بد بخت پٿرن، هيرن جي، ڏينهن جي يا انگن جي پرواه بہ ڪين ڪن ٿا، نہ تعويذن جي، نہ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهين جي، نہ آسماني واقعن جي، نہ گرهڻن جي، هو چڱن نہ مندن روحن ۾ يقين رکن ٿا، نہ خدائن ۽ شيطانن ۾. هنن جو ان ڳالهہ تي بہ ويساهہ ڪونہ آهي تہ خاص يا عام قوتون چڱن جي مدد، بچاءُ يا تحفظ ڪن ٿيون ۽ برن کي اذيت يا سزا ڏين ٿيون.
اهي ان ڪُلئي ڪي نہ ٿا مڃين تہ انسان ذات جي تاريخ ۾ ڪنهن عبادت جو ڪو صلو مليو هجي. هنن جي خيال ۾ سموريون قربانيون رائيگان ويون آهن ۽ سموريون خوشامدون، ڌوپ واس، فضا ۾ اڏري ويا آهن. اهي اهو بہ نٿا مڃين تہ هي دنيا انسان لاءِ پيدا ڪئي وئي هئي يا وري پسن لاءِ. اهي اهو بہ مناسب نٿا سمجهن تہ وهيل مڇي (Eskimo) جي ڪاڄ، چربي مهيا ڪرڻ لاءِ بڻائي وئي آهي؛ يا شمع ان سبب

ڪري تہ پتنگن کي، موهي جلائي. هر هڪ هٽ ۾ ڪجھ چنو موجود آهي! چڱائي جي پورائي لاءِ ۽ مندائي جي پورائي لاءِ پڻ. هڪ طرف خير خواهہ ٻئي طرف بدخواهہ. هڪ بچائڻ ۾ جٽيل بيو تباهي ۾ رڌل. هر هڪ، هر شيءِ دوستن ۽ دشمنن ۾ گهيريل. پيار جي قوت سگهہ ڏئي ٿي، نفرت جي قوت ماري ٿي. ڪجھ چنو واضح آهي ابتري ۾ بہ تہ بهتري ۾ بہ، هار ۾ بہ تہ جيت ۾ بہ ، ڏک ۾ تہ سک ۾ بہ.

قدرتي هٽ هڪ طرف ناهڻ ۾ تہ بيو ڊاهڻ ۾. هٿيارءِ پالا مارڻ ۽ بچائڻ لاءِ. جيون جوسفرموت لاءِ مرڻ وري جيئڻ لاءِ. هرهنڌ صرفو ۽ زيان، فڪر ۽ بي فڪري .

اسان زندگي جا لاها چاڙها ڏسون ٿا. هڪ عظيم ناٽڪ هر وقت رونما ٿي رهيو آهي. هرڪردار پنهنجو پارٽ پوروڪري غائب ٿي وڃي ٿو. اهڙو نـاٽڪ جنهـن ۾هرهـڪ ڪـي رول ادا ڪرڻـو آهـي، ڇـاٽو اڻ ڄاڻ،چترچريو، بنا تياري جي، بناڪردار جي ڄاڻ جي ۽ بناڪهاڻي جي مقصد جي ڄاڻ جي. منظرمنجي ٿو - پراڻا غائب ٿي وڃن ٿا نوان نروار ٿين ٿا ۽ منظر وري منجي ٿو. هر هنڌ تجسس، معجزو. اسان سمجهائڻ جي ڪريون ٿا پر هنن جي هر سمجهاڻي ٻئي جي ابتڙ آهي. هڪ جي پٺيان بيو پردو، هر هڪ شيءِ اوتري ئي حيرت ۾ وجهندڙ. پاڻي جو ڦڙو ايترو ئي تعجب ڪُن جيترو سمنڊ. جيترو واري ذرڙو اوتروئي هي جهان. جيترو پتنگ اوترو جاندار. هڪ اندزگرمائش ۽ اوندهہ. هڪ ساهہ ڪڻندڙ جيو، جند، ٻجان، رت، ست، ماس، تند،دماغ، سوچ، ويچار، خيال،خواهش، پيار، نفرت، هيڏا سارا اڪيچار جيئن آسمان ۾ تارا !

زمين ۾ ٻج، پاڻي ۽ اُس جا آسي، اندر ۾ ايڏا ڳجهه. ماڻهو ڪي مات. دنيا ساري جي ذات پن جي چرپر سمجهائڻ ڪان قاصر آهي، پوءِ هي حڪيم الاهي، پوپ، پادري جيڪي هيتري ننڍڙي شيءِ جي ڄاڻ لاءِ بي وس آهن، سي دنيا جيءَ وجود جي باري ۾ سڀ ڪجهه ڄاڻن ٿا. ڪڏهن شروع ٿي، ڪڏهن ختم ٿيندي، خدا جي باري ۾ ڄاڻن ٿا. ان جي مرضي، مقصد ۽ منصوبو ڄاڻن ٿا ۽ جيڪي ڪجهه هو چاهي ٿو ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جا طريقا هو ڄاڻن ٿا. هو پاڻ کي سڀني ڳجهن ڪان واقف سمجهن ٿا. سواءِ جيڙي شخص جي حواسن جي، شين جي سواد جي. سچا ماڻهو ڄاڻڻ جو ڍونگ نٿا ڪن. هو سڌا ساده سچا حقيقت پسند پنهنجي اڻڄاڻائي لڪائن نٿا ۽ مڃين ٿا ته " اسان نٿا ڄاڻون." آخرڪار اڻ ڄاڻائي جي عبادت ڇو ڪريون؟ ڇو غيب اڳيان جهڪون؟ ڇو ڌڪي اڳيان سجدو ڪريون؟

جيڪڏهن ايشور جو وجود آهي ته اسان کي ڪيئن خبر پوي ته هو ڀلو آهي ۽ اسان جو خيال ڪري ٿو؟ عيسائين جو چوڻ آهي ته هنن جو ايشور اول ڪان آهي هروقت رهيوآهي ۽ هميشه رهندو. هو سچ، چڱائي ۽ نيڪي آهي. ڇا هوايشور ٿيڻ ڪان بچي سگهي پيو؟ ڇا هو چڱائي ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه ٿي سگهي پيو؟ ڇا هو داناءُ ۽ نيڪ پنهنجي مرضي ۽ منشا ڪان سواءِ ٿي سگهي پيو؟

هو ازل ڪان هيو هن کي ڪنهن بہ ناهي خلقيو. هو هر ڪنهن ۾ آهي. جيڪي ڪجهه هو آهي، هيو ۽ رهندو. هن ۾ ڪا تبديلي نہ ايندي. تبديلي اچي ئي نہ ٿي سگهي. هن کي پنهنجي ڪردار جي بناوت ۽ واڌاري لاءِ ڪجهه نہ ڪرڻو هو. جيڪي ڪجهه هو هيو هو آهي. هن ۾

ڪو واڌارو ڪونہ آيو آهي. جيڪي ڪجهہ هو آهي هو رهندو هن ۾ ڪو بدلاءُ نہ ٿيڻو آهي. منهنجو ڇوڻ آهي تہ پوءِ ڇو اسان هن جي واه واه ڪيون؟ جيڪي ڪجهہ هوهيو يا آهي ان ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ هو ٿي نٿي سگهيو. اسان هن جي عبادت ڇو ڪريون؟ هو بدلجي نٿو سگهي ۽ تنهن هوندي بہ عيسائي پنهنجي ايشور کي ليلائيندا آهن. هنن جو عقيدو آهي تہ شيطان هنن کي ورغلائي ٿو. تنهن هوندي بہ پنهنجي ايشور جي عبادت ڪندي هن جي گهٽتائي ڪن ٿا تہ ڪين شيطاني عمل ڪان باز رکيو وڃي. "اي خدا، اسان کي برغلاءُ ڪان بچاءِ."

خدا کي واکاڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي، هو جيئن هيو تيئن آهي. هن ڪڏهن ڪجهہ نہ سکيوآهي. هن ڪڏهن پاڻ تي ضابطو نہ ڪيو آهي. هن کي ڪڏهن ورغلايو نہ ويوآهي. هنکي ڪڏهن لالچ يا خوف نہ رهيوآهي. هن کي ڪا خواهش نہ رهي آهي. هو اسان ڪان ساراه ڇو ٿو طلبي؟

ڇا ڪوئي چاٽي ٿو تہ هن ايشور جو وجود آهي؟ هن ڪڏهن ڪا عبادت ٻڌي ۽ ان جو جواب ڏنو آهي؟ ڇا اها ڪنهن کي خبر آهي تہ هو ساري دنيا تي حڪمراني ڪري ٿو؟ هو ماڻهن جي معاملات ۾ مداخلت ڪري ٿو، هو چڱن کي بچائي ٿو ۽ مندن کي سزا ڏئي ٿو؟ ڇا انسان ذات جي تاريخ ۾ ان جو ڪو ثبوت ملي ٿو؟ جيڪڏهن ايشور دنيا تي حڪمراني ڪري ٿو تہ اسان نيڪي لاءِ ڇو رڳو هن جي واکاڻ ڪريون، برائي لاءِ ڇو نہ الزام ڏيون؟ هن ايشور کي صحيح قرار ڏيڻ لاءِ اسان کي چوڻو پوندو: چڱو تہ چڱو آهي پر برو بہ چڱو آهي. جيڪڏهن سڀ ڪجهہ هو ڪري ٿو تہ پوءِ هن جي ڪمن ۾ فرق نہ ڪرڻ گهرجي. هن جي ڏاهپ واري سگهاري نيڪ ۽ انيڪ ٻين ڪمن ۾. جيڪڏهن اسان روشني ۽ پلي

فصل لاءِ هن جا ٿورا مجون ٿا تہ اسان کي آفت ۽ ڏکار لاءِ بہ هن جا ٿورا مڃڻ گهرجن. جيڪڏهن اسان آزادي جي لاءِ هن جا ٿورا مڃون ٿا تہ اسان کي اڱهاڙي انگ ڇهبڪ سهندي، هٿن ۾ زنجيرون پهريل هوندي بہ هن جا ٿورا مڃڻ گهرجن. جيڪڏهن اسان سوڀ لاءِ هن جا ٿورا مڃون ٿا تہ اسان کي هار لاءِ بہ ٿورا مڃڻ گهرجن!

ڪجهہ ڏينهن اڳ اسان جي صدر سانتياگو (Santiago) شهر تي پنهنجي فتح جي موقعي تي خدا جو شڪرانو ادا ڪيو. هن يرقان جي وبا جي لاءِ هن جو شڪرانو ادا نہ ڪيو. هڪ مشفق صدر کي ٻنهي ڳالهين لاءِ شڪرانو ادا ڪرڻ گهرجي ها.

حقيقت هي آهي تہ نيڪ روح ۽ بد روح، خدا ۽ شيطان انسان جي دائري کان ٻاهر، حواسن جي پهچ کان پري ۽ سوچ جي حد کان بالاتر آهن.

اسان کي سوچڻ گهرجي سمورا حواس استعمال ڪرڻ گهرجن، پروڙڻ ۽ پرکڻ گهرجي، سبب ۽ ڪارڻ ڇاڻڻ گهرجي. جيڪو شخص سوچڻ کان قاصر آهي انسان سڏائڻ جو حقدار ڪين آهي. جيڪو سوچيندو نہ ، پاڻ سان دوکو ڪندو. جيڪو سوچڻ کان ڪترائي ٿو وهم جو غلام آهي.

(VI) ياڳ ڇهون

وهم ڪهڙو نقصان رسائن ٿا؟ انهن ڏند ڪٿائن ۾ ويساه ڪرڻ ۾ ڪهڙي خرابي آهي؟

انهن علامتن، سڳنن، تعويذن، ڪرشمن، ڪرامتن، عجوبن، ديوتائن دئيتن، جنت ۽ دوزخ ۾ ويساه انسان کي ڇريو ڪري ڇڏي ٿو ۽ دنيا کي پاڳل خانو بڻائي ڇڏي ٿو. انسان جي ذهن مان پڪ ڪڍي، تجربي کي ڦندو بڻائي ڇڏي ٿو. ڪرڻي ڀرڻي واري اصول کي ناس ڪري ٿو. ماڻهو کي ڪنبڻو، گولو، غلام بڻائي ٿو.

ويساه سان قدرت جي ڄاڻ ۽ رستي جي روشني حاصل نٿي ٿئي پر قدرت اڻ ڏٺل قوتن جي ڪٺ پتلي بڻجي پوي ٿي. غائبانه قوت واري پري اڇي جادوئي لڪڙي ڦيرائي گم ٿي وڃي ٿي. سبب اثر آهن ۽ اثر سيني قدرتي اثرن کان بي اثر آهن. ريچڪ راجا آهي. بنياد ڪونه آهي. سبب کي ٿڏيو وڃي ٿو. وهم کي تاج پارايو وڃي ٿو. دل سخت ۽ دماغ ڦلڦلو ٿيندو وڃي ٿو.

غئبي تحفظ حاصل ڪرڻ خاطر اجاين ڪوشش ۾ قوتون ضايع ڪيون وڃن ٿيون. ڪوڄ تجزيي ۽ تجربي جي شعوري ڪوشش جي بجاءِ وسوسائي عبادت ۽ قرباني جڳهه وٺي ٿي. ترقي ممڪن بڻجي پوي ٿي.

وهم آزادي جو ويري آهي. هر وقت رهيو آهي ۽ هميشه رهندو.

وهم ايشور ۽ فرشتا بڻايا، شيطان، جن، ڀوت ۽ ڏائڻيون بڻايون. عبادت گاهون فالچي، پيغمبر بڻايا، نشانين ۽ اچنبن سان جنت پريا- ڪرڻي ڀرڻي جي زنجير ٽوڙي ۽ انسان جي تاريخ ڪوڙن معجزن سان لکي ويئي. وهم ئي هي سڀ پوپ پادري راهب رولو فقير ميرا گدلا درويش تبليغ ڪندڙ ۽ ناصح پيدا ڪيا.

وهم ماڻهن کي جنن جانورن پٿرن نانگن وڻن هوا ۾ ڦرندڙ خيالي مورتن جي عبادت ڪرائي ٿو. سوني خاطر هرڪايو، ٻارن جو خون وهايو باهه ۾ اڇلايو.

وهم هي گرجا مندر مسجد خانقاهون مينار نهرايا. هن دنيا کي تعويذن اچنبن، خيالي مورتن، ٻتن، پاڪ هڏن، پاڪ وارن، شهيدن جي خون، ريڙهن ۽ ڪاني جي ٽڪرن جنهن سان شيطان کي ڀڄايو ويندوآهي، سان ڀري ڇڏيو.

وهم ايذاءَ جا اوزار ايجاد ڪرايا. ماڻهن جي ڪل لهرائي زنده جلايو لکين ماڻهن کي ٻندي بڻايو. وهم چرياٽپ کي خوشخبري ڄاڻايو. وهم پلي - نيڪ کي قيدي بڻايو. مفڪر کي ايذاءَ رسايو. سورهيه مها وير مارايا. هٿ ڪڙيون ۽ زنجير پارايا. اظهار جي آزادي کسي.

وهم اسان کي هي ساريون پرارٿنائون پاٺ پوڄائون ڏنيون. ٻاڏائڻ گوڏا ٽيڪڻ ۽ ريڙائڻ سيکاريو. وهم ماڻهن کي پاڻ کان نفرت ڪرڻ سيکاريو. خوشي کي ڏڪارڻ، پاڻ کي ڏنپ ڏيڻ، ليٽڙيون پائڻ، گهر ٻار ڇڏي جهنگ جهر وڃي هرو ڀرو پاڻ کي تڪليفون ڏئي رام ريجهائڻ سيکاريو.

وهم انساني پيار کي گهٽ ڪمتر ڄاڻايو ۽ پادري کي پيءُ کان وڌيڪ ۽ نن کي ماءُ کان وڌيڪ پويتر ٻڌايو. ايمان حقيقت کان مٿانهون، وسوسائي جنت ۾ يقين ڪرڻ سيکاريو. شڪ جو اظهار دوزخ ڏانهن نئين ٿو.

ويساه ڇاڻ کان بهترآهي ۽ ثبوت جي تمنا ايشور جي شان ۾ گستاخي، ڄاڻائي.
وهم ترقي جي راه ۾ رنڊڪ، ڄاڻ جو ويري ۽ آزادي جو قاتل آهي ۽ هميشہ رهندو. وهم ڄاڻ کي اڻ ڄاڻ مٿان، حال کي مستقبل مٿان، هن اکين آڏو جهان کي اڻ ڏٺل ڏيهہ مٿان قربان ڪرڻ، ٻڌائي ٿو. وهم خود غرضي جي جنت ۽ ڪڏهن نہ وسامندڙ باهہ واري دوزخ ڏني آهي. وهم دنيا کي نفرت جهيڙي ۽ ڏوهہ سان ڀري ڇڏيو آهي. غربت جو بغض ۽ نمرتا جو گهمنڊ ڏنو آهي. ساري دنيا ۾ وهم ئي رڳو سائنس جو ويري آهي!

هن راڪاس قومن قبيلن ۽ ملڪن کي برباد ڪري ڇڏيو آهي. تقريبن ٻہ هزار سالن کان خطا نہ ڪرڻ وارو خدا جو نمائيندو اٽلي ۾ رهي ٿو. ان ملڪ ۾ پرهيزگار برهمچارين جا ڪيئي ادارا آهن. گهڻن قسمن جي پادرين ۽ پاڪ ماڻهن سان ملڪ ڀريو پيو آهي - سڀ دڳ روم وجن تا- هردڳ ياترين عقيدت مندن سان ڀريل - ايڏين عبادتن جي باوجود اٽلي تباهي ۽ پستي جو رستو اختيار ڪيو ۽ مري کپي دفن ٿي چڪو هجي ها جيڪڏهن ڪاوور، مزني، گيري بالڊي& (Cavour, Mazzini Garibaldi)نہ هجن ها. ان جي غربت ۽ تنگ دستي جو ڪارڻ پاڪ ڪيتولڪ چرچ ۽ خطا نہ ڪرڻ وارا خدا جا نمائيندا آهن. اڄ اٽلي جي جيڪا حالت آهي سا وهم جي ويرن سبب آهي. ڪجهہ سال اڳ اٽلي برونو (Giordano Bruno) جو يادگاري مينار اڏايو. برونو جيڪو ۽ گد گد مست حيوان ۽ هٿان شڪار ڪرايو ويو ! اٽلي جو مهان پرش سندس قابل فخر اولاد !

اسپين ڪنهن وقت اڌ ڌرتي تي قابض هيو ۽ ساري دنيا جي سون ۽ چانڊي جا ذخيره وٽس هئا ان وقت سڀ قومون وهم جي اونداهي ۾ گهيريل هيون. ساري دنيا جا حڪمران پادري هيا. اسپين پنهنجي مذهب کي چنبڙيو رهيو. ڪجهه قومن سوچڻ شروع ڪيو پر اسپين پنهنجي عقيدي تي قائم رهيو. ڪجهه ملڪن ۾ پادرين کي شڪست ڏني ويئي پر اسپين ۾ نه. اسپين جي تخت پنيان " سان نما راهبن " جي قوت هئي. ڪجهه ملڪن ۾ ماڻهو سائنس ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا، پر اسپين ۾ نه. اسپيني ماڻهو مالا ڦيرڻ واري ڪنواريءَ مريم جي پوڄا ۾ مگن هئا. اسپين آتما جي چوٽڪاري ۾ رڌل هو. آتما ۾ غرق ! ڄاڻ ۾ نه پر، غيب ۽ وهم ۾ ويساهه ڪيو. انهن جي عبادتن کي ڪڏهن موٽ نه ملي. درويش مري ويا ڪا مدد نه ملي. رحمت واري ڪنواري ڪو نه ٻڌو.

ڪيئي ملڪ اونداهي مان نئين صبح جي روشني ڏسي رهيا هئا پر اسپين رات جي مدهوشي ۾ مگن رهيو. طاقت جي آڌار تي سوچ وارن جي پاڙ پٽي. هن جو عظيم جشن (Autodaf) هيو. ٻيون قومون وڌنديون رهيون. اسپين ڪومائبو رهيو، آهستہ آهستہ ان جو اختيار گهٽبو ويو ۽ عقيدو وڌندو ويو. هڪ هڪ تي ان جون ڪالونيون ختم ٿينديون رهيون پرانهن جو مذهب رهيو! دولت وهم ۾ لڳائي، سوچ پادرين کي ڏني، پاڻ فرمانبرداري سان تسبيح داڻا ڳڻيندا رهيا. ڪجهه ڏينهن اڳ اسپين پنهنجي ايشور پادرين تعويذ ڪرشمن پاڪ پاڻي ۽ پاڪ صليب جي ٽڪرن تي ويساهه ڪندي هڪ عظيم جمهوريہ جي خلاف جنگ شروع ڪئي. مذهبي پيشوائن ان جي فوجن کي آشيرواد ڏني ۽ جنگي ٻيڙن تي پاڪ پاڻي ڇڙڪايو پر پوءِ بہ شڪست نصيب ٿين ! ڪين بندي بڻايو

ويو انهن جي بيڙن کي نشانو بڻايو ويو، جلايو ويو ۽ قبضي ۾ ورتو ويو. بي وس ٿي ڪري اسن جي درخواست ڪيائون پر ان کي پنهنجو عقيدوآهي! ان جو وهم برقرار آهي. اسپين - فولاد جيان ايمان مذهبي ويساهه جو ماريل !!

پورچو گال آهستہ آهستہ مري رهيوآهي، روز بروز غريب ٿي رهيو آهي. پر پوءِ بہ عقيدي کي چنبڙيو پيو آهي. ان جي عبادتن ان کي ڪڏهن ڪجهہ نہ ڏنو آهي، پر پوءِ بہ عبادتون ڪري ٿو. آسٽريا ذري گهٽ ختم آهي. وهم جو ماريل، جرمني اونداهي طرف ڏڪجي رهيو آهي. خدا قيصرکي تخت تي ويهاريو هو اهو ماڻهن کي مڃڻو آهي؛ فيلسوفن ۽ سائنسدانن کي الاهي تاجدار جي اڳيان گوڏا کوڙي ڪٺ پتلي بڻجي رهڻو آهي !

(ليکڪ هي مضمون پهرين مهاياري لڙائي کان اڳ لکيو هو)

(VII) پاڳ ستون

قدرت کان متاهين قوت، خدا ۾ يقين رکڻ وارن وٽ، انهن جي مڃتا موجب الهامي ڪتاب آهن. انهن ڪتابن ۾ سمورو سچ آهي. انهن ۾ ايمان آڻڻ گهرجي، جيڪي انڪاري آهن انهن کي الاهي عذاب ملندو. اهي ڪتاب عقل سمجهہ کان مٿي آهن .

انهن کي ان ڳالهہ جي ڪا پرواهہ ناهي. جنهن کي باشعور انسان حقيقت

چوي ٿو اهي حقيقتون جيڪي انهن سان نتيون نهڪن سي غلط آهن اهي ڪتاب انساني سمجهہ ۽ دليل سان ثابت ڪرڻ کان ٻاهر آهن.

اسان وٽ الهامي ڪتابن ۾ بائبل آهي. جي ڪوئي هن الهامي ڪتاب ڪي متضاد غلطي يا ملاوٽ ڏسڻ لاءِ پڙهي تو ته پنهنجي روح جي نجات جوڪم ۾ وجهي ٿو. هن ڪي سوچڻ ۽ سبب پڇڻ جو اختيار نه آهي. ان ڪي مڃڻ هن جو فرض آهي !

لکين ماڻهن هن ڪتاب جي اپياس ۾ پنهنجون زندگيون وڃايون آهن. هنن تضادن ڪي هم آهنگ ڪرڻ ،منجهيل، شڪي ۽ ڪل جوڳي ڳالهين ڪي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ان مد ۾ انهن تقريبن هر ڏوهه ۽ ظلم ڪي جائز قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پنهنجي انهن غلطين ۾انهن ڪي ڳوڙهي ڏاهپ نظر اچي ٿي. ان جي الهامي ٽڪرن مان سوين عقيدا گهڙيا ويا آهن. شايد ئي ڪي به پڙهندڙ ان جي معنيٰ سان متفق ٿيا هجن: هزارين ماڻهن لاطيني ۽ يوناني زبانون سکيا ته جئين اهي انهن ٺي ٻولين ۾ لکيل "پراڻو عهدنامو" ۽ "نئون عهدنامو" پڙهي سگهن. جيترو هنن وڌيڪ پڙهيو اوترو تضاد وڌيو. ساڳئي ئي ڪتاب مان انهن ثابت ڪيو ته تقريبن هر هڪ ڪي گم ٿيڻو آهي ۽ سيني ڪي بچايو ويندو. غلامي هڪ الاهي سرشتو آهي ۽ سيني ماڻهن ڪي آزاد ڪيو ويندو!

"گهڻ جويائي" (Polygamy) ڪي چڱو عمل نه ٿو ليکيو وڃي ۽ ڪنهن ڪي به هڪ کان وڌيڪ زالون نه هئڻ گهرجن!

اختيار خدا جي پاران ڏنو وڃي ٿو ۽ ماڻهن ڪي حق آهي ته هو تخت ۽ تاجدار ڪي الٿائن ۽ ختم ڪن.

انسان جا عمل اڳ - ڪٿيا، مٿان ئي طئي ٿيل آهن - ۽ پوءِ به انسان ڪي آزاد چيو وڃي ٿو!

سمورا غير ڪرستان ختم ٿي ويندا ۽ سڀني غيرڪرستانن کي بچايو ويندو، ته ماڻهن کي برن عملن ڪارڻ نرڪ اماڻيو ويندو ۽ ماڻهن کي شڌي اشنان ڪرڻ گهرجي، ان کان سواءِ نجات ناهي، ۽ ساڳئي وقت ان خيال تي به زور ڏنو ويو آهي ته شڌي اشنان بيڪار آهي! توهان کي تثليث ۾ ايمان آڻڻ جڳائي، اهو ئي رستو اختيار ڪرڻ ايشور جي مجتا لاءِ ڪافي آهي؛ توهان کي مڃڻ گهرجي ته لاطيني ڪڙمي ايشور هو ! ساڳئي وقت تي هو اڌ انسان به هو !! هو حضرت دائود جو نسل هيو. يوسف کي سندس پيءُ چيو ويندو هو پر هو هن جو پيءُ نه هيو ! اهو ويساه ڪرڻ غير ضروري آهي ته يسوع خدا هو! توهان کي مڃڻ گهرجي ته روح القدس هو. توهان جو پاڪ آرام واري ڏينهن ۾ ايمان هئڻ گهرجي.

يسوع ان قسم جي ڪا ڳالهه نه ٻڌائي ته هن گرجا ٺاهيو، ته هن ڪو گرجا نه ناهيو. نه مئلن کي جيارڻ ويندو ۽ نه حشر جي ڏينهن بيهر اٿاريو ويندو، نه بيهر هن جو نزول ٿيندو ! هن جي آخري گذجاڻي هئي - ۽ يسوع دوزخ ۾ به ويو ۽ قيدي روحن کي واضع طور ڏنو. هن ان قسم جي ڳالهه نه ڪئي ته سڀيئي يهودي ناس ٿي ويندا. هو سڀ جنت ۾ داخل ٿيندا. بائيبل ۾ ٻڌايل سڀ معجزا ظاهر ٿيا هئا. ليڪن ڪجهه معجزا نه ٿيا هئا. جو جو ماڻهو بيوقوف ، نادان ۽ چريا آهن، سارو بائيبل الهامي آهي ! پر ان جا ڪي ڪتاب الهامي ناهن !! سڀ جو فيصلو ٿيندو، گهٽا ۽ ٻڪريون ورهايا ويندا، ڪو فيصلو ٿيندو. پويتر پوڄن خدا ۽ تثليث جي رت ۽ ماس مان ناهيو ويندو! ته اهي نه بدلايا ويندا، خدا رت ۽ ماس مان ڪون جڙيل آهي. ڪا جڳهه آهي جنهن کي اعراف چئجي ٿو. اهڙي ڪا جاءِ ڪونه آهي ! شڌي اشنان نه ڪرايل ٻار وڃائجي ويندا. انهن کي بچايو ويندو ! اسان کي رسول جي عقيدي کي

مجڻ گهرجي، - ۽ رسول مذهب نہ ناهيندا ! روح القدس عيسيٰ جو پيءُ
هو، تہ يوسف، هن جو والد هو ! تہ روح القدس ڳيري جي شڪل جو هو.
ڪوئي روح القدس ناهي ! پاڪنديءِ ڪي ماريو ويندو، توهان کي بد روح
جو مقابلو نہ ڪرڻ گهرجي. توهان کي دشمن سان پيار ڪرڻ گهرجي.
توهان کي سياڻي جي اونءَ نہ هڻڻ جڳائي. توهان کي ڪاروبار ۾ هڏ
ڏوکي ٿيڻ گهرجي. توهان سوالي جو عرض اگهايو. جيڪو پنهنجي گذر
بسرلاءِ پورائي نہ ٿو ڪري تہ هو بي دين کان بد تر آهي ! انهن عقيدن ۽
تضادن جي تحفظ لاءِ هزارين ڪتاب لکيا ويا آهن. لکين خطبا ڏنا ويا
آهن. اڻ ڳڻت ترارون رت سان رنگيون ويون آهن ۽ ڪيترين ئي راتيون
پنيڻ مچائي هيبتناڪ بڻايون ويون آهن .

هزارين تبصره نگارن سولي لکڻين کي منجهيل ۽ ڏنذليل انداز ۾ پيش
ڪيو آهي. نالن کي، تاريخن کي ۽ انگن کي حسب نسب روحاني اهميت
وارو ڄاڻايو آهي. هنن شعر کي گهٽايو، چوٽين کي بدلايو ۽ نہ مجڻ
جوڳين ۽ ناممڪن واقعن کي خيالي صورتون ڏنيون .

هو بي ترتيب لکڻين ۽ اڳ ڪٿين، مشاهدن، خوابن، ڏند ڪٿائن ۽
معجزن، جهالت جي عظيم غلطين، پاڳل پڻ جي سستي ۽ خفقان جي بي
خودي ۾ وڙهندا رهيا آهن.

لکين پادرين ۽ پرچارڪن الهامي ڪتاب ۾ معجزن جون سمجهاڻيون
جوڙيون آهن : ڪم عقلي واري ڏاهپ ۽ دانائي جي بيوقوفي جو ڏيک
ڏيندي ظلم لاءِ رحم ۽ ناممڪن لاءِ ممڪن بڻائيندي.

”حڪيم الاهي“ بائيبل کي مخدوم ۽ ماڻهن کي خادم بڻايو. هن ڪتاب ڪري هنن ذهني سچائي جو اصل ماڻهپوئي وڃائي ڇڏيو. هن ڪتاب ڪري انهن ماڻهن جي دلين مان رحم ڪڍي ڇڏيو. سچائي ۽ انصاف جي سمورن خيالن کي بدلائي ڇڏيو. روح کي اونداهي واري بندي خاني ۾ قيد ڪري ڇڏيو ۽ ايماندار ڏوهه بابت اظهار ڪان ڏکڻ لڳو !

سوچو ته سهي دنيا خوف جي ڪري ڪيڏو نه سَنو آهي. لڪين پاڳل بڻايا ويا. اهي ڀيانڪ راتيون، خيالي صورتن ۾ اڏامندڙ، ريهڙيندڙ راڪاس. ڦوڪون هڻندڙ آهسته آهسته وکڙ ڪوليندڙ نانگ، جي بنا سروپا، بنا شڪل صورت ڏهڪاءِ، الا ڪڍندڙ خون خوار ۽ خوفائتيون اکيون !
سوچو ته موت جو خوف، الاهي عذاب، ڪڏهن نه ختم ٿيندڙ جهنم جي باهه، ابدي اڄ، پڇتاءُ، اهي سڏڪا، هميشه جي رڙ، ڪنجهه، ڪوڪ !!
سوچو ٽٽل دلين بابت، ڪنور دلين جون ظالماڻيون اذيتون، انهن طرفان برباد ۽ ويران ڪيل زندگيون !

بائيبل عيسائيت لاءِ وڏي بد دعا رهيو آهي، ۽ ان وقت تائين رهندو جيستائين ان کي آڪاش واڻي سمجهيو ويندو.

(VIII) ياڳ انون

اسان جو ايشور ماڻهن جوڙيو - اوائلي جهنگلين ان کي ناهڻ ۾ پنهنجي هر اها ڪوشش ڪئي جيڪا هو ڪري ٿي سگهيا. انهن اسان جي ايشور کي ڪجهه پاڻ جهڙو بڻايو. هن کي پاڻ جهڙي موهي، ڪاوڙ،

صحيح ۽ غلط خيالن جو ويس پهرايو. جئين انسان وڌيو تئين ان آهستہ آهستہ ايشور کي بہ بدلايو. هن جي دل مان ڏورڙي ڪاوڙ ڪڍيائين ۽ ان جي اکين ۾ رحم جي روشني وڌائين. اڳتي جئين انسان جي ڄاڻ وڌي سوچ جون حدون وسيع ٿيون هن وري ايشور کي مڪمل بڻايو. ساڳي طرح اوائلي ماڻهن جي بڻايل ايشور کي پنهنجي وقت جي ماڻهن پنهنجو نمونو بڻايو. جئين انسان تهذيب يافتہ ۽ رحم دل بڻيو، انصاف پسند ٿيو ۽ جئين هن جي ذهن وسعت اختيار ڪئي هن جو تخيل پاڪ صاف ٿيو تئين ايشور وڌيڪ رحم دل ۽ من موهن بڻيو !

ڀيهواءِ اسان جي ڏينهن ۾ پيدا ٿيو آهي، جيڪو اجان مڪمل ناهي. هاڻ ڀرشي مني ۽ جي باري ۾ نہ پرهن پياري ايشور جي باري ۾ ڳالهائيو وڃي ٿو. هن کي ازلي ابدي پيءُ، گهڙي گهڙي جو ساٿي ۽ رازق چون ٿا. پر، طوفان اچن ٿا ڏارن چيرن ٿا، ڌرتي ڌڏي ٿي، ڳڙڪائي ٿي، بوڏ تباهي بربادي آڻي ٿي، وڄ ڪڙڪي ٿي ماڻهو ماري ٿي آفتون ۽ وبائون لاشن جا انبار لڳائين ٿيون. اسان کي ٻڌايو وڃي ٿو تہ سڀ سنو آهي. مصيبت بہ ڀلائي جو بدليل ويس آهي. تڪليفون انسان کي سگهارو، خصوصيت وارو ۽ نيڪ بڻائين ٿيون ! اگر ائين آهي تہ دوزخ ۾ روح وڏي مهانتا حاصل ڪندو ۽ جنت ۾ مرجهائجي ويندو! پر اسان ڄاڻون ٿا تہ چڱو چڱو آهي. اسان اهو بہ ڄاڻو ٿا تہ چڱو مندو نہ آهي ۽ مندو چڱو نہ آهي. اسان کي خبر آهي تہ روشني اونده ناهي ۽ اونده روشني ناهي. پر اسان کي ائين لڳي ٿو. برو اڳ ئي رٿيل هو ۽ ٿيو. اسان بنهي صورتن کي ضرورت مجون ٿا، نہ چڱو چئون ٿا نہ برو. اسان اهو ڄاڻون ٿا تہ برائي کي گهٽائي سگهجي ٿو، ۽ چڱائيءَ کي وڌائي

سگھجي ٿو. اسان پلي پٽ ڄاڻون ٿا تہ اهو عمل ذهني سجاڳي وڌائڻ سان ئي ممڪن ٿي سگهي ٿو.

جئين عيسائين پنهنجي خدا کي بدلايو آهي تئين بائيبل ۾ بہ ڦيرو آندو ويو آهي. ناممڪن، بدبُودار ظلم ۽ بديءَ کي ڏتڏيو ويو آهي - ۽ هزارين اڄ بہ الهامي ڪلام کي بچائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. ڪٽر ڌرمي ماڻهو اڃان تائين ان جي هر لفظ کي ڇهتيا پيا آهن ۽ ان هٺ تي قائم آهن تہ هر سٽ سچي آهي ! اهي لفظي ماڻهو آهن. اهي لفظن کي ئي بائيبل چون ٿا. اهي سمجهڻ نہ ٿا چاهن. اهي تبصري ڪرڻ وارن جي نہ ٿا ٻڌن. تضاد انهن جي ايمان ۾ خلل نہ ٿا وجهن. انهن آڏو تضاد موجود ڪين آهن ! اکرن کي پاڪ ٿا ڄاڻن ۽ معنيٰ مطلب ڄاڻڻ جي ترجيتري بہ ڪوشش نہ ٿا ڪن.
جئين هڪ فليٽ جي مالڪ هڪ شخص کي ان ڪري فليٽ ڪرائي تي ڏيڻ کان انڪار ڪيو جو هن کي ٻار هئا. پر هن شخص چيوءِ منهنجا ٻئي ٻار شادي شده آهن، ۽ ٻئي شهر ۾ رهندا آهن.ۦ ۽ ان سان ڪو فرق نٿو پويءِ مالڪ وراڻيو، مون کي منع ٿيل آهي تہ مان فليٽ ان کي نہ ڏيان جنهن کي ٻار آهن !

سڀ ڌرمي آستان ترقي جي راهہ ۾ رڪاوٽون آهن. هر ڌرمي عقيدو هڪ زنجير آهي. اونداهو بندي خانو آهي. آڪاش واڻي ۾ ويساهہ رکندڙ هر هڪ ٻانهون آهي، جيڪو سبب ڪارڻ کي ڏتڏي، پوءِ خوف کي هاڻءِ سان هندائي ٿو !

تعقل پسندي روشني آهي. دماغ جو سج آهي. ذهن جو قطب نما آهي. هردم قائم قطب تارو آهي ۽ پهاڙ جي چوٽي، جيڪا ڪڪرن کان اوچي آهي !

## (IX) ياڳ نائون

تاريڪي جا اڻ ڳڻت جُڳَ گذري چُڪا آهن. جڏهن مذهب تي عيسائيت جو قبضو هو. وهم تقريبن پوري دنيا مٿان ڇانيل هو. ويهن هزارن ۾ هڪ به پڙهي لکي نه سگهندو هو. انهن ڏينهن ۾ ماڻهو سج کي پٺي ڏئي جهالت ۽ عقيدت جي ڇُرن ۾ رهندا هئا. ڪا کوجنا نه هئي، ڪا ايجاد نه هئي ڪا ترقي نه هئي. هر طرف ظلم ۽ عبادت، سٽ سٽاءُ ۽ پاٺ پوڄا، پادري سوچ ۽ کوجنا جا ويري هئا. عوام هٺو رڍون. سندن ذميواري ڏڻ کي فڪر ۽ شڪ جي بگهڙن کان بچائڻ هئي. ٻئي جهان جي ڀيٽ ۾ هن جهان جي ڪا اهميت نه هئي. هي زندگي اچڻ واري زندگي جي تيارين ۾ صرف ڪرڻي هئي. ڌن دولت ۽ ماڻهن جي محنت عظيم الشان ديولن جي ناهڻ ۾ ضايع ڪئي ويندي هئي. پرهيزگار ۽ بيڪارن جي حمايت ۾. انسان ذات جي لاءِ عيسائيت جي هن جهالت واري دور ۾ ڪا کوجنا نه ٿي، ڪا شيءِ ايجاد نه ڪئي وئي. عيسائيت جون سموريون قوتون، غيب جي مدد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ضايع ڪيون ويون.

صدين تي ڦهليل مدت کان، پوئلڳن کي ٻئي ڦريو لٽيو ويو. عيسيٰ جي نالي ۽ تابوت ۽ پيري پنهنجي دوڪانداري چمڪائيندا رهيا. ان نڳي جي ناهه تي لکين انساني ڄمانيون قربان ڪيون ويون. آخر مسلمانن آڏو

عيسيٰ جو جهنڊو لهرائيندڙ اڪيچار بدبخت انسان، ان طوفان اڳيان سڪل پنن جيان ڪٿ ٿي ويا.

منهنجي خيال ۾ ان دور ۾ هڪ راهب نالي راجربيڪن گن پاؤڊر ايجاد ڪيو پر ڪيس مجتا نہ مليءِ ان جي ڪارپت عيسائيت کي بہ پلئہ ڪين پئي ڇو جو بيڪن هڪ ناستڪ هو. هر ڳالهہ لاءِ ڪونہ ڪو معيار هجي ٿو. هن سان جنيون ڪيون ويون ۽ ڪيس قيد ڪيو ويو. تقريبن سڀ روشن فڪر انسان انهن ئي ڇڳن ڏينهن ۾ عتاب هيٺ رهيا. بادشاهي لٺ عيسائيت جي هٿ ۾ هئي ۽ سندن سوپ ڊوهہ ۽ زور جو نتيجو هئي، جنهن ۾ سندن شڪست جا ٻج بہ سمايل هئا.

گرجا وارن ناممڪن کي ممڪن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هنن دنيا ۾ هڪ عقيدو رائج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هر ذهن ۾ هڪ ساڳئي سوچ ڏيڻ جي زوراوري ڪئي ۽ بري طرح انسان جي انفراديت کي تباهہ ڪيو. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جي ممڪن اٽڪل بازي ۽ حرفت ڪم آندي وئي. طرح طرح جون ظلمي ستون ستيون ويون پر ان جي باوجود ڪجهہ ماڻهن سوچڻ شروع ڪيو. دنيا جي معاملن ۽ قدرت جي نظارن ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. هنن سبب ۽ فطرت جي حقيقت ڄاڻڻ شروع ڪئي. هو گرجا وارن جي چوٽين مان مطمئن نہ هئا هنن آسمان ڏانهن تڪڻ بجاءِ پنهنجي چوڌطرف ڏسڻ شروع ڪيو. هو جسماني آسائشون چاهڻ لڳا. هو نظر پذير، دنيوي ۽ سچاڻ هئا. نتيجو ڇا نڪتو؟ هنن کوجنا ۽ ايجاد شروع ڪئي. حقيقت ڄاڻڻ شروع ڪئي. خوشي جي ڪارڻ ۽ انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتري جا طور طريقا معلوم ڪيا.

ڪاغذ، قلم، ڪتاب ٺهيا ۽ سوچ سمجهه کي ايندڙ نسل لاءِ سنڀاري رکڻ جا سعيا ٿيا. تاريخ ،افواهن ۽ قصن جي جڳهه وٺڻ لڳي. دوربين ايجاد ٿي. ستارن ۽ سيارن جي ڄاڻ حاصل ٿي. ٻاڦ انجڻ نهي، جنهن هزارين لکين ماڻهن جو ڪم ڪيو، نا ممڪن کي ممڪن ٺهايو ويو. ڪارو فن ختم ٿيو ۽ ڪرامتن جي جڳهه علم ڪيميا ورتي، علم نجوم، علم هئيت ٺهيو.

ڪيپلر(Kepler) جا ٽي وڏا اصول، انساني ذات جي سوچ مان اٿم هٽا، جنهن اسان جي برجن کي شعر ۽ پورو سُر ٺهائي ڇڏيو. نيوٽن (Newton) هڪ ٻئي ۾ ڪشش ثقل جو حسابي اظهار ايجاد ڪيو. (Havery) رت جو دوُرو دريافت ڪيو. هن اسان آڏو حقيقت تان پردو هٽايو ۽ ڊرئپر (Draper) سبب ۽ جي حقيقت کي واضح ڪيو.

آگبوٽ ۽ ٻاڦ انجڻيون سمنڊ ۽ زمين تي هلڻ لڳيون. گهر گهٽيون روشن ٿي ويون. ماچس جي ايجاد ڪارڻ باهه انسان جي ساٿي ٺهي. فوٽوگرافي جي ڪلا جي ڄاڻ پئي، سچ ڪلاڪار ٺهيو. تار ۽ تارون وجود ۾ آيا. بجلي خيال جي پيامبر ٺهي ۽ قومون هڪ ٻئي جون پُر امن پاڙيسري ٺهيون. بيهوشي واري دوائن جي کوجنا پيڙا مٽائي آرام جو جتن ڪيو. جراحي علم ٺهي. ٽيليفون ايجاد ڪيو ويو جيڪو ڳالهه ٻولهه مان آواز جي لهرن کي ٽبڪن نشانين ۾ جهپٽي رکي ۽ بدلائي سگهي ٿو. پوءِ بجلي آئي ۽ رات کي ڏينهن ٺهايو ۽ سموريون حيران ڪن شيون جيڪي هوشياري سان قوت کي ڪم آڻن ٿيون. قوت جيڪا بادلن مان ٽپڪي تباهي ۽ بربادي آڻي ٿي !

(Specturm Analysis) جيڪا اسان کي سچ جي مادي جي باري ۾ ٻڌائي ٿي.

(RoentgenRays) جيڪي غيرشفاف ڪي شفاف بڻائن ٿيون. عظيم مفڪرن اهو ٻڌايو آهي تہ مادو ۽ شڪتي لافاني آهي ۽ لافاني پيدا نہ ٿو ٿي سگهي. پٿرن پهاڙن، دڙن، ڪنڊرن مان دنيا جي جڻاءُ ۽ بدلاءُ جي، ساهہ واري ۽ بنيادي جيوت جي ٿوري ڄاڻڪاري حاصل ڪئي ويئي.

علم حيات جي ماهرن اڳلي جڳ جي پٿر- جيوت شين مان انسان جي اوائلي دؤر جي ڄاڻ سان مقدس لڪٿين جو پاندو پيچي ڇڏيو پوءِ ارتقا ۽ شڪتي جيوت اصول سامهون آيو. هزارين ڳجهہ سمجهايا ويا ۽ سائنس وهم ڪان لڏ ڪسي ورتي. " ڪول جيئڙي" جي ڄاڻ ۽ " گرپ واڌ وديا" ڄاڻ خورد بيني جي ڪوجنا ۽ بيماري جو ڪارڻ جيوڙن جي ڄاڻ، وبائن ڪان بچاؤ سيکاريو. هي عظيم اصول ڪوجناؤن ۽ بي شمار ايجادون شعوري آزادي جي پيداوار آهن.

(x) پاڳ ڍهون

ان سڀ جي باوجود اسان جي ڄاڻ محدود آهي. اونداهي زندگي ۾ روشني جا ڪجهہ ڪرڻا آهن. ٿي سگهي ٿو ڇاٽي يا صافي جو ڪرڻ ڪنهن مهمان جي آمد جي اڳڪٿي هجي، پران ڪي پڪي ثابتي نٿو قرار ڏيئي سگهجي. ٿي شگهي ٿو تہ تيرهن ماڻهن جو گڏجي کائڻ خطرناڪ هجي، پران جو بہ ڪو ثبوت نہ آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪنواري جي شادي جا امڪان صوف جي ٻجن جي تعداد يا گلن جي پنکڙين جي تعداد سان لاڳاپيل هجن پر، ڪو ثبوت نہ آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪي پٿر پائڻ وارن لاءِ خوش قسمت هجن ۽ ڪي وري مصيبت ۽ موت جو باعث بڻجن. ٿي سگهي ٿو تہ پراڻن هڏن پاڪ ريڙهن، پاڪ وارن، ڪاني جي ٽڪرن،

زنگي ڪوڪن، سڪل کون ۾ ڪا شفا جي شڪتي هجي پرمشڪل اها آهي تہ ڪو ثبوت نہ آهي . تي سگهي ٿو تہ ڪي آسماني علامتون سج گرهڻ، تارا ڪرڻ، ڪنهن بادشاهہ جي مرڻ، ڪنهن قوم جي تباهي، ڪنهن آفت يا وبا جي آمد جي اڳ ڪٿي هجن، پر ڪو ثبوت نہ آهي. ٿي سگهي ٿو تہ انسان جي جسم ۽ دماغ تي جنن جو قبضو هجي، ٿي سگهي ٿو شيطان جي حوارين جو فضائن تي، زمين ۽ ساموندي طوفانن تي، موسمن، ڪرشمن، معجزن، ماڻهن جي مرضي جي خلاف، ضابطو هجي پر اسان وٽ ڪو ثبوت نہ آهي . ٿي سگهي ٿو تہ "پراڻو عهدنامو" ۽ " نئون عهدنامو" ۾ ٻڌايل سڀ معجزا رونما ٿيا هجن، ٿي سگهي ٿو مئل ماس ۾ لرزش آئي هجي، مردن قبرن مان اٿي زال ۽ ٻارن کي ڳلي لڳائي چميو ۽ چٽيو هجي. ٿي سگهي ٿو آب شراب ٻڻجي ويو هجي، بد ارواح ماڻهن مان نڪري ويا هجن، ٿي سگهي ٿو اهڙيون مڇيون دريافت ڪيون ويون هجن جن جي وات ۾ دولت موجود هجي. ٿي سگهي ٿو لعاب ۽ مٽي جي ملغوبي انڌهي اکين ۾ نور اوتيو هجي. ٿي سگهي ٿو جهاڙ ڦوڪ ڪوڙهين کي شفا بخشي هجي پر اسان وٽ ڪو ثبوت نہ آهي. ٿي سگهي ٿو لوهہ پاڻيءَ ۾ ڪين ٻڏو هجي، نديون تقسيم ٿيون هجن، خشڪ هڏن مان پاڻي جاري ٿيو هجي، پڪي رسول ڏانهن داڻا ڪٽي ويا هجن ۽ فرشتا تلوارون ڏيڻ ويا هجن پر، اسان وٽ ان جو ڪو ثبوت نہ آهي.

ٿي سگهي ٿو ايشور(Jehovah) مئلن ۾ روح ڦوڪيا هجن، دنيا ۾ معجزا ۽ تباهيون آنديون هجن، پر ثبوت ڪو نہ آهي . ٿي سگهي ٿو شيطان هجي بيشمار ڇل ول ۽ ڪال شڪتي هجي ۽ سندس اڻ ڳڻت چيلا هجن جن جو ڪم انسانن کي ڀنيلائڻ ڦسلائڻ غلط راهہ لڳائڻ، ڦاسائڻ قيد ڪرڻ ۽ دوزخ جي باهہ ۾ وجهڻ سان هجي. اهو سڀ ڪجهہ جيتري قدر

اسان ڄاڻون ٿا ناممڪن آهي . اسان اهو ٻہ ڄاڻون ٿا تہ سواءِ انهن اڻ ڄاڻ پادرين جي چوڻين ڪان اسان وٽ ڪو ثبوت نہ آهي !

ٿي سگهي ٿو اهڙي ڪا جڳهہ هجي جنهن کي دوزخ سڏيو وڃي ٿو - جتي سڀ شيطان رهن ٿا ۽ دوزخ جي باهہ منتظر آهي انهن سڀني ماڻهن لاءِ جيڪي سوچڻ جي صلاحيت رکن ٿا ۽ اظهار جي همٿ ڪن ٿا - جيڪي پادرين ۽ پاڪ ڪتابن جي هر ڳالهہ ڪين مڃين ٿا - جيڪي سبب ۽ ڪارڻ جي روشن رستي تي هلن ٿا - اهي نيڪ بهادر جيڪي وسوسائي ۽ انڌ وشواسي نہ آهن - سواءِ ان ڳالهہ جي تہ مون کي اهو چوندي خوشي محسوس ٿي ٿئي تہ ثبوت نہ آهن . ٿي سگهي ٿو اهڙي ڪا جڳهہ هجي جنهنکي جنت ايشور جو گهر چئجي ٿو- جتي فرشتا ترندا ۽ اڏمندا هجن رباب وڄائيندا هجن ۽ خوشي سان دوزخين جو چنگهڻ ڪرڪڻ ۽ روئڻ رنيڻ ٻڌندا هجن، پر، ڪو ثبوت نہ آهي. سڀ سپناءِ خواب خيال آهن. ٿي سگهي ٿو قدرت ڪان مٿاهين قوت هجي جيڪا هر شيءِ کي هلائي ٿي پر ان قوت جو وجود قائم نہ ٿي سگهيو آهي.

زندگي ۽ سوچ، مادي ۽ ٻل، وڌڻ ۽ سسڻ، ڄمڻ ۽ مرڻ، خوشي ۽ غم ڇڳن جو سهڻ ۽ مندن جو گڏگڏ ٿيڻ ،انهن سڀني ڳجهن جي موجودگي ۾ نيڪ سڄاڻ شخص مجبور ٿي چوي ٿو "مون کي ڄاڻ ناهي . مان نہ ٿو ڄاڻان."

پر اسانکي خبر آهي تہ ديوتا ۽ دئيت، سرڳ ۽ نرڳ ڪئين نهيا آهن. اسانکي آڪاش واڻين جي تاريخ، مذهبن جي پيدائش جي خبرآهي، اسان کي خبرآهي تہ ڪئين وهم جا ٻج ڇٽ ڪيا ويا ۽ وڌايا ويا. اسانکي خبر آهي تہ سمورا وهم عقيدا غلطيون ڏوهہ ظلم، ڇگايون منڌايون اميدون

خوف کوجنائون ايجادون قدرتي پيداوار آهن. "سبب" جي ذريعي اسان ڪارائتي ڪي هاڃيڪار ڪان ۽ سچ کي ڪوڙ کان جدا ڪري سگھون ٿا.

اسانکي ماضي جي خبر آهي. جن راهن تي انسان هليو ان جي اسان کي پوري پروڙهہ آهي. هن جون غلطيون هن جون سوڀون. اسان اهڙي حقيقت کان واقف آهيون، ڪجھہ ڀڳل ٽٽل پرزا ۽ سوچ اسان جي ذهن جي للڪار. انهن حقيقتن جي پرزن سان ماضي جا احوال جوڙي مستقبل جي پردي تي هوشياري سان چتر ٺاهئن ٿا.

اسان قدرت جي اڻ ٽٽل ۽ نہ ٽٽندڙ سبب ۽ اثر (ڪرٽي پرٽي) مڃون ٿا.

اسان ان ڪنهن بہ ايشور ۾ يقين نہ ٿا رکون جيڪوڏوپ واس گوڏا ٽيڪڻ گھنڊ وڄائڻ، ڀڄن ڳائڻ، مالا ڦيرڻ، ورت رکڻ، پوڄا پاٺ ڪرڻ سان خوش ٿئي ٿو.ڪو بہ اهڙو ايشور جيڪو عقيدي يا خوف ڪارڻ خوشامدي پڌاوٴ ۾ خوش ٿئي ٿو ان ۾ ويساهہ ڪونہ اٿئون.

اسان قدرت کي مڃون ٿا. اسان کي شيطان جنن ۽ دوزخ جو پوٴ نہ آهي. مهاتمائن، آسماني پرين، ديون دئيتن، روحن-کي جسم ۾ آڻڻ، مستقبل ۾ ڏسڻ، رابطہ قلبي، خيال پڙهڻ ۽ عيسائي سائنس رڳو حرفتي ڍوهہ آهن، جن جي صداقت ناقابل فهم پر محض ايماندار شاهدن جي گواهين سان قائم آهن.
اسان کي خبرآهي تہ لکين ڪروڙين ناممڪن کي ڳولن ٿا. غيب جي مدد حاصل ڪرڻ چاهن ٿا ۽ ان وسيلي زندگي جا مسئلا حل ڪرڻ چاهين ٿا. مقدر جي بر•لي پڙهڻ چاهن ٿا، مستقبل کان ڳجھہ ڇنڻ چاهن

ٿا. اسان کي خبر آهي تہ انهن جون سموريون ڪوششون اجايون آهن. اسان قدرت کي مڃون ٿا. گهر، گرهست، زال، ٻار، دوست ۽ دنيا جون حقيقتون ساريون مڃيون ٿا. اسان جو حقيقتن ۾ ايمان آهي. ڄاڻ ۽ ذهن جي واڌ ۾ ڀروسو آهي. اسان وهم کان ونءُ وڃون ٿا ۽ سائنس کي ڳلي لڳايون ٿا. اسان اڄ ڄاڻ کي نہ تخت تي ويهاريون ٿا نہ ئي جهالت کي تاج پارايون ٿا. اسان شرڪي، خيالي صورتن کي، غلطين ۽ ڪوڙن کي تڙي ڪڍڻ چاهيون ٿا. اسان نہ سڄ کي پٺ ڏئي ٿا ٻيهون نہ پاڇن کي ايشور ٿا سمجهون. اسان خالق جا سرجڻهار ڪين آهيون ۽ نہ ئي هن طرفان عطا ٿيل زنجيرن کي قبوليو آهي!

اسانجي خواهش آهي تہ هرانسان پاڻ سان سچو ٿئي. پنهنجي آدرش سان سچو ٿئي. آسرن دلاسن جي دولاب ۾ نہ اچي، دڙڪن ڌمڪين کان نہ ڏڄي. اسان زمين تي پاڻي ۾ يا فضا ۾ ڪو ظلم نہ ٿا چاهيون .

اسان ڄاڻون ٿا تہ وهم اسان کي ڀرم ڀولو ڪوڙ ويچار، جشن، ڏاڍ، ظلم وشواس، عقيدو، ڪٽرپڻو، پن، هٺ ڌرمي، ايذاءُ ايلاز، عبادتون، اذيتون، حڪمت الاهي، خداترسي، غربت، اولياءُ، مخدوم خادم، معجزا ۽ مذهبي مسخريون، وبا ۽ موت ڏنا آهن.

اسان کي ڄاڻ آهي سائنس اسان کي جيڪي ڪجهہ ڏنو آهي سڀ ڪجهہ قيمت قدر واروآهي. سائنس ئي تهذيب ڌارو بڻايو آهي. سائنس غلام کي آزاد بڻايو. اڳهاڙي جو انگ ڍڪيو آهي: بکي جو پيٽ ڀريو آهي. انسان جي حياتي وڌائي آهي. گهر محل مورتون ڪتاب ٻيڙا ريل موٽر تار ٽيليفون ۽ اڄ تڪ انجڻون ڏنيون آهن. سائنس اوائلي جهنگلي دماغ

۾ پريل راڪاس، ڪوڙا خيال، ڪنين واريون بلائون وغيره نيست نابود ڪري ڇڏيون آهن.

سائنس در اصل مڪتي داتا آهي، سائنس ايمانداري کي رياڪاري کان متاهون رکندي، ذهني تصديق کي سيني ويساهن کان اتم مڃيندي، فائديمندي جو مذهب سيڪاريندي، هرقسم جي هٺ ڌرمي کي ختم ڪندي، سوچ واري شڪ کي بنا سوچي عقيدي کان اوچو رکندي، اسان اڄ پادرين، حڪيم الاهي ۽ اوليائن جي بجاءِ فيلسوف مفڪر ۽ عالم کي پنهنجو جائز مقام حاصل ڪرائڻ ۾ واهر ڪندي. غربت ۽ ڏوهن جو خاتمو سهاڻو سپنو نه رهندو. سڀ کان اهم ڪاميابي سموري دنيا کي آزادي جي صورت ۾ حاصل ٿيندي.

## 5. مرد عورت ۽ پار جي آزادي

آزادي جو ذهن سان ائين لاڳاپو آهي جيئن آڪاش جو مادي سان. جهالت جهڙي غلامي جو ڪو بدل ڪونهي. آزادي ذهانت جي ڪُک مان اُپجي آهي.

انساني تاريخ رڳو اطاعت جي تاريخ آهي. غلامي نہ فقط زور، ڏاڍ ۽ ناانصافي جو داستان آهي بلڪ صدين کان مري مري جيئڻ ۽ اڀڪي وڪ وڌائڻ جو قصو بہ آهي. انسان ذات هميشہ بادشاه ۽ پادري لاءِ رانديڪو ۽ شڪار، وهم ۽ انڌي شڪتي جو ڪاچ پئي رهيو آهي. حاڪمن خوف ذريعي ابوجهن تي راڄ ڪيو آهي. انساني تاريخ دوران رياڪاري ۽ انڌ ڏنڌ - بہ ڳجهوڻ - انسان جي آزادي کي ختم ڪري پاڻ قلندا ڦولندا رهيا آهن. انهن کان بچاءَ جو هڪ ئي دڳ رهيو آهي: انسان جي ذهني سجاڳي. صنعتي واڌاري جي راه ۾ قدامت جو ڏنڊوءَ ذهني آزادي متان زنجيزون ۽ پهرن جو انت! آزادي جي ويرين ڪا ڪاڻ ڪين ڇڏي آهي. انساني حقن کي غصب ڪرڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا نہ حيلا، حربا، حرفتون، ظلم ۽ ڏاڍ روا رکيا اٿائون. ان ڏاڍائي کي جاري رکڻ ۾ هر حمائتي کي نوازيو ويو ۽ حق گو کي سزا ڏني وئي. لکڻ، پڙهڻ، سوچڻ ۽ پروڙڻ کي ڏوه قرار ڏنو ويو.

هر سائنسي حقيقت کي ڪوڙو ۽ بي بنياد ثابت ڪرڻ جو جتن ڪيو ويو! بادشاهن ۽ پادرين جي ڳٺ جوڙ انساني ترقي جي وڌندڙ قافلي کي روڪڻ جا انيڪ جتن اختيار ڪيا. آزاد عمل جي راه ۾ رڪاوٽون ڪڙيون ڪيون ۽ مذهب جي نيڪيدارن سندن سوچ جي راه تنگ ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. پهرين طبقي انسان جي جسم کي جڪڙيو ۽ پئي سندس

روح ٻوساٽيو! ان ناپاڪ ڳٺ جوڙ جي حڪمراني دوران عقل جي عقاب کي رياڪاري جو لنبو سَپُ سمجهيو ويندو هو!!

سموري انسان ذات زنجيرن ۾ جڪڙيل هئي. قيد مان کي جوڌا جاڳيا، جدوجهد جي جوت جلي - علمۡ ۽ فهم سان سرشار انساني ترقي جي پرهه ڦٽي جا متوالا - اِهي زنجيرون ۽ ڪوٽ توڙي انسان ذات جي آزادي خاطر پنهنجي زندگي جي آهوتي ڏئي ويا!

ڪجهه ئي سال اڳ انسان جي ذهن ۾ هڪ وڏي سجاڳي آئي. هن سوال ڪرڻ شروع ڪيو تہ هڪ غاصب حڪمران کي ڪهڙو حق هيو جو هو کين استعمال ڪري؟ اهڙي سوال ڪرڻ واري کي غِدار قرار ڏنو ويو! ڪن ٻين سوال ڪيو تہ تخت نشين رياڪار کي ڪهڙو اختيار هيو جو حڪم هلائي؟ اهڙن ماڻهن کي ڪافر قرار ڏنو ويو! پادري ۽ بادشاهہ فرمايو ڪا قوت هنن کي روڪي نٿي سگهي. هنن ان وقت چيو ۽ اڄ بہ فرمائين ٿا تہ انسان لاءِ آزاد رهڻ خطرناڪ آهي!! مان ان ڳالهہ کي قطعي کين مڃان ٿو. ساڄهہ جي هيڏي هن سمنڊ ۾هرڪنهن جي ترڳڻ لاءِ گنجائش آهي، شعور جي آسمان ۾ هر ڪنهنجي جي اڏام لاءِ خاصي جڳهہ آهي!

جيڪو شخص پاڻ پنهنجي لاءِ نٿو سوچي سو غلام آهيِ. ويري آهي. پنهنجو بہ تہ انسان ذات جو بہ.

هن ڪائنات ۾ ڌرتي تي، آسمان هيٺان جيڪو بہ شخص موجود آهي اهو هر انسان سان انساني ناتي ذريعي هڪ سمان ۽ برابر آهي!

ڪوحنا ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ هر ڪنهن کي سوچڻ جو حق آهي ۽ هر ڪوئي ڄاڻڻ جي اِها خواهش پڻ رکي ٿو تہ هن مانداڻ جي ابتدا ۽ انتها ڇا آهي. هي سمورو بحث ۽ منهن جي گهُر آزاديءِ خيال ۽ اظهار جي سر بلنديءَ لاءِ آهي ۽ بس! مان اِها دعويٰ نہ ٿو ڪريان تہ مان جيڪي ڪجهہ سوچان ٿو سو سڀ صحيح آهي پر مان جيڪي ڪجهہ درست سمجهان ٿو ان جي اظهار جو حق رکان ٿو.

مان نٿو چوان تہ مان آسمان جي بلندي کي ڇهي آيو آهيان يا وري سمنڊ جي تهہ کي ڏسي آيو آهيان پر منهن جو چوڻ اهو آهي تہ مون کي پنهنجي خيالن جي اظهار جو حق آهي ۽ جيڪو بہ مون کان اهو حق کسڻ جي ڪوشش ڪري ٿو مان ان کي، غاصب لٽيرو چوان ٿو بس! ان کان وڌيڪ بيو ڪجهہ ڪين چوان ٿو.

انسان کي زنجيرن کان آجوڪريو، سندس بند ٽوڙيو. جيڪڏهن مون کي سوچڻ جو حق ناهي تہ پوءِ هيءُ دماغ ڇا جي لاءِ آهي؟ جيڪڏهن مون کي سوچڻ جو "حق" ناهي تہ پوءِ بين چئن ماڻهن يا ڪنهن جماعت کي ڪنهن سمجهوتي ذريعي عمارت تعميرڪري مٿان جهنڊو کوڙي گهنڊ وڄائي — سوچڻ جو اختيار ڇو آهي؟ نيڪ انسانن کي سوچڻ جي ڏوهہ ڪارڻ تاريخ جي هر موڙ تي مارڪٽ ۽ ڦتڪا هنيا ويا آهن. اڄ تائين زنجيرن ۽ بندن جي ياد سندن بدن ۾ ڪنبٽي پيدا ڪري ٿي.

اُهي "آزاد سوچ " جا حامي انسان آهن ۽ چاهن ٿا تہ هرشخص آزاد هجي. جيڪو بہ هنن جي ان حق کان انڪاري آهي سو بي ايمان ۽ خوار خراب آهي.

ماضي جي گذريل جڳن ۾ اسان جي وڏڙن جو خيال هيو تہ هو پنهن جي مرضي بين کي مڃرائي سگهندا. اسان جي ابن ڏاڏن جو خيال هو تہ هو زبردستي پنهنجي ڳالهہ مڃرائي سگهيا ٿي. پر توهان کنهن جي راءِ کي تشدد يا سماجي زور داٻ سان بدلائي نٿا سگهو. مان توهان کي ٻڌايان ٿو تہ توهان هنن سان ڇا ڪري سگهو ٿا ۽ ڇا ڪندا رهيا آهيو. توهان لکن جي تعداد ۾ رياڪار بڻائي سگهو ٿا. هنن کان اهو تہ اقرار ڪرائي سگهو ٿا تہ هنن پنهنجي راءِ بدلائي آهي پرهو خاموشيءَ سان ساڳئي راءِ تي قائم رهندا! ڇو نہ ڪٿي توهان کين زنجيرن ۾ جڪڙيو هُجي، لوهي ڪڙيون پارايون هجن، سولي چاڙهيو يا ساڙيو هجي، هنن جي رک بہ سندن نج سوچ جي ساک ڀريندي!

اسان پنهنجي ابن ڏاڏن لاءِ ڇا چئون، الائجي ڪيئن سندن ذهن ۾ هي خيال اتپن ٿيو تہ زور زبردستي سان هو ٻئي ڪنهنجي سوچ پاڙ جهڙي ڪري سگهندا. اڄ بہ هن ملڪ ۾ ماڻهن ۾ اهو خيال موجود آهي. اڄ بہ ڪٽر پنٿي ماڻهن کي اهو چوندي ٻڌندا آهيون تہ "هن شخص سان ڪاروبار ناهي ڪرڻو، هن کي ووٽ ناهي ڏيڻو، هن وڪيل جي صلاح ناهي مڃڻي، هن ڊاڪٽر کان دوا ناهي وٺڻي ڀل مري وڃون، هن کي دعوت تي نہ گهرائيندا سين، هن سان ڪو تعلق نہ رکنداسين وغيره جيستائين هو اسان جي اصولن کي قبوليت نٿو بخشي، اسان جي گرجا گهر ۾ نہ ٿو اچي، اسان جي خدا جي عبادت نہ ٿو ڪري وغيره!"

گذريل وقت ۾ "هو" چاهيندا هيا تہ هر ڪوئي بلڪل هنن وانگر ٿي سوچي. اڄ ايتري ترقي جي باوجود توهان بہ گهڙيال بلڪل هڪ جيان نٿا هلائي سگهو تہ ڪروڙين ماڻهن کان جن جي ذهني ترتيب مختلف آهي، پرورش، تعليم تربيت مختلف آهي، امنگون جدا آهن، ماحول جدا

آهي، توهان ڪيئن هنن ۾ بلڪل هڪ جهڙي سوچ اختيار ڪرڻ جي خواهش پيدا ڪري سگهو ٿا؟ جيڪڏهن بي انت مالڪ جنهن اسان کي اپايو آهي ۽ چاهي ٿو ته اسان " هڪ جهڙو" سوچون ته هن ڇو ماڻهن جي ذهني ترتيب و تربيت ۽ نشونما ۾ فرق رکيو آهي؟ جيڪڏهن اِهو ئي رٿيو ويو هيو ته سيئي هڪ جهڙو ئي سوچين ۽ محسوس ڪن ته پوءِ شرعي مومن رشيد عطار ۽ ذڪي جو فرق ڇو؟

مان ڪتابن ۾ پڙهندو هوس ته ڪيئن اسان جي ابن ڏاڏن انسان ذات سان جنيون ڪيون آهن، ويلَ وهايا آهن. پر مان ڪڏهن ان عمل کي ساراهيو نه آهي. مان پڙهيو پرمنهنجي دل کي اهي ڳالهيون وڻيون ڪونه. مذهب جي نالي تي انسان ذات سان جيڪي عقوبتون روا رکيون ويون هيون انهن کي صحيح طور پروڙڻ جي سڌ تڏهن حاصل ٿي جڏهن عيسائيت جي "انسان سوز" مختلف النوع عقوبتي ذريعن سان واقفيت حاصل ٿيم! مون هٿ جي آڱوٺي کي مروڙڻ وارو فولادي آلو ڏٺو جيڪو انهن انسانن تي استعمال ڪيو ويندوهيو جيڪي غير عقلي ۽ بي بنياد عقيدن ۾ ويساهه آڻڻ کان انڪارڪندا هيا. اِهي سڀ ڏاڍايون مذهب جي "آفاقي بخشش" ۽ "انساني محبت" جي ذريعي پيغام جي اوٽ ۾ روا رکيون وينديون هيون. انهن غير انساني ۽ اذيت ناڪ جسماني عذابن وگهي اڪثر انسان مٿي ڄاڻايل عقيدن کي بنا ديرمڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئا. شايد آءٌ به اهڙي مڃتا کان انڪار ڪين ڪري سگهان ها. شايد بغيرهيل ۽ حجت جي انهن ۾ سمايل سڀني بي بنياد ڳالهين کي قبول ڪريان ها. سندن انيڪ ديوتائن ۽ اڪيچار دوزخن کي مڃتا ڏيان ها. اِنهن عذابن کان ڇوٽڪاري جي عيوض!

متي ڄاڻايل روح ڪنبائيندڙ ڏاڍاين جي باوجود ڪڏهن ۽ ڪٿي اهڙو مردِ مجاهد پڌرو ٿيندو رهندو هيو جيڪو ڪوڙ اڳيان آڻ مڃڻ بدران "دانش" "گيان" جي سر بلنديءَ لاءِ موت کي ڳلي لڳائڻ ۾ ڪا هٻڪ محسوس ڪين ڪندو هو! انهن چند آدرشي ۽ اوچي پد تي رسيل انسانن ڪارڻ اسين وحشي ۽ آدمخور بڻجڻ کان بچي وياسون!!

اسانکي هردليريءَ بي ڊپي شخص جو تورائتو ٿيڻ گهرجي جنهن مخالفت، نفرت ۽ موت جي بہ پرواهہ نہ ڪئي ۽ سچ جو ساٿ ڏنو.

اسان جي وڏڙن کي اهڙي قسم جي آدرشي ويرتا لاءِ ڪو سنمان ڪين هيو! جيڪو انسان پنهنجي اصول تي اٽل رهيو ۽ سندن بي بنياد عقيدن کي مڃتا ڪين بخشي ان کي معاف نہ ڪيو ويو. سندس جسم ۾ سوئا ٽنبيا ويا. ڪال ڪوٺڙي ۾ بندي بڻايو ويو ۽ ڪيس دوزخي قرار ڏنو ويو. هي سڀ ستم پيار جي نالي - ٻاجهاري مسيح جي نالي تي روا رکيو ويو!

انسان کي عذاب ۾مبتلا ڪرڻ جو هڪ بيو اوزار جنهن کي "ڳلي جي اذيت" سڏجي ٿو. ان جي معائني جو موقعو بہ مليم! ان جي اندرين حصي ۾ سُين جهڙيون چيندڙ سوين نوڪون نڪتل هيون. ان سان منڪر جي ڳلي کي جڪڙي چيچلائي ماريو ويندو هو. سنديس ڏوهہ اهو هو تہ هو "رحمي خدا" ۾ ويساهہ رکندڙ هيو. نہ ڪي اهڙي خدا ۾ جيڪو انساني نسلن کي ازلي عذاب ۾ پيڙيندو رهي !

هڪ ٻئي "آلي" ڏسڻ جو موقعو مليم. ان عقوبتي اوزار کي "ڇُهڙي جي ڏيءَ" ڪوٺيو پئي ويو. ان فولادي شيطاني چڪري ۾ آزادي پسند "ڏوهاري" جا هٿ پير - ۽ منهن مٿو جڪڙي ڪيس زمين تي اڇلايو ويندو هو. ان وزني ديوهيڪل اوزار جي ناقابل برداشت بوجهہ ڪارڻ "ڏوهاري" جي جسم جون سيئي مشڪون ٽٽي ڦٽي ڪيس عذاب جي اٿاهہ گهراين ۾ ڳهلي هميشہ جي ننڊ ڏيئي ڇڏينديون هيون!

هي سڀ ڪلورَ اهي ماڻهو ڪري رهيا هيا جن جو اُپديش هيو تہ "جيڪڏهن ڪوئي توهان کي هڪ ڳل تي چماٽ هڻي تہ توهان ٻيو ڳل بہ اڳيان وڌائي ڏيوس!"

مون هڪ اهڙو اشڪنجو ڏٺو جيڪو هڪ دٻي وانگر بار ڍوئيندڙ گاڏي جيان هيو جنهنجي هر ڇيڙي تي چرخو لڳل هيو ۽ ٻيڙم ۽ ڪڙا جڙيل هيا تہ جيئن ترڪڻ کان روڪي سگهن. چرخي مٿان زنجيرون جڙيل هيون جن ذريعي ڏوهاري جي هٿن پيرن ۽ ٻين سَنڌن کي جڪڙيو ويندو هيو- ۽ پوءِ پادري، گرجا وارا ۽ ڌرم جا اپديشڪ انهن چرخن کي هلائڻ شروع ڪندا هيا ۽ ان وقت تائين هلائيندا هئا جيستائين سزا پائيندڙ جا هٿ پير ٻانهون ٽنگون سيئي سَنڌ هڪ ٻئي کان ڌار نہ ٿي ويندا هئا! ڏوهاري اذيت ۽ پيڙا ۾ چڪنا چور ٿي ويندو هو. پر ۾ ٻينل ڊاڪٽر نبض پيو جاچيندو هيو. ڇا لاءِ؟ سندس جان بچائڻ لاءِ؟ رحم خاطر؟ نہ. محض ان ڪري تہ جيئن ڪيس ٻيهر اشڪنجي تي چاڙهي سگهجي.

هي سڀ ڪلور تهذيب ۽ تمدن جي امن امان، رحمدلي، مذهب ۽ ٻاجهاري يسوع مسيح جي نانءُ تي روا رکيو ويندو هو!

ڪڏهن ڪڏهن جڏهن مان پڙهندو آهيان ۽ انهن ڪنبائيندڙ ڳالهين جي باري ۾ سوچيندو آهيان تہ مون کي ائين لڳندو آهي تہ جئين اهي سڀ ايذاءَ ۽ اذيتون مان پاڻ سنيون آهن ائين محسوس ٿيندو آهي تہ ڄڻ مان ڪاري پاڻي جي سزا طور ڪنهن ٻيٽ جي پاسي بيٺو لڙڪ پريل اکڙين سان پنهنجي گهر ۽ وطن ڏانهن نهاري رهيو آهيان. ڄڻ منهنجي هٿن جي آنگرين مان نَهنَ ڪشي ڪڍيا ويا آهن، تيز سيون جسم ۾ چڀوئي لهو لهان ڪيو ويو آهي، پيُر لوهي بوٽن ۾ وجهي چيپاٽيا ويا آهن. ڄڻ تہ مان ڪال ڪوٺڙي ۾ زنجيرن سان جڪڙيو پيو آهيان، ٻڌڻ جي اڻ لکي سگهہ سان ڪنهن اڻ ڃاتل قدمن جو آواز جهٽڻ جو جتن ڪري رهيو آهيان شايد ڪو آزادي جو پروانو ڪٺي اچي. ڄڻ تہ مان ڦاهي جي تختي تي بيٺو آهيان ۽ تيز چمڪندڙ ڪهاڙي ڪنڌ تي اچي لڳي ٿي، ڄڻ تہ اشڪنجي ۾ جڪڙيو پيو آهيان ۽ پادرين جا منحوس چهرا چرخن ڏانهن جهڪندي نظر اچن ٿا. ڄڻ تہ مون کي پنهنجي گهر مان، زال ۽ ٻارن کان جدا ڪري هٿڪڙيون هٽي سرعام ساڙڻ لاءِ نيو پيو وڃي جتي اگ ۾ ٿي ڪانين جون پريون ۽ بند ڪٽا ڪيا ويا آهن، ڄڻ تہ باهہ جا الا منهنجي عضون کي ساڙيندي اکين کي انڌو ڪري رهيا هيا. جڏهن مان اهو سڀ ڪجهہ محسوس ڪندو آهيان تہ مان پاڻ سان پرن ڪندو آهيان تہ جيستائين جيئرو آهيان، جيترو ڪجهہ مونکان ٿيندو مرد، عورت ۽ ٻار جي آزادي جي بچاؤ ۽ واڌاري لاءِ ڪوشش ڪندو رهندس.

اهوانصاف ديا مهر،ايمانداري ۽ شعوري واڌاري جو سوال آهي. جيڪڏهن دنيا ۾ ڪو بہ اهرو شخص آهي جيڪو هر ٻئي ماڻهو کي اهو حق نٿو ڏيڻ چاهي، جيڪو هو پنهنجي لاءِ گهري ٿو، تہ هو ڪنهن وحشي کان گهٽ ناهي. ايمانداري جي ڳالهہ آهي جيڪڏهن ڪو شخص ٻئي کي اهي

سمورا گيان حاصل ڪرڻ وارا حق نتو ڏيڻ چاهي جيڪي هو پنهنجي لاءِ گهري ٿو، تہ هنڪي بي ايمان، خود غرض ۽ وحشي ڪوٺي سگهجي ٿو. اهو شعوري واذاري جو سوال آهي جيڪو بہ شخص ٻئي ڪنهن ڪي پنهنجي ايماندارانہ راءِ يا ويچارن جي اظهار ڪان باز رکڻ جي ڪري ٿو سو انسانيت جو ويري گندي ذهنيت جو مالڪ آهي. هي انساني شعور جي ترقي جو سوال آهي.

ڪجهہ وقت اڳ مان ماڻهو جي ٺاهيل هر شيءِ جا ماڊل ڏنا. مون پاڻي تي ترندڙ هر سواري جا سڀ ماڊل ڏنا اوائلي بي ڊولي هڙهي جنهن تي بي لباس جهنگلي ماڻهو، آدم ذات جو قديم وڏڙو. وينل ڏٺم سندس ڏندن جي ڊيگهہ بہ انچ هئي ۽ ڪوپڙي ۾ دُڪي جيترو دماغ! مون آبي سواري جا سڀئي نمونا ڏٺا - هڙهي ڪان وٺي جنگي ٻيڙي تائين، جيڪو سوين ٽوبون ۽ ميلن تي ڦهليل ٿات ڪٽي تي سگهيو. هڙهي ڪان وٺي اڳبوٽ تائين جنهن ڪي پهلوان "مهرو" قطب نما جي مدد سان نيو يارڪ جي بندرگاهہ ڪان ٽي هزار ميل جو سفر گجندڙ لهرن جو مقابلو ڪندي بنا ڪُرڪڻ ڪنِجهڻ جي طي ڪري سگهي ٿو.
ساڳئي وقت تي مون ماڻهو جا ٺاهيل مختلف قسم جا هٿيار بہ ڏنا اها لٺ بہ ڏٺم جنهنجي ذريعي اوائلي جهنگلي انسان گهر ڪان نڪري پير پير ۾ ڏيئي نانگن کي ماري پنهنجي خوراڪ جو بندوبست ڪندو هيو. تلوار، تيرڪمان، رائفل، "ڪرپ" جي فيڪٽري جي ٺهيل توب، جنهنجي ڏيڍ فوٽ جي فولادي نالي مان هزار ڪلو جو گولو هلائي سگهجي ٿو. مون قسمين قسمين ڍال ڏٺا ڪچهوءَ جي کل مان ٺهيل زرهہ بہ ڏٺم جيڪا اسان جا اوائلي وڏڙا سوڊا پنهنجي وطن جي بچاءَ خاطر وڙهڻ وقت پهريندا هئا.

مون ساڳئي وقت سندن اوائلي موسيقي جا آلات بہ ڏٺا. جنهن ۾ جانور جي سڪل کلن، مان جوڙيل دهل، نغارو وغيره کان وٺي جديد زماني ۾ جوڙيل خوبصورت ساز جن جي مڌر ڌُنن سان ماحول مهڪي پوي ٿو!

مون قديم چتر پڻ ڏٺا: پيلي رنگ جي مٽي جي پوچي کان وٺي اهي عظيم فن پارا جيڪي اڄ دنيا جي گيلرين جي سونهن بڻيل آهن. ٻئي ڊولن پوائٽن ديوتائن جا اهڙا اهڙا مجسما ڏٺا جن ۾ ڪين چار ٽنگون، ڇهہ ٻانهون، انيڪ نڪ، بہ يا ٽي ڪنن جون قطارون: هڪ ننڍڙي ڏڪار جوڳي بي مغز دماغ سان ڏيڪاريو ويو هيو. سنگ مرمر جا چٽڪ جيئرا جاڳندا مجسما بہ پسيم جن ڪي ڇهڻ ۽ سيني لڳائڻ لاءِ دل اڇلون ڏيئي ٿي!

مون انهن جا قديم ڪتاب ڏٺا جيڪي جهنگلي جانورن جي کلن تي، رڍن جي هڏن تي، پتن ۽ ڇوڏن تي لکيل هئا -اڄوڪا لکيل لاجواب ڪتاب پڻ جيڪي اسان جي لائبريرين جي رونق بڻيل آهن. جڏهن مان لائبريرين جي ڳالهہ ڪريان ٿو تہ مونکي افلاطون جا اهي تاريخي لفظ ياد پون ٿا ”جنهن گهر ۾ لائبرري آهي اهو گهر مندر آهي.“

مون سندن زمين کيڙڻ جا اوائلي اوزار بہ ڏٺا جنهن ۾ ڏنگي لٺ ڍڳي جي سنگ ۾ سڪل ڪاٺي سان ٻڌل ڏٺم. اڄ جي دور جا جديد اوزار بہ جن کي ڏسي اِهو نتو ڇئي سگهجي تہ اڄ جو اِنسان بي علم، اڻ گهڙيو-وجود آهي!
انهن سيني ڳالهين کي ڏسندي مون کي اهو ڇوٽو پوي ٿو تہ انسان تڏهن ئي اها ترقي ڪئي آهي جڏهن هن پنهنجي سوچ ۽ پنهنجي محنت سان قدرتي عملن کي جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، آس پاس جي شين کان

بنا ڏچ ڏپ جي فيض ونڻ جي ڪئي آهي ۽ اهو تڏهن ممڪن ٿيو جڏهن هن غئبي ديوتائن مان آبڪائي حاصل ڪري پاڻ تي پاڙڻ شروع ڪيو آهي!

ساڳئي ئي وقت تي مون انساني کوپڙين جي قطار ڏٺي، جنهن ۾ اڄ تائين لڌل نندين کوپڙيون جهڙوڪ "نيندر ٿال" وچ آفريڪا جي ملڪن جون کوپڙيون، آسٽريليا جيٰ"بش مين" جون کوپڙيون، پيسفڪ سمنڊ جي ڏورانهين ٻيٽن جي رهندڙ ماڻهن جون کوپڙيون ۽ ماضيٰ قريب جي نسلن جون بهترين وڏيون کوپڙيون. مون ڏٺو تہ کوپڙين ۾ بہ ساڳيائي فرق هئا جيئن سندن اندر سمايل مغزن ۾. منهنجي ذهن ۾ هڪ خيال پيدا ٿيو تہ "سوال رڳو ذهني ارتقا جو آهي." انهن نندين ۽ وڏين کوپڙين ۾ جيڪو فرق آهي، اهڙو ئي اوائلي هڙهي، جديد آگبوٽ ۽ جنگي جهاز ۾ بہ سمايل آهي. ساڳيو تفاوت قديم لٺ ۽ موجوده "ڪرپ" جي توب وچ ۾ پڻ موجود آهي. ساڳيو امتياز پيلي مٽيءَ جي قديم چٽر ۽ اچوڪي عظيم شاهڪار ۽ سڪل ڪل مان ٺاهيل دهل ۽ مشهور موسيقار "وردي" جي اوپيرا ۾ پڻ صاف پسي سگهجي ٿو.

قطار ۾ چاٺايل ڀهرئين پتڪڙي کوپڙي غارن ۾ رهندڙ جهنگلي ۽ بي دماغ ماڻهن جي هئي ۽ آخر واري وڏي خوشي، آزادي ۽ پريم جي مندر ۾ وسيل انسان جي هئي! سموري ڳالهہ جو تات پرج انسانِ جي ذهني ترقي ۾ سمايل آهي!

اڄ اسان پنهنجي ابن ڏاڏن جي مقابلي ۾ اگر ڪنهن حد تائين آزاد آهيون تہ اهو محض ان ڪارڻ تہ اسانجي شعوري بيداري ڪجهہ بهتر آهي.

هاڻ مان توهان کان هڪ سوال پڇان ٿو. ايمانداري سان جواب ڏيو. ان ڳالهه سان توهان کي ڪو فرق نه پوندو ته منهنجي سوچ ڪهڙي آهي ۽ مان ڇا ثابت ڪرڻ گهران ٿو. منهنجو توهان کي ايترو چوڻ آهي ته، گهڙي پل لاءِ، پاڻ کي هر قسم جي مذهبي عقيدي کان پري ڪري سوچو. رڳو انسان بڻجي ڏسو.

ذرا تصور ڪري ڏسو ته ڪنهن بادشاهه يا پادري قديم انسان کي اوائلي هڙهي ۾ ترندوڏسي ۽ سڪل کل جي قديم دهل جي بي سري آواز تي گد گد ٿيندو پسي، چون ها ته " هن هڙهي کان بهتر ٻيڙي انسان جوڙي ئي نه ٿوسگهي ڇو جو ان جو نمونو" مٿان "ٻوڏ ۽ ٻيڙي" جي خدا طرفان موڪليل آهي." جيڪڏهن ڪو شخص سمجهي ٿو ته هو ان کي ڪنهن طريقي سان بهتر بڻائي ٿو سگهي ته هو منڪر هو ۽ واجب سزا آهي. ان کي باهه ۾ جلايو ويندو ۽ ان صورتحال جي موجودگيءَ ۾ توهان جي سوچ سمجهه ۽ راءِ مطابق اڄ دنيا جي جهازراني جو ڪهڙو حال هجي ها؟

جيڪڏهن ڪو بادشاهه يا پادري ان جهالت واري دور ۾ دهل جو آواز ٻڌي چوي ها ته "دهل کان وڌيڪ ليپائيندڙ موسيقي جو سُر انسان جوڙي ئي نه ٿي سگهيو. دهل جنت جو سُر هيو. جنهن کي هوائن تي اڏامندڙ ڪنولي ۾ هڪ حور هلائي رهي هئي" جنهنکي هلائيندي هو ايترو ته مگن ٿي وئي جو دهل هيٺ ڪري پيو ۽ جيڪڏهن ڪو شخص ان ۾ ڪا ڦيرگهيرڪرڻ جي ڪوشش ڪندو ته ان کي آسماني قوتن جي شان ۾ گستاخي تصور ڪيو ويندو ۽ ڪيس موت جي سزا ڏني ويندي. ۽ مان توهان کان پڇان ٿوته ان حالت ۾ اڄ موسيقي جو ڪهڙو حال هجي ها؟ اگر سنگيت جي سلسلي ۾ پهرين راهه اختيار ٿيل هجي ها ته ڇا اوهين

جڳ پرسڌ موسيقار" بيٿوين " جي مڌر لاثاني سدا بهار موسيقي جي سواد ۽ مزي جو لاڀ حاصل ڪري سگهوها؟

جيڪڏهن ڪنهن بادشاهه يا پادري جي چوڻ تي ان وڙ وڪڙ ڏنڊي کي ئي زمين جي کيڙڻ جو اعليٰ ترين اوزار تسليم ڪيو وڃي ها، جيڪو ڪنهن خدا واهي پرهيزگار ڪڙمي کي ننڊ ۾ ڪو فرشتو ڏئي ويو هو ۽ "اگر ڪوئي شخص سمجهي ٿو تہ هو ان کي ڪنهن طرح سان بهتربڻائي سگهي ٿو تہ هوڪافر آهي" تہ توهان جي راءِ ۾ زرعي سائنس جو ڇا حال هجي ها؟

پرماڻهن، بادشاهہ ۽ پادري گڏجي چيو "اسان کي اهڙا سنا هٿيارکپن جن جي ذريعي اسان پنهنجي مخالف ڪرستان ياٿرن کي ماري سگهون. " اسان کي بهتر"هر" گهرجن اسان کي بهتر موسيقي جو ساز و سامان گهرجي بهتر تصويرون گهرجن. جيڪو بہ اسان کي بهتر هٿيار ڏيندو، رهڻ لاءِ گهر جوڙي ڏيندو، بهتر موسيقي مهيا ڪندو، اعليٰ ڪپڙا لٽا ڏيندو، تہ اسان انکي ڌن دولت ۽ شان شوڪت عطا ڪنداسين.۽ هر ان شخص کي اِهي هرڪائيندڙ آڇون پيش ڪيون ويون جيڪو انهن شين ۾ عمدگي، بهتري ۽ ترقي ڏيارڻ جو جتن ڪندو! اهو ئي ڪارڻ آ، جو اوائلي اٺ، توب جو روپ اختيار ڪيو، قديم هڙهي کي آگبوٽ ۾ تبديل ڪيو ويو، پيلي مٽيءَ جو بيڊولو چتر جديد شڪل جي پينٽنگ ۾ بدليو ويو ۽ اڻ گهڙيل، ٽٽل پٿر جي ٽڪري مان اعليٰ ترين مجسمو گهڙيو ويو! اوهان کي اِهو قطعي وسارڻ نہ گهرجي تہ اوائلي هڙهي ۾ سواري ڪندڙ سڀاجهو انسان جيڪو قديم دهل جو بي سرو آواز ٻڌي گد گد ٿيندو هيو ۽ وڙ وڪڙ ڏنڊي ذريعي زمين کيڙڻ جي درد جي لڪ ٿي نہ پوندي هيس،

پنهنجو الڳ ۽ جدا مذهب بہ اختيار ڪيل هيس ! اهو هڙهي وارو انسان سوچ جي انداز مطابق قدامت پسند ۽ ڪٽر پنٿي هيو. سندس ذهن ڪنهن قسم جي شڪ کان آزاد هيو. سموري زندگي ان انداز ۾ گذاري مرندو رهيو. جنت ۽ دوزخ جي حقيقت ۾ پختو ويساهہ هيس. هن کي جنت ۾ جيون بسر ڪرڻ جي چاهنا هئي ۽ اتان بيهي ڪري باهہ ۾ سڙندڙ دوزخين جو نظارو پسڻ جي خواهش هيس جن سنديس مسلڪ بابت شڪ پرگهٽ ڪيا هئا!

اها هڪ افسوسناڪ ۽ اڻ وڻندڙ سچائي آهي تہ هن ماڻهن جي نسب ۾ گهٽيئي آزاد رو ۽ روشن خيال انسان جنم وٺي چڪا هئا! اها پڻ هڪ ڪڙي ۽ اڻ وڻندڙ سچائي آهي تہ بي علمن جو تعداد دانشمندن جي ڀيٽ ۾ ڪافي تيزي سان وڌي ٿو. هڙهي واري ماڻهو جو شيطان جي وجود ۾ ويساهہ هيو. جنهن کي بہ سنگ هڪ ڏکهو پيچ ۽ هٿ ۾ تکو ڀالو هيو ۽ وات مان باهہ جا الا ڪيندو رهندو هيو. اهو شيطان تقريبن "خالق" سان برابري جو دعويدار هيو. تورو گهٽ جاننو جبرو ۽ هوشيار هيو! ۽ گذريل ڇهن هزار سالن جي تاريخ ۾ ان سوچ ۾ ڪا ڏيان جوڳي تبديلي ڪونہ آندي وئي آهي.

هن غارن ۽ غفائن واري انسان جي ويساهہ موجب خدا قهار هيو جيڪو سندس مرضي خلاف پنهنجي عظيم اوچن آدرشي ويچارن انوسار زندگي بسر ڪرڻ وارن کي هميشہ هميشہ لاءِ نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيندو. هن جو ويساهہ هيو تہ زمين سنئين سڌي تراڪڙيل هئي. هن جو دوزخ جي باهہ ۾ يقين هيو هن جا سياسي متا پنهنجا هيا جنهن انوسار طاقتور ئي صحيح ۽ سڀ ڪجهہ هيو! دنيا کي ان غلط سوچ کي بدلائڻ لاءِ هزارين سال لڳي ويا! هيئنر چيو ۽ مجيو وڃي ٿو. "سچ وڏيڪ سگهارو آهي!"

مان خدائي علم ۽ عقيدي ۾ بهتري جي رڳو ايتري گهر ڪريان ٿو جئين موسيقي جي آلات ۾ غارن ۾ رهندڙ انسان، اڄ جي انسان جي حد تائين پهچڻ ۾ تبديلي يا بهتري آندي آهي، بس ايتري منهنجي گهرآهي. مان انسان ذات لاءِ هرطرح جي آزادي چاهيان ٿو ۽ اهو ئي منهنجو ڏوهه آهي جيڪو مون کان سرزد ٿيو آهي. مان چوان ٿو ته اچو ته سوچون، هر هڪ پنهنجي راءِ جو آزادي سان اظهارڪري. اسانکي جاچ جوچ ۽ کوجنا ڪرڻ وارو ٿيڻ گهرجي، نه ڪي محض پوئلڳ! ها ۾ ها، ملائڻ وارو ٿيڻ نه گهرجي. جيڪڏهن آسماني ايشور "اننـــت اپار" آهي ته هو ڪڏهن به گيدين ۽ پاکنډين جي عبادت قبول ڪونه ڪندو. عقيدي کان منحرف ايماندار، بي بنياد ويساهه کان پالهي سچي انسان مان سرڳ ۾ خوشبو ڦهليل هوندي - ۽ ان جي ڀيٽ ۾ ظاهر طور پاڪ پاکنډي انسان جنهن پل ڪٽي سوين ويدقرآن پڙهيا هجن، مان نڪ ساڙيندڙ بدبوءِ ايندي رهندي!

منهنجو اصول اهو آهي ته "هر انسان کي هر اهو حق ڏيو جيڪو توهان پنهنجي ذات لاءِ چاهيو ٿا." ذهن جا دروازا کليا رکو، نون ويچارن جي آجيان ڪريو ۽ ترقي ۽ خوشحالي ماڻيو.

اڄ جو بنياد پرست مذهبي پنهنجي روحاني بيڙي کي ڪٽرپڻي جي ڍڪ تي کلي سج هيٺ سڙڻ لاءِ ڇڏي ٿو! هن کي قديم ويچارن جي سڙهن کي اوائلي مسلڪن جي کوهن سان ٽڪرائجڻ جي آواز مان لطف ۽ سواد حاصل ٿئي ٿو- ڪيس هن ورجاءُ مان سواد حاصل ٿئي ٿو. " منهنجي ويچارن ۾ دخل انداز نه ٿيو. منهنجي ذهن ۾ تبديلي لاءِ ڪو جتن نه ڪريو. مان ان مسلڪ کان منڪر ٿيڻ نٿو چاهيان. مونکي جديديت جي ڀيٽ ۾ قدامت عزيز آهي وغيره."

جيتري قدر منهنجو تعلق آهي مان اڳتي وڌڻ چاهيان ٿو انهن موجن طوفانن ۽ آسماني آفتن جو مقابلو ڪرڻ چاهيان ٿو. مان ڪٽرپٽي جي ڏک تي وينو آس سيڪيندو سيڪيندو سڙندو رهان ان جي پيٽ ۾ انهن طوفانن ۾ مرڻ کي ترجيح ڏيندس.

بهرحال اسان پراڻي دور کان نئي دور ۾ داخل ٿي رهيا آهيون. اڄوڪن ڪٽر پنٿين کي ٻه سؤ سال اڳ سندن بدعتي ويچارن ڪارڻ باھ جو بک بڻايو وجي ها! اڄوڪا پادري جيڪي منهنجي روشن ويچارن سبب مونکي نندين ٿا اهي پاڻ ماضي جي دور ۾ مذهبي "پڇاڻي" آڏو سزا وار ٺهرايا وڃن ها! انهن مقامن تي جتي ماضي جي انڌيرن ۾ " ترقي" ۾ ايمان آٽيندڙن جا انبوھ پنهنجي آڳ کي روشن رکندا هئا اتي هيئنر گرجا گهرن ۾ موجود "قربان گاھ" چمڪي رهيا آهن! اڄ جا ڪٽرپنٿي ساڳي جاءِ والاريو وينا آهن جيڪا سو سال اڳ ناستڪ ۽ روشن فڪر انسانن جي پرچار جو مقام هئي!! هاڻوڪي " چرچ" ماضي جي اونداهين "گرجا گهرءِ کان گهڻو گهڻو اڳتي نڪري آئي آهي. ان چرچ ترقي لاءِ جتن ڪندڙ ماضي جي انڌيرن جي خلاف احتجاج ۽ مخالفت ڪندڙ نامعلوم انبوهن جي پوئواري ڪئي آهي - ۽ پاڻ ۽ ان انبوهن جي سوچ ۾ فاصلو پڻ قائم رکيو آهي! اگر اها چرچ اڄوڪي ترقي جي ڏاڪي تي نه رسي ها ته شايد آءُ پاڻ پنهنجي راءِ جي اظهار لاءِ موجود ڪين هجان ها!

انسان بهرحال ايتري ترقي ڪئي آهي جو پنهنجي سوچ ۽ محنت کي گڏي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ناڪئو جنهن کي سمنڊ جي لهرن ۽ موجن جي جاڻ نه هئي ساموندي بلائن ۽ مصيبتن جي بلڪل خبر نه هئي - هو پرمي ۽ وسوسائي هيو. ساڳئي ريت هاري هيو جنهنکي

زميني ۽ ماحولياتي اثرات تي ڪو اختيار ڪونہ هيو. پر جڏهن ڪو مشيني ڦيٿو رڪجي وڃي ٿو تہ مڪينڪ هٿيار ڦٿو نٿو ڪري ۽ ڪا غيبي مدد نٿو طلبي، ڇو جو هو ڄاڻي ٿو تہ خرابي جي ڪو ڪارڻ آهي. پوءِ ڪٿي اها ننڍڙي هجي يا وڏي. ڪا خرابي آهي هو ڳوجنا ڪري ٿو ۽ هڻ مار ڪري وري ڦيٿي کي هلائي ٿو. پهريائين تہ انسان پنهنجي اردگرد موسمي مصيبتن ۾ جڪڙيل هيو جيئن سخت گرمي، سردي برف باري مينهن ڪيوڻ وغيره. هاڻ هن ڪنهن حد تائين انهن مصيبتن کان بچاءَ ڳولهي لڌو آهي ۽ هاڻ هو جسماني ۽ ذهني طور تي بهتر بہ ٿي ويو آهي. جيئن انسان ترقي ڪئي آهي تيئن ئي پنهنجي آزادي تي وڌيڪ ڌيان ڏنو آهي. سندس آزادي اهم ۽ الاهي شيءِ بڻجي وئي آهي. جيئن هو پنهنجي حقن بابت ڳالهہ ڪري ٿو تيئن هو ٻين جي حقن جو بہ خيال ڪري ٿو ۽ جڏهن سڀ انسان اهڙي سوچ جا قائل ٿيندا تڏهن ئي هي دنيا مهذب بڻجي سگهندي.

ڪجهہ سال اڳ ماڻهو بادشاهہ کان سوال ڪندي ڊڄندا هيا. پادري کان سوال پڇندي گهبرائيندا هيا جاچ جوچ ڪرڻ ۾ ڊڄندا هيا ڪنهن ڪتاب تي ٽيڪا ٽپڻي نہ ڪري سگهندا هيا . ڪنهن عقيدي تي آگر نہ ڪٽي سگهندا هيا. دليل پيش نہ ڪري سگهندا هيا، سوچي نہ سگهندا هيا. ڌن دولت خاطر زمين تي سجدا ڪندا هيا ۽ رتبي ۽ عنايتن اڳيان انساني درجو وڃائي ويهندا هئا. اهو سڀ ڪجهہ آهستہ آهستہ بدلجي رهيو آهي.اڄ اسان ڪنهن اڳيان ان ڪري سيس نہ جهڪائيندا آهيون تہ هو وڏو مالدار آهي. اسان جا وڏا سوني وڇڙي جي پوڄا ڪندا هيا ۽ اڄ ڪنهن آمريڪي جو سوني وڇڙي سان عقيدت رکڻ تصور نٿو ڪري سگهجي ۽ اها ڄاڻ هاڻ ان سوني وڇڙي کي بہ پئجي وئي آهي!

اڄوڪو انسان بادشاهه يا شهنشاهه بڻجڻ جي باوجود مطمئن نه ٿو ٿئي. فرانس جو آخري بادشاهه نيپولين بادشاهي مان به خوش نه هيو. هو پنهنجي مٿي تي سينگاريل سوني تاج مان به مطمئن نه هيو. هن چاهيو ته هو پنهنجي ذهني صلاحيتن جو مظاهرو ڪري. ان خاطر هن جيوليس سيزر جي زندگي جي باري ۾ لکيو ۽ جيئن هو فرانسي اڪيڊمي جو ميمبر بڻجي سگهي. بهرحال اڄ بادشاهه. شهنشاهه. پادري. انسان جي پنيءَ تي - ماضي جي دور وانگر- سواري ڪين ڪري سگهن ٿا. بادشاهه " وليم " جي فيلسوف "هيڪل" سان پيٽ ڪري ڏسو. ڇيو وڃي ٿو بادشاهه ڪي اهي ماڻهو مقرر ڪن تا جن مٿان آسماني قوتن طرفان اهو اختيار سونپيل هجي ٿو. هيڪل جي ڏاهپ بادشاهه جي تاج ڪان مٿانهين نظر اچي ٿي.

هاڻ ماڻهن ذهانت ۽ ڏاهپ جو قدر ڪرڻ شروع ڪيو آهي. انسان ترقي ڪئي آهي.

اسان هر بلند بالا ۽ ويرتا جي راهه ۾ڏنل قرباني مان فائدو حاصل ڪيو آهي. هرآدرشي ۽ بهادري واري ڪرم جو ڦل پلئه پيو اٿئون. هاڻ اسان کي ايندڙ نسل کي اها روشن جوت منتقل ڪرڻ جڳائي.
مان اڪثر سوچيندو آهيان ته ڪيترو نه هن دنيا سنو آهي ڪيتري وقت کان اسان جا ابا ڏاڏا غلام رهيا آهن. ڪيئن هو بادشاهن جي قدمن ۾ ريڙهيون پائيندا باڏائيندا رهيا آهن. ڪيئن درگاهن تي گيگڙاٽيون ڪندا رهيا آهن. ڪنڌ نمائيندا رهيا آهن. ڪئين وسوسن جي بنڌڻ ۾ پاڻ کي خوار خراب ڪندا رهيا آهن. اهو سوچي مان اڄرج ۾ پئجي ويندو آهيان. گذريل پنجاه سالن جي تاريخ ۾ هيءَ دنيا جيئڻ لاءِ ناموافق هئي. سن

1808ع ۾ برطانيہ ۾غلامن جي واپار تي پابندي وڌي ويئي. ان وقت تائين ان ملڪ جا جج انصاف جي نالي ۾، ۽ پوپ پادري انسانيت ۽ پيار جي نالي ۾ غلامن واري ڪاروباري بيڙن ۾ ياڳي ياٿيوار رهيا هئا! ۽ ساموندي ڦرلٽ ۽ مار ڌاڙ مان مزا موجون ماڻيندا رهيا. انهيءَ سال ۾ آمريڪا بہ برطانيہ ۽ ٻين ملڪن سان غلامن جي ڪاروبار تي پابندي عائد ڪئي پر پنهنجي رياستن ۾اهو ڪاروبار هوشياري سان برقرار رکيو. 28آگسٽ 1833ع ۾ برطانيہ پنهنجي ٻيٽن ۾ انساني غلامن جي ڪاروبار کي ختم ڪيو. پهرئين جنوري 1863ع تي ابراهم لنڪن اتر آمريڪي بهادر انسانن جي مدد ۽ ساٿ سان سموري آمريڪا مان ان ڪڌي ڪاروبار جو خاتمو ڪيو.

منهنجي راءِ ۾ ابراهم لنڪن آمريڪا جو عظيم صدر هيو. هن جي مزار تي بي مثال هيٺيان لفظ لکيا وڃن ها، " هن جڳهہ تي دنيا جي تاريخ جو اهو شخص ستل آهي جنهن بي حد اختيار ۽ شڪتي هئڻ جي باوجود ڪڏهن ان کي غلط طريقي استعمال نہ ڪيو. سواءِ انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهبود جي."

سوچي تہ ڏسو ڪيترو وقت اسان غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيل رهيا سون، ۽ ڪيڏي وڏي مدت تائين مزدورن کان ڪم وٺڻ خاطر انهن جي اگهاڙن جسمن تي چهبڪ هڻڻ کي قانوني طور جائز سمجهيو ويندو هيو. سوچي تہ ڏسو خالق جا پرچارڪ پادري گذريل هڪ سو سالن کان " پاڪ ڪراس" کي ڄاڻي واڻي چهبڪ جيان استعمال ڪري رهيا آهن!

منهنجي جسم جو رت ڦڙو ڪنهن بہ قسم جي ظلم ۽ ڪنهن بہ طرح جي غلاميءَ کي حقارت جي نگاهہ سان ڏسي ٿو ۽ انکي ختم ڪرڻ گهري ٿو.

مان نادري حڪم جي خلاف آهيان، ان ڪان نفرت ڪريان ٿو ۽ آزادي چاهيان ٿو، ۽ ان جي پٺ پرائي ڪريان ٿو.

آزادي مان منهنجي مراد ڇا آهي؟ جسماني حق، خود مختياري جو مطلب هر ان عمل جي آزادي جيڪو ٻئي ڪنهن جي خوشي ۾دخل اندازي نٿو ڪري. ذهني آزادي جو مطلب ڀلي ٻري سوچڻ جو اختيار. سوچ اهو وسيلو آهي جنهنجي ذريعي اسان سچ جي تهه تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. جيڪڏهن اسان کي سچ جي خبر آهي ته پوءِ اسان کي سوچڻ جي ضرورت ئي ناهي! ضرورت جنهن ڳالهه جي آهي سا آهي مقصد جي سچائي. توهان ڪنهن معاملي ۾ منهنجي راءِ پڇڻ چاهيو ٿا مان ان معاملي جي جاچ پڙتال ۽ سوچ ويچار ڪري ان جي باري ۾ پنهنجو ذهن تيارڪريان ٿو. هاڻ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڇا مان توهان کي پنهنجي حقيقي راءِ ڏيان؟ ڇاڪريان؟ توهان مون کي هڪ ڌرمي پستڪ، ويد هٿ ۾ ڏيو ٿا ۽ چئو ٿا ته اهو الهامي ڪتاب آهي. مان ان کي پڙهان ٿو. جڏهن ان کي پڙهي پورو ڪريان ٿو ته منهنجي دل، دماغ ۽ سوچ شڪتي کي ائين لڳي ٿو ته "هيءُ الهامي ڪونه آهي." توهان پڇو ٿا ته منهنجي ان متعلق ڇا راءِ آهي؟ ۽ وري جيڪڏهن مان اهڙي ملڪ ۾ رهان ٿو جتي اگر مان ان ڪتاب جي حمايت نٿو ڪريان ته مون کي ڪنهن نوڪري ملڻ جو امڪان ڪونه آهي ته ان صورت ۾ مون کي ڇا چوڻ گهرجي؟ ڇا مون کي صاف طرح سان اهو چوڻ گهرجي ته منهنجو ان ڪتاب ۾ ايمان ڪونه ٿو ويهي؟ ته پوءِ توهان ڇا سوچيندا ۽ ڪندا، اگر ان ملڪ جا رهواسي چون ته "هيءُ ماڻهو بي ايمان آهي، ڏاڍو خطرناڪ آهي؟"

سمجهو ڪٿي مان انجيل پڙهان ٿو ۽ پڙهڻ کان پوءِ منهنجو ذهن چوي ته اهو ڪتاب الهامي ڪين آهي. ديول جوڪو معتبر اگر مون کان پڇي

ٿو. ”ڇا تو بائبل پڙهيو آهي؟“ مان چوان ٿو. ها پڙهيوآهم. ”ڇا تون ان کي الهامي سمجهئين ٿو؟“ مون کي کهڙو جواب ڏيڻ گهرجي. ڇا مونکي اهو سوچڻ گهرجي تہ جيڪڏهن مان ان جي الهامي حيثيت کان انڪاري ٿيندس تہ اهي ماڻهو مون کي ڪڏهن مراعات يا مرتبو ڪونہ ڏيندا؟ منهنجو جواب ڪهڙو هئڻ گهرجي؟ ڇا مون کي هڪ باضمير سچي انسان جيان ائين چوڻ گهرجي تہ ”مان هيءُ ڪتاب پڙهيو آهي ۽ مونکي اهو الهامي نٿو لڳي؟“ مون کي پنهنجي ذهن جي صحيح سوچ نہ بڌائڻ گهرجي؟ يا مان پاکنڊي بڻجي ان جي حمايت ڪريان ۽ اندر ئي اندر پاڻ کي پنهنجي گيدي پڻ تي نندينڍو رهان؟“ منهنجي خيال ۾ انسان کي اهو ئي ڪجهہ چوڻ ۽ ڪرڻ گهرجي جيڪو هو سچ ۽ حق سمجهي ٿو. ان طرح انسان انسان رهي سگهي ٿو. مان ڏندڪٿائن تي انڌو وشواس رکڻ واري پاکنڊي پٽي بجاءِ منطقي ويچار رکڻ واري ”منڪر“ بڻجڻ کي هزار وار ترجيح ڏيندس ۽ اگرڪو يوم حساب ايندو جو سڀئي ان عظيم وجود جي سامهون بيٺل هوندا تہ مون کي يقين آهي تہ مان سڀ کان متانهون نظر ايندس ۽ منهنجي حق ۾ فيصلي جا امڪان وڌيڪ هوندا - انهن ميسڻن گيدين جي ڀيٽ ۾ جيڪي ساري عمر ذهني طور تي متفق نہ هئڻ جي باوجود ڍونگ رچائيندا رهيا.

مان پنهنجوذهن بڻائي ورتوآهي، سچ ۽ حق چئبو. نماٽائي ۽ چٽيءَ طرح سان.مون کي ڄاڻ آهي اهڙا هزارين ماڻهوآهن جيڪي مون سان متفق آهن. پر. پنهنجي ويچارن جي اظهارڪرڻ جي حالت ۽ حيثيت ۾ ناهن. غريب ڪاروباري ماڻهو آهن ڪين خبر آهي تہ جيڪڏهن هو پنهنجي سچي راءِ جو اظهارڪندا تہ هنن جي مٿان هٿ رکي نہ ٿيندي، روزگار نہ ملندو، هنن سان ڪاروبار نہ ڪيو ويندو ۽ هنن کي تہ پنهنجي لاءِ ۽ معصوم

ٻارن ۽ عورتن لاءِ کاڌ خوراڪ گھرجي، ڪپڙو لٽو گھرجي، رھڻ لاءِ گھر گھرجي ۽ زندگي جون ٻيون ضرورتون ۽ سھولتون پوريون ڪرڻ لاءِ روزگار ۽ ڪاروبار ڪپي. ھر اھڙو ماڻھو معاشري جي خود غرضي جي سَند آھي جنھن ۾ھو رھي ٿو. تنھن ھوندي بہ مان انھن ماڻھن ڪي پنھنجي سوچ جي اظھار نہ ڪرڻ جو قصوروار نہ ٿو سمجھان. منھنجو توھان ڪي صرف ايترو چوڻ آھي" توھان پنھنجي راءِ رکو. ڪم ڪار ڪريو، گزربسرڪريو، پريم پيار ڪريو. مان توھان جي خيالن جي ترجماني ڪندس. ڪليسا وارا منھنجو وار بہ ونگو نہ ٿا ڪري سگھن. مان توھان جي خيالن جو اظھار ڪندو رھندس!"

ڪليسا وارن پنھنجي جبر، زوراوري کي لڪائڻ لاءِ، غلامي کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ اھڙي سکيا ڏني آھي جنھن ۾ ماڻھو کي بنيادي طور خراب ۽ بگڙيل ٻڌايو ويو آھي. پنھنجي ان راءِ جي حمايت ۾صرف اھوئي ثبوت پيش ڪيو آھي. پرحقيقت ان جي ابتڙ آھي. اسان چڱا بہ آھيون تہ مندا بہ آھيون. چڱا ماڻھو بہ ڪي ڪُڌا ڪم ڪري سگھن ٿا ۽ مندا ماڻھو پڻ ڪي چڱا ڪم ڪري سگھن ٿا. پستي وارو بلندي تي پھچي سگھي ٿو ۽ چوٽ چڙھيل پٽ پئي سگھي ٿو. انسانن کي گھنگارن ۽ مھاتمائن جي ٻن درجن ۾ ورھائڻ غيرحقيقت پسندانہ رويو آھي. ڪنھن آفت جي سمي اِھي ئي مرد ۽ عورتون جنکي خراب ۽ بگڙيل چيو ويندو آھي تھوار ۾ شامل ٿيڻ وانگر موت کي سيني لائيندا آھن. تاريخ جي پنن تي ڦھليل اھڙن بھادري ۽ قرباني جي واقعن جي لکين ماڻھو روئي واڪاڻ ڪندا رھياآھن، جيڪي ھرفرقي ھرمذھب کان مٿانھان آھن ۽ ان کي ئي انسانيت جو معراج چئجي ٿو. باقي ٻيڙا، ٻوڏ، ٽڪر، طوفان، واسينگ، غيبي قوتون جيڪي آسمان ۾ تارو ٻڌجي چمڪن ٿيون سڀ تصور۽ سوچ

جو نتيجو آهن. ڪا عظيم آتما، ڪو بهادر روح، اهڙو انساني آدرشي ڪارنامو ڪري وجي ٿو جيڪو هميشہ لاءِ آسمان جي وسعت ۾ چمڪندو رهي ٿو. اهي سڀ ڏڄائيندڙ اصول انسان کي ذليل ۽ غلام بڻائڻ لاءِ استعمال ڪيا ويندا رهيا آهن.

پاڻ کي اهڙن فرقن، ڪتابن، طور طريقن، قاعدن قانونن ۽ مسلڪن کان پري رکو جيڪي انسان کان ان جي آزادي ۽ دليل جي قوت صلب ڪن ٿا. ٻن پئي اهڙي سوچ جيڪا خيال کي خطرناڪ چئي ٿي. مٿائي ڇڏيو اهڙي سوچ تہ انسان، انسان جي ملڪيت آهي. انساني سوچ کي جڪڙڻ جي هر ڪوشش جي سختيءَ سان مخالفت ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن خدا ناهي تہ پوءِ اسان کي هرگز جهڪڻ ۽ ليلائڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن خدا آهي تہ پوءِ ڪوئي جسماني يا ذهني غلام نہ هئڻ گهرجي !

## عورت جي آزادي

عورتون غلامن جون بہ غلام رهيون آهن ۽ منهنجي خيال ۾ ڪين مرد جي غلامي کان وني شادي جي بندڻن تائين پهچڻ ۾ لکين سال لڳا آهن. مان اهو بہ قطعي طور چوندس تہ شادي محض مردن لاءِ پاڪ رسم آهي. چلهہ جي باهہ بنا انسان جي ترقي ناممڪن هئي ۽ خانداني بندڻن بغير جياپو عبث ! هر سٺي حڪومت جو بنياد عمدو ڪٽنب گهر آهي. ساراهہ جوڳي حڪومت جي اڪائي ڪٽنب تي ٻڌل آهي ۽ جيڪو ان کي بگاڙڻ جي ڪوشش ڪري ٿو سو شيطان جيان خوار خراب آهي. منهنجو شادي جي رسم ۾ پورو پورو اعتماد آهي. نندڻ جي قابل ۽ نفرت جوڳا آهن، اهي وڏن وارن وارا مرد ۽ وار ڪٽيون عورتون جيڪي شادي جي مخالفت ڪن ٿا. ڪنهن بہ انسان جي زندگي ۾ ان کان سواءِ ٻئي ڪهڙي اعليٰ

خواهش اتپن ٿي سگهي ٿي تہ ڪيس ڪنهن عورت جي چاهت نصيب ٿئي ۽ عزت ملي. اهڙي ريت ڪنهن عورت جي زندگي جي ان ڪان سواءِ ٻئي ڪهڙي خواهش ٿي سگهي ٿي تہ ڪيس ڪنهن پيار ڪندڙ مرد جو پريم ۽ ساٿ ملي. منهنجو خيال آهي تہ ڪامياب زندگي پيار ۽ شادي بنا ممڪن ناهي. پهريائين توهان هڪ پيار ڪرڻ واري دل جا بادشاهہ بڻجو ۽ پوءِ ان کي پنهنجي دل جي راڻي بڻايو. ان ڪان پوءِ توهان جهان جا بادشاهہ بڻجي سگهو ٿا. اگر ڪو مرد هن دنيا ۾ هڪ عورت جي چاهت حاصل ڪري سگهي ٿو تہ پوءِ ڀل ڪٿي هو مفلس حال، پينو ڇو نہ هجي سندس زندگي ڪامياب آهي.

منهنجو چوڻ آهي تہ عورت کي غلامي کان شادي جي اسٽيج تائين پهچڻ ۾ لکين سال گذري ويا ۽ اڄ عورتن جي جسم تي جيڪي زيور سجيل آهن سي سندين مائرن جي ٻنڌڻن جي ياد تازه ڪرين ٿا. ڪالهوڪي عورتن جي ڳلي ۾ پهريل زنجيرون ۽ ٻانهن ۾ ٻڌل ڪڙا تهذيب ۽ تمدن جي تبديلي ڪارڻ لوهہ مان بدلجي چمڪندڙ سوني جا قيمتي زيور بڻجي چڪا آهن.
گهڻوڪري هرمذهب دنيا جي هر شيطانيت جو ڪارڻ عورت کي قرار ڏنو آهي. هيءَ عورت ڪيڏي نہ سورهيہ آهي ! جيڪڏهن اهو سچ آهي، تہ پوءِ مان هن سورن سان ڀريل دنيا ۾ پنهنجي محبوب سان گڏ رهڻ کي ترجيح ڏيندس بنسبت جنت ۾ زندگي بسر ڪرڻ تي، جنهن ۾ رڳو مرد هوندا!

مان هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو هيو، مون کي ساڳيا لفظ تہ ياد نہ آهن، ڇو جو مان محض اکر ياد نہ رکندوآهيان، پر تات پرج توهان کي ٻڌايان ٿو -

مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو تہ اعليٰ پرم، آتما"دنياءِ"آدمءِ جي جوڙڻ جو سوچيو. هن "ڪجهہ نہ" (Nothingness) مان دنيا جوڙي ۽ آدم بڻايو جنهن کي هن باغ ۾ لاٿو. ٿوري وقت کان پوءِ کيس احساس ٿيو تہ آدم کي اڪيلائي محسوس ٿي رهي هئي، هو هيڏانهن هوڏانهن واجهائي رهيو هو ڇڻ تہ ڪنهن ريل گاڏي جي انتظار ۾ هيو. هن جي دلچسپي جي ڪا شيءِ ئي موجود ڪا نہ هئي - نہ خبر، نہ اخبار، نہ سياست، نہ رٿا بندي - جيئن تہ ان وقت تائين شيطان بہ وجود ۾ نہ آيو هيو. ڪو پرچاءُ نہ سرچاءُ جو موقعو هيو ۽ نہ ئي وري سڏارن جي ڳالهہ هئي. بحرحال هو باغ ۾ هيڪلو هيڏانهن هوڏانهن پريشان ڦري رهيو هو! آخرڪار پرم آتما فيصلو ڪيو تہ هن جي لاءِ ساٿي بڻائجي.

جيئن تہ " ڪجهہ نہ" جو سڀ ڪجهہ هن دنيا ۽ آدم جي جوڙڻ ۾ کپائي ڇڏيو ويو، هاڻ هنکي آدم جي وجود منجهان ڪجهہ وٺڻو پيو تہ جيئن هو "حواءِ کي بڻائي سگهي. هن آدم تي ننڊ جو غلبو طاري ڪيو. مون کي غلط نہ سمجهو. مان نہ ٿو چوان تہ هي ڪهاڻي سچي آهي. جڏهن آدم تي ننڊ جوغلبو ڇائنجي ويو تہ پرم-آتما هن جي جسم مان هڪ پاسيري ڪڍي الڳ ڪئي. بقول فرانسسين جي آدم جي " ڪٽ ليٽ" منجهان حوا کي بڻايو ويو. خام مال جي محدود حيثيت کي ذهن ۾ رکندي مان ايترو ضرور چوندس تہ بهترين ۽ لاجواب ڪارنامو سرانجام ڏنو ويو. حوا کي بڻائڻ کان پوءِ هن کي آدم جي اڳيان آندو ويو ان ڪري نہ تہ حوا کي آدم ڪيئن لڳو، پرآدم کي حوا ڪيئن لڳي. آدم کي حوا ڏاڍي وڻي ۽ انهن گهر گرهستي شروع ڪئي. کيس ڪجهہ هدايتون ڏنيون ويون ۽ هڪ عمل کان پاسو ڪرڻ جي سختي سان تنبيهہ ڪئي وئي. پر هنن ان جي باوجود اِهو عمل ڪيو! اگر ان جاءِ تي آءُ هجان ها تہ

اهوعمل پندرهن منٿن اندر سرانجام ڏيان ها. چاڪاڻ جو مون کي اڳ ئي چڱي پر سڌ هئي! متي چاٽايل وقت جي اڌ ڪلاڪ اندر ان خاص "وڻ" تي ڪو "صوف" لٽڪيل ڪين هجي ها; پران حرڪت جي عيوض هڏن گڏن جي پڻ چڱي چوکي مرمت ڪئي وڃي ها! ان حڪم عدوليءَ ڪارڻ ڪين ان باغ مان لوڏي ڪڍيو ويو - ۽ خاص چوڪيدار مقرر ڪيا ويا تہ جيئن ڪين باغ ۾ بيهر داخل ٿيڻ کان روڪيو وڃي!

شيطانيت شروع ٿي وئي. انسان جي نسل ۾ اُرڙي، ڳراڙاهو، وڏي کنگهہ ۽ ڳاڙهي تپ جهڙيون بيماريون پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويون. انهن کي ڏندن ۾ سور ٿيڻ لڳو. ڳلن سان گڏ ڪندا پيدا ٿيڻ لڳا. نانگن ۾ زهريلا ڏنگ ظاهر ٿيڻ شروع ٿيا. ماڻهو مذهبي ۽ سياسي ڌڙن ۾ ورهائجڻ شروع ٿي ويا ۽ ان ڏينهن کان وٺي اڄ تائين دنيا مصيبتن ۽ مشڪلاتن سان پرجي وئي آهي.
دنيا جي سمورن مذهبن ۾ بُرائي جي باري ۾ اهري قسم جي ڪهاڻي جو ورنن ٿيل آهي.

مان هڪ بئي ڪتاب ۾ اهڙي ئي قسم جو ذڪر پڙهيو. اهو پهرين چاٽايل واقعي کان اٽڪل چارَ هزار سال اڳ جو لکيل هيو. سيئي ٽيڪا ڪار ان تي متفق آهن تہ آخري لکٽي ئي اصلي هئي ۽ جيڪا اول چاٽائي وئي هئي سا آخر واري تان نقل ڪئي وئي هئي. منهنجو توهان کي مشورو آهي تہ توهان پاڻ کي چار پنج هزار سال پراڻين ڳالهين خاطر پريشان نہ ڪريو. هڪ بيءَ ڪهاڻي مطابق برهما دنيا ۾ پُرش ۽ استري بڻائڻ جو سوچيو. هن سنسار بڻايو، مرد بڻايو، ۽ عورت بڻائي. هنن سيني کي سيلون (شري لنڪا) جي بيٽ تي لاٿو ويو، جيڪو ايڏو

خوبصورت هيو جيترو ڪو انساني ذهن سوچي ٿي سگهيو. سهڻا پکي، منڙا گيت، رنگ برنگي گلڙا ۽ هرياليءَ! ان ڌرتي تي موجود وڻن جي شاخن جي ترتيب اهڙي انداز ۾ رکي ويئي هئي جو انهن جي وچان هوائن جي سرسراهٽ يونان جي ايوليسي، سرزمين جي مشهور ساز بربط مان نڪتل سنگيت سان مشابهت ٿي رکي!!

"برهما" جڏهن انهن کي ان سر زمين تي لاٿو تہ چيائين "پل هو ڪجھ وقت پاڻ ۾ گڏ رهاڻ ڪرين." اها منهنجي خواهش ۽ فرمان آهي تہ شادي کان اڳ ۾ سچي چاهت جو هئڻ ضروري آهي. جيڪڏهن انهن ٻنهي مان ڪا ڪهاڻي سچي ثابت ٿئي ٿي تہ پوءِ منهنجي خيال ۾ اها ئي هوندي. ۽ پوءِ هنن ٻنهي کي ڏسڻ وائسڻ ۽ سمجهڻ جو موقعو مليو. کلي آسمان هيٺ، چنڊ تارن جي روشني ۾، هرطرف ساوڪ، گلن جي مهڪ ۽ بلبلن جي چهڪ ۾ هو هڪ ٻئي کي چاهڻ لڳا!

تصور ڪريو ذرا اهڙي سنگ جو! جنهن ۾ سس سهري جي ڪا گنجائش نہ هئي؛ سونجهيندڙ پاڙيسري ڪونہ هئا ۽ ڪوئي بہ اهو ڪونہ چوندو نوجوان! تون ڪيئن گهر واريءَ جي پالنا ڪندين؟ "اهڙي قسم جي ڪا ڳالهہ ڪانہ ٿي. هنن جي شادي عظيم برهما ڪرائي ۽ کين تاڪيد ڪئي تہ، انهي بيٺ ۾ رهن، ٻئي ڪنهن طرف نہ وڃن. ڪجھ وقت کان پوءِ مرد جنهنجو نالو آدم هيو ۽ عورت جنهنجو نالو حوا هيو؛ آدم حوا کي چيو "مان آس پاس جو ڪجھ واءُ سواءُ لهي اچان." اهو چئي بيٺ جي اترين پاسي ڏانهن هليو ويو جتي کيس ننڍڙو سنهڙو زمين جو حصو نظرآيو جيڪو زمين جي وڏي حصي سان ڳنڍيل هيو. شيطان جيڪو هميشہ انسان سان حرڪت بازيون ڪندو رهي ٿو کيس پنهنجائڻ لاءِ هڪ

مرگهہ ترشنا جوڙي! آدم ان زمين تي برف سان ڍڪيل پهاڙ، سندر واديون ۽ آبشار ڏٺا. واپس اچي انهن بابت حوا کي ٻڌايو. "هن طرف جيڪو ديس آهي هن کان هزار ڀيرا وڌيڪ خوبصورت آهي هل تہ اوڏانهن هلي رهون." حوا هر سوچيندڙ عورت جيان چيو "اسان هتي ئي نيڪ آهيون، اسان جي هرضرورت پوري ٿي رهي آهي." پر هن چيو "نہ هل تہ هلون" سو هو مجبورا هن جي پنيان هلي پئي ۽ جڏهن هو هن زمين جي سوڙهي پيچري تي پهتا تہ آدم هن کي پنهنجي پٺي تي چاڙهي پار ٽپايو ۽ اتي پهچڻ سان هنن هڪ زوردارآواز ٻڌو ۽ پوئتي مڙي ڏٺو تہ اهو سنهڙو زمين جو پيچرو سمنڊ جي تهہ ۾ گم ٿي ويو! مرگهہ ترشنا ختم ٿي وئي، هنن کي واري ۽ پٿرن کان سواءِ ڪجهہ نظرنہ آيو پوءِ برهما کاوڙجي هنن کي دوزخ ۾ ڌڪي ڇڏيو! پوءِ هن شخص (آدم) ڳالهايو ۽ مون کي ان ڳالهہ ڪارڻ هو وٺندوآهي. "مون کي پل پٽ پاراتو يا بد دعا ڏيو پر هن کي ڪجهہ نہ چئو. هن جو ڪو قصور ناهي اِها منهن جي غلطي آ." دنيا جي چگي شروعات ڪرڻ لاءِ اهڙي ئي قسم جي شفاف ماڻهو جي ضرورت هئي. برهما چيو تہ "مان هن کي بخشيندس پر توکي نہ ۽ تنهن تي حوا ٻاڏايو تہ" جيڪڏهن آدم جي بخشش نہ ٿي ٿئي تہ پل پوءِ منهنجي بہ نہ ٿئي مان هن کان سواءِ جيئڻ نہ ٿي چاهيان. مان هن کي دل وجان سان چاهيان ٿي.' اِهو ٻڌي عظيم برهما خوش ٿيندي وراڻيو "مان توهان ٻنهي جي نہ صرف بخشش ڪندس، پرهميشہ جي لاءِ توهان جي ۽ توهان جي اولاد جي پالنا ڪندس".

اها ڳالهہ پڻ مون کي ڏاڍي وڻي آهي. سونهن، سچ، نيڪي کي سنمان ڏيڻ هر انسان تي لازم آهي! ڇا هيءَ ڪهاڻي عظيم ۽ پروقار ۽ سنمان لائق ڪونهي؟

ساڳئي ڪتاب مان توهان کي ڪجھ خيال انهن قديم غيرڪرستانن، جا ٻڌائڻ چاهيان ٿو جن کي اسان عيسائي بڻائڻ چاهيون ٿا. هڪ طرف ته اسان پري پري غير ڪرستنانن کي عيسائي بڻائڻ لاءِ پرچارڪ موڪليون ٿا ته ٻئي طرف وري هنن کي موت جو بک بڻائڻ لاءِ جنگ جوٽيون ٿا. جيڪڏهن اسان هنن جو ڌرم بدلائڻ چاهيون ٿا ته پوءِ پهريائين ويچاڙائي ۾ رهندڙن جو دين ڇو نه ٿا بدلايون؟ انهن جوايمان ڇونه بدلايو وڃي جن تائين رسائي آسان آهي؟ انهن کي پنهنجي ڌرم جي زد ۾ ڇو نه آندو وڃي جيڪي پنهنجي مسلڪ جي ءِسراسري بانيڪارنءِ جي حيثيت جا حامل آهن؟ پر، توهان اڳيان انهن ماڻهن کي پيش ڪيو وڃي ٿو جن کي، ڪن نا معلوم يا معلوم سببن ڪري پنهنجي مخصوص ڌرم جي دائري ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. ان ڪتاب ۾ واضح طور لکيل آهي، ته مرد سگھ آهي. عورت سونهن آهي. مرد همٿ آهي. عورت پيار آهي. جڏهن هڪ مرد هڪ عورت کي پيار ڪري ۽ هڪ عورت هڪ مرد کي پيار ڪري ٿي ته فرشتا به جنت مان اڏري اچي ان گهر ۾ ويهي، خوشي جا راڳ ڳائين ٿا!

اهڙن ماڻهن مٿان اسان سندن مسلڪ بدلائڻ لاءِ انيڪ دٻاءُ آڻيون ٿا. ذرا سوچو ته سهي! مان توهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته جڏهن مان اهڙيون ڳالهيون پڙهندوآهيان، ته مون کي لڳندو آهي ته پيار ڪنهن هڪ ملڪ جي ملڪيت ناهي ۽ وسيع قلبي ڪنهن هڪ قوم يا نسل جي ميراث ڪونهي سمورن يگن ۾ تمام گهٽ تعداد اهڙن عظيم ۽ رحمدل آتمائن جو آهي جن جو اندر هميشه جرڪندو رهيو آهي ۽ پيار ۽ ٻاجھ سان ٽمٽار رهيو آهي!

منهنجي راءِ موجب عورت مرد جي برابر آهي اڄان هن کي مرد کان هڪ حق وڌيڪ آهي. اهو تہ ان جو تحفظ ڪيو وڃي. منهنجو اِن ڳالهہ تي ويساهہ آهي. جيڪڏهن توهان شادي شده آهيو ۽ پنهنجي زال کي پيار ڪريو ٿا تہ ڪيس خوش رکڻ توهان جو فرض بڻجي ٿو. جي ڪو ئي محض ليکي ٽپڻ لاءِ شادي ڪري ٿو تہ هو غلطي ڪرڻ جو سزا وار بڻجي ٿو. پرجي ڪوئي عورت کي چاهي ٿو ۽ چئي ٿو تہ مان هن کي خوش رکندس تہ ان ۾ ڪا غلط ڳالهہ ڪونهي.

عورت سان بہ اِهو ڪليو آهي. خوش رهڻ جو هڪ ئي ڏڳ آهي سو آهي ٻئي کي خوش رکڻ. بين جون خوشيون نظرانداز ڪري توهان خوش نٿا رهي سگهو. توهان کي متي ڄاڻايل سڌو سنئون رستو اختيار ڪرڻ جڳائي. اگر منهنجي ناپسندگي کي خاطر ۾ آندو وڃي تہ مونکي اهو انسان بلڪل پسند ڪونهي جيڪو پاڻ کي ڪٽنب جو وڏو سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪري ٿو! قديم غير مهذب دور ۾ هڙهي ۾ سواري ڪندڙ اوائلي ماڻهوءَ پهريون پيرو پنهنجي لاءِ اهو اڻ سهائيندڙ خطاب اختيار ڪيو هو!

ذرا سوچو جوان مرد ۽ عورت تارن ڀري رات ۾ سرشاري جي عالم ۾ گهمندي بلبل جي محبت ۽ درد ۾ ٻڌل لات جو پڙلاءُ ٻڌي ٻيهجي وڃن ٿا ۽ چون ٿا ۽ هينئر ۽ هتي ان ڳالهہ جو فيصلو ٿيڻ کپي تہ اسان مان وڏو ڪير آهي؟ ۽ مان توهان اڳيان واضح ڪرڻ چاهيان ٿو تہ هيءَ نهايت گندو لفظ آهي ۽ ساڻ ئي اڻ وڻندڙ احساس پڻ آهي. مون کي اهڙي ماڻهو کان سخت چڙ آهي جيڪو گهر جو وڏو بڻجڻ جي ڪري ٿو جڏهن پاڻ ڳالهائي ٿو تہ چاهي ٿو ٻيا سڀ چپ رهن، چڻ سندن وات مان ڪوئي

نادر نڪتو اجهو ڪي نڪتو! شايد اوهان کي ڄاڻ ڪونهي ته اهڙي فرد کي مان انهيءَ ڪري اونهائي سان ناپسند ڪندو آهيان.
اهڙو ماڻهو مونکي بنهه نه وڻندو آهي. هن کي ڪهڙو حق آهي ته هو روشن ڏينهن کي پيانڪ اونداهي رات بڻائي؟ هن کي ڪهرو حق آهي ته هو زندگي جي خوشي برباد ڪري؟ جڏهن توهان گهر وڃو ته توهان کي ته روشني جي ڪرڻن جيان هجڻ گهرجي جيڪي در دريءَ مان نڪري اونداهي ۾ به روشني پکيڙي ڇڏين. ڪجهه ماڻهو سمجهن ٿا ته ساري جڳ جو بار سندن ڪلهن تي آهي؛ هن جي خيال ۾ هو ئي صرف عقلمند ۽ سوچ وارو آهي جنهن کي هرڪنهن جو الڪو آهي. ڪاروبار جو به اونو آهي جنهن کي پنج ڇهه روپين ۾ صوف ونې ستن روپين ۾ وڪڻو پوي ٿو. سوچو ته سهي ڪيڏو نه ان جي ذهن تي بوجهه هجي ٿو ۽ جڏهن هوگهر موٽي ٿو ته سندس ويچار ۾ گهرجي هر ڪنهن فرد کي هن جي آرام ۽ آسائش جو خيال هئڻ گهرجي. غور ڪريو ان گهر تي، جنهن ۾ رڳو پنجن ڇهن ٻارن، مان به ٿي بيمار. جن جي پالنا ۽ تيمارداري ڪرڻي پوي انهن کي کارائڻ، پيارڻ، ڪيڏائڻ، رڌڻ، پچائڻ، سهنج صفائي وغيره جهڙا ڪم ڪرڻا پون ۽ ان بعد هوءَ هشاش بشاش هن گهر جي وڏي جو انتظار ڪري ۽ اچڻ تي آذر ڀاءُ ڪري ڪيڏي نه ستم ظريفي چئبي!

ٻئي ڳالهه جي شايد توهان کي ڄاڻ نه آهي؟ ڪنجوس ماڻهو مون کي ڪين ڀانئين. اها ڳالهه منهنجي سمجهه کان بالاتر آهي ته ڪيئن ڪو ماڻهو لکين ڪروڙين ڊالر ڇڏي مري وڃي ٿو. جڏهن ته شهر ۾ ڪيترائي ماڻهو پنندي ۽ بک وگهي مرندي نظر اچن ٿا. منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي ته ڪيئن هو سڀ ڪجهه ڏسندي به لوڀ کي چنبڙيو پيو آهي؟ اهو ائين ٿو لڳي جيئن هو سامونڊي ڪناري بي حسي سان گند ڪچري گڏ

ڪرڻ ۾ رُذل هجي جتي سنديس اڪين آڏو هزارين ماڻهو سمنڊ جو ٻڪ ڏيندا هجن!

توهان يقين ڪندو تہ مان ڪيترن ئي اهڙن ماڻهن کي ڄاڻيندو آهيان جيڪي پنهنجي زالن کي پسند ڪندا، عزت ۽ احترام ڏيندا رهن ٿا، پر پئسي جي معاملي ۾ ڪين ويجهو بہ اچڻ ڪين ڏين. جڏهن مان اهڙي قسم جي ڪنهن ماڻهو کي ڏسندو آهيان تہ سوچيندو آهيان تہ ڪيئن نہ هو هر وجود کي وکر سمجهي ان جي قدر قيمت مقرر ڪن ٿا! سوچو تہ سهي توهان جي زال روز توهان کان هڪ بہ ڊالر يا ڪجهہ سينٽ فقيرن جيان هٿ ڦهلائي گهري! ۽ پوءِ اهڙي مائرن کان توهان ڪهڙي قسم جي ٻارن جي توقع رکي سگهو ٿا - گيدي ۽ هٿ ڦهلائيندڙ مائرن جا ٻار آساني سان توهان جي تصور ۾ اچي سگهن ٿا. مان توهان اڳيان هڪ نڪتو واضح ڪرڻ چاهيان ٿو. توهان وٽ هڪ ڊالر آهي ۽ توهان اهو خرچ ڪرڻ چاهيو ٿا تہ هڪ شاهہ جيان خرچ ڪريو! جيئن تہ اهو هڪ سڪل پن هجي ۽ توهان ڪنهن وڏي بن جا بادشاهہ هجو! اِهو خرچ ڪرڻ جو آبرو مندانہ طريقو آهي. مان فقير تي شاهاڻي انداز ۾ خرچ ڪرڻ کي ترجيح ڏيندس اُن جي ڀيٽ ۾ جو بادشاهہ بڻجي فقير جيان خرچ ڪريان! دولت وڃي ٿي تہ ڀل وڃي!

پنهنجي ڪٽنب مان سک شانتي حاصل ڪريو. ان جو اهڙي چڱي طرح سان خيال ڪريو جيئن توهان پنهنجي ذات جو خيال ڪرڻ پسند ڪندا. شروع وارن سرشاري ڀَري ڏينهن ۾ ڪيئن سونهارا ۽ زيبائتا لڳندا هيو. اکين ۾ چمڪ، چال مستاني ڄڻ ڪو شهزادو هجي. صرف توهان جي ڪوڪلي خود سري ان بيهودي سوچ جو ڪارڻ بڻي، تہ - اندرين ۽ ٻاهرين گدلائپ جي باوجود عورت اوهان سان هميشہ چاهت رکندي رهندي! ان

نڪتي تي بيهرڏيان ڏيو. هر چڱي عورت توهان سان هميشہ پيار ڪندي رهندي بشرطيڪ توهان پڻ اهڙي چڱائي جو عملي اظهار ڪندا رهو!
ڪجهہ ماڻهو چوندا آهن تہ ”توهان جا زالن کي چاهڻ جا اصول وغيره سڀ صرف اميرن سان لاڳو ٿي سگهن ٿا، غريبن لاءِ نہ آهن،“ اِج رات مان توهان کي ٻڌايان ٿو تہ غريب جي گهر ۾ پريم جو وڌيڪ واسو رهي ٿو. ان جي ڀيٽ ۾ رئيس جي محل ۾ گهٽ! هڪ معمولي جهوپڙي جنهن ۾ پيار آهي سا ايشور جو مندر آهي ۽ اهو محل جنهن ۾ پيار ناهي، سو ٻَنُ آهي جنهن ۾ جانور رهن ٿا. منهنجو ان نڪتي ۾ اپار وشواس آهي. توهان ايترا غريب ناهيو جو ڪنهن جي مدد نہ ڪري سگهو. خوش اخلاقي دنيا ۾ سڀ کان سستي شيءِ آهي ۽ پيار اهڙي وستو آهي جيڪا ڏيڻ ۽ ونڊڻ واري ٻنهي کي لاڀ ڏئي ٿي مون کي اهو نہ ٻڌايو تہ توهان کي امير ٿيڻو آهي. آمريڪا ۾ عظيم ٿيڻ جا غلط معيار آهن، اسان جي خيال ۾ عظيم ٿيڻ لاءِ منفي شهرت يا اميري ضروري آهي يا بي بنياد — افواهن ۾ هميشہ نالي کي اڇاليو وڃي، پر اِهو بلڪل غلط خيال آهي. خوشي ماڻڻ لاءِ اميري، شڪتي يا عظمت جا رتبا لازمي ناهن. ڪامياب فرد ئي خوشي ماڻي سگهي ٿو. خوشي ئي آتما جي واڌاري جي ضمانت آهي ۽ ان کي اصلي دولت بہ چئي سگهجي ٿو!

ڪجهہ وقت اڳ مان نيپولين عظيم جي قبر جي پرسان بيٺو هيس، ڇا عاليشان مقبرو هيو، چمڪ دمڪ سون جڙيل — ائين ٿي پاسيو ڄڻ ڪنهن ديوتا جي سماڌي هئي - نادر ۽ قيمتي سنگ مرمر مان جوڙيل تربت تي نظرون کپايم جتي دنيا جي هن سيمابي شخصيت جون هانيون پوريل هيون! مان ان جي گرد ٺاهيل ڪٺهڙي تي ٽيڪ ڏيئي جديد دنيا

جي ان عظيم جنگجو جي زندگي جي گونا گون پهلوئن تي غور ڪندو رهيس!

مون هن کي پيرس جي سين ندي جي ڪناري گهمندي ڏٺو جتي هن آپگهات جا پهه تي پچايا! جهٽ پلڪ ۾ مون هن کي ”تولن“ شهر ۾ ڏٺو. ان بعد هن کي پيرس جي گهٽين ۾ عوامي اپار کي ڪچليندي ڏٺم. مون هن کي اطالوي فوج جي سربراهه جي حيثيت ۾ ڏٺو. هن کي ”لودي“ جي پل پار ڪندي ۽ هٿ ۾ ٽه رنگو جهنڊو لهرائيندي ڏٺم. هن کي مصر جي مشهور تاريخي اهرامن جي قريب پڻ ڏٺم! مون هن کي ”آلپس“ جي سرزمين جي فاتح جي صورت ۾ ڏٺو، جتي هن فرانس جي عقابن کي چرن غارن ۾ رهندڙ عقابن سان يڪجا ڪري ڇڏيو!! مان هن کي ”الم“ ۽ ”استرلز“ ۾ ”مارينگو“ جي قريب به ڏٺم! مون هن جي طاقتور ۽ ناليوارن فوجي دستن کي روس اندر برفاني پيادن ۽ جهنگلي گهوڙي سوارن هٿان سُڪل پنن جيان بربادي جي اوڙاهه ڏانهن ٽڙندي پکڙندي ڏٺو! مون هن کي ”ليپزڪ“ جي مقام تي پيرس مٿان هزارين بندوقن جي چڙهائي دوران، شڪست ۽ بربادي جي انتهائي حالت ۾ پڻ ڏٺو، ان وقت سندس حالت زخمي جانور جيان هئي ۽ کيس جلاوطن ڪري ”ايلبا“ ٻيٽ ڏانهن اماڻيو ويو! ان بعد مون پيهر کيس ان مقام تان کسڪندي ۽ پنهنجي مثالي ذهانت سان وجايل بادشاهت کي قبضي هيٺ آڻيندي ڏٺو! ان بعد مون کيس واٽرلو، جي تاريخي ۽ ڪنبائيندڙ ميدان تي ڏٺو جتي تقدير ۽ تڌ بير گڏجي سٽ سٽي پنهنجي اڳوٺي نامور عظيم بادشاهه کي هميشہ لاءِ تباهي جي دُٻڻ ڏانهن ڌڪي ڇڏيو! آخر ۾ مون کيس ”سينٽ هيلينا“ ٻيٽ تي هٿن کي پنيان جوڙي پسار ڪندي، غمناڪ ۽ خاموش سمنڊ کي گهوريندي ڏٺو!!

مون انهن وڏوائن ۽ يتيمن بابت سوچيو جن جي اِن درد شا جو ڪارڻ نيپولين پاڻ هيو ۽ انهن ڳوڙ هن بابت ويچاريم جيڪي سندس ڏاڪ قائم رکڻ لاءِ ڳاڙيا ويا هئا. ۽ ان عورت بابت جنهن ساڻس محبت ڪئي هئي - ۽ جيڪا خواهش، جي ننگي قربان گاهه تي بيرحمي سان سنديس تن من کان الڳ ڪئي وئي هئي. اِهو سڀ ڪجهه سوچڻ بعد پاڻ متعلق ويچار ڪيم تہ ان ظاهري شان شوڪت ۽ اڊمبر جي پيٺ ۾ آءُ جيڪر فرانسسي هاري هجان ها - ۽ پيرن ۾ ڪاٺ جون چاکڙيون پهريان ها. هڪ ڪٽيا ۾ بسيرو ڪريان ها. جنهن جي دروازي مٿان انگور جي ول چانيل هجي ها. جنهن ۾ سرءُ جي سج هيٺ انگورن جي رنگت ازغواني هجي ها! جيڪر آءُ هڪ غريب ڪسان هجان ها ۽ منهنجي پرپاسي مونکي چاهيندڙ زال جهڪي ٽيندڙ روشنيءَ ۾ سوئيٽر ويڻي اڻي ها - ۽ منهنجا ٻار منهنجي هنج ۾ ويهي ڳچيءَ ۾ ٻتڪڙيون ٻانهون وجهي آسائتن نيڻن سان مون ڏانهن نهارين ها - جيڪر مان اهڙو ئي انسان هجان ها ۽ بي خواب مٽيءَ جي بي زبان خاموشيءَ ۾ اِن جي وجود ۾ سمائجي وڃان ها - عظيم نيپولين جيڪو تاريخ جي پنن تي ءِغارت گريءَءِ "انڌي شڪتي" جي حيثيت سان ڄاتو وڃي ٿو ان جي پيٺ ۾ مٽي ورنن ڪيل جيون ڪيڏو نہ اوچو ۽ آدرشي آهي!

اِهو قطعي ضروري ڪونهي تہ عظمت خوشي جو باعث بڻجي ٿي، اِهو قطعي ضروري ڪونهيُ تہ اميري سبب انصاف ۽ سخاوت پلئہ پوي ٿي - ۽ من ۾ اپار پريم پيدا ٿئي ٿو، توهين چاهي امير هجو يا غريب، پنهنجي زال سان اهڙو سلوڪ رکو جڻ هوءَ هڪ شاندار گل آهي. ان تي عمل ڪندوَ تہ هوءَ توهانْ جي زندگي ۾ لاثاني سڳنڌ ۽ خوشي پري ڇڏيندي!

توهان کي سڌ آهي تہ اهو ڪيترو نہ عاليشان ويچار آهي تہ اها عورت
جنهن کي توهان پيار ڪريو ٿا تنهن تي عمر جي منفي اثرن جي ڇايا
ڪين پوندي! جيڪڏهن توهان سچ پچ ان سان پيار ڪريو ٿا تہ گذرندڙ
وقت جي گهنجن، ورهين جي اثر هيٺ آيل تبديلي ۾ بہ توهان کي هن جو
ساڳيو چمڪندڙ چهرو نظر ايندو جنهن سان توهان پيار ڪيو هيو! ۽ هڪ
عورت جيڪڏهن ڪنهن کي سچي دل سان پيار ڪري ٿي تہ هن جو مرد
هن کي ڪڏهن ورهين جو ڪاڏل نظر نہ ايندو. هن ۾ ڪيس ڪو عيب نظر
نہ ايندو. هوءَ هميشہ هن کي ساڳيءَ صورت ۾ پسندي رهندي جنهن ۾
هن هن عورت جي دل جيتي هئي! مان زندگي کي اهڙيءَ ريت ٿي ڏسندو
آهيان: منهنجي خيال ۾ پيار ۾ هميشگي آهي - ان ريت پيار ڪرڻ سان
توهان جي زندگي جو سفر ڪل خوشي سان گذري ٿو. نسل جي معصوم ۽
منڙن ٺهڪڙن سان وڏيڪ وٽندڙ ٻڄيو پوي ٿو. ويراني ۾ ڇڻ بهار اچي
وڃي ٿي.

گهرو زندگي ۾ منهنجو اٽل وشواس آهي. گهر اندر بہ جمهوريت قائم
رکڻ جي حق ۾ آهيان. ڪٽنب جي هر فرد جي انڪار يا مخالفت ڪرڻ
جي حق کي مڃتا ڏيان ٿو. منهنجو آزادي، برابري ۽ پريم ۾ پڻ اٽل
وشواس آهي.

بارن جي آزادي

جيئن اسان وٽ عورتون ٿي غلام رهيون آهن تہ بارن جي ڪهڙي ڳالهہ
ڪجي! ڳلي ڪوچن ۾ رلندڙ نندڙا ٻار. ٻار جيڪي پيءُ جي اچڻ جو پڙلاءُ
ٻڌي دهلجي ويندا آهن. ۽ ماءُ جي رڙ تي گهر مان ٻاهر ڀڄي ويندا آهن.

ٻار ويچارا غربت جا ماريل، زيادتين ۽ ڏوهن ۾ جڪڙيل، مصيبتن جا ماريل دنيا جي هن جهنگل ۽ پاڳل سمنڊ ۾ تڙڳندا نظر اچن ٿا، سندن حالت ڏسي منهنجي دل رت روئي ٿي.

ٻارن کي ٻه ساڳيائي حق آهن جيڪي اسان کي آهن ۽ اسان کي ساڻن انسانن جهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي. کين پيار، محبت ۽ نرمي سان نپائڻ گهرجي نه کي زوراوري ۽ ظالمانه طريقي سان. ٻارن بابت منهنجو نقطئہ نظر صاف ۽ واضح آهي.

جڏهن توهان سان ننڍڙو ٻار ڪوئي ڪوڙ ڳالهائي ٿو ته اهڙي ريت سلوڪ نه ڪريو جڻ ته دنيا جو انت ٿي ويو. ٻار سان ٿڌي دل سان پيش اچو. ڇا توهان کي اها سُڌ آهي ته ظالم پيءُ جا ٻار هميشہ ڪوڙا هوندا آهن؟ ڪوڙ ظلم ۽ ڪمزوري جي ڪک مان پيدا ٿيندو آهي! جڏهن توهان معصوم ٻار سان ڪاوڙ ڪروڌ ۽ مار ڪٽ ڪندوءَ ته لازمي طور هو ڪوڙ ڳالهائيندو!
مان فطرت جو احسان مند آهيان جو هن ٻار جي ذهن ۾ ڪجهه ڇترائي پري آهي جنهن ذريعي هو پنهنجي ظالم پيءَ ماءُ جي حملي وقت، بچاءُ خاطر، ترت ڪو ڪوڙ گهڙي وني ٿو!

اگر توهان جو ڪو ٻار ڪوڙ ڳالهائي ٿو ته توهان کيس سچائي سمجهايو. ٻڌايو ته اهڙي غلطي توهان کان ٻه ٿي چڪي هئي، ليڪن اهو ڏگ صحيح ڪونه آهي. هن کي ان طرح سمجهايو جيئن (Maine) ۾ هڪ شخص پنهنجي ٻار کي ان وقت ٻڌايو جڏهن هو گهر ڇڏي هليو ويو.

ٻِجان ! ايمانداري بهترين حڪمت عملي آهي. ۽ اِهو آزمودو ٻنهي واٽن اختيار ڪرڻ بعد حاصل ٿيو اٿم. هن سان سچ جو رستو اختيار ڪريو. ائين فرض ڪريو ته توهان جي عمرڪان تقريبن پنج سال وڏو ڪو شخص، جيئن توهان ڪنهن ٻار ڪان پنج سال وڏا هجو، هٽ ۾ ڏندي ڪٽي اچي ۽ رڙيون ڪري پڇي ته "ڪنهن هيءَ پليٽ ڀڳي آهي؟ ۽ توهان مان ڪو هڪ ٻه اهڙو ڪونه هوندو جيڪو قسم ڪٽي نه چوي ته مان ته ڏنو ئي ڪونه آهي يا وري چوي ته ان ۾ ته اڳ ۾ ئي ڏار پيل هيو. ٻارن سان اسان ڪي طريقي ۽ سليقي سان پيش اچڻ گهرجي. اهڙي ڪاروباري متعلق سوچيو جيڪو اسٽاڪ جو ڏندو ڪندو هجي ۽ پنهنجي ٻار ڪي صرف ان لاءِ سخت مار ڏني هجيس جو هن پل ۾ افواهه ڦهلائي ڇڏيو. يا اهڙي وڪيل متعلق تصور ڪريو جنهن پنهنجي ابهم ٻار ڪي صرف ٿوڙي سچائي لڪائڻ خاطر مار ڪڍي حالانڪ پنهنجو اڌ ڪان وڌيڪ گذر بسر، سچ ڪان ڪنارا ڪشي ڪرڻ تي ٻڌل اٿس! اهڙا انيڪ مثال آهن، ذرا انهن تي ڌيان ڏيو.

اگرتوهان جو ٻارڪا غلطي ڪري ٿو ته ان ڪي ترت ڳلي لڳايو ته جيئن هو توهان جي دل جي ڌڙڪن ٻڌي سگهي ۽ محسوس ڪري ته توهان ڪيس ڪيترو پيار ڪريو ٿا. جڏهن ته ڪي ڇگا عيسائي ٻار جي ڪنهن غلطي سبب کين گهر ڪان ٻاهر ڪڍي ڇڏين ٿا ۽ آکين ٿا " تون اسان جو خانو خراب ڪري ڇڏيو آهي." ۽ وري خدا کي ان ئي ٻار جي رڪشا ڪرڻ لاءِ ٻاڏائن ٿا. ان مد ۾ مان هرگز خدا ڪان اهڙي گهر نه ڪندس جيستائين پاڻ پنهنجي ٻار جي پوريءَ ريت سنڀال نه لهان!

پر مان توهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته مان پنهنجي ٻارن ڪي اِها تلقين ضرور ڪندس ته پل ڪيڏانهن به وڃون، ڇا به ڪريو، ڪيڏي وڏي خطا

چونـ ڪيو، ڪيترو ئي پاڻ کي هيٺ ڇونـ ڪبرايو، پر ايڏي ڪڏي حرڪت ڪونـ ڪجو جنهن ڪارڻ گهر جو، پنهنجي دل جو دروازو توهان لاءِ بند ڪرڻو پوي! مان توهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ جيستائين مان جيئرو آهيان توهان جو مخلص همجولي ۽ دوست ٿي رهندس.

توهانکي شايد سُڌ نہ هوندي تہ مان اهڙا بہ ماڻهو ڏٺا آهن جيڪيءَ خالق جي فرمودي "ننڍڙن ٻارن کي ٿورڙو آزمائش ۾ وجهو، تہ جيئن اهي خدائيءَ باجهہ ۽ خوشي جي ويجهو رهن." جو اِهو مطلب اخذ ڪندا آهن تہ جڻ هنکي چوغي هينان سخت سڪل هڏي لڪايل آهي - ۽ ٻارن راءِ متئين تلقين جي مُنشا اٿس تہ سندس ايڏو ويجهو رهن جيئن ڪين اِن هڏي سان ڪٽيو وڃي!

منهنجو ڦٽڪن جي راڄ ۾ بلڪل وشواس ڪونهي. جيڪڏهن توهان مان ڪو شخص پنهنجي ٻار کي ماري ٿو تہ ان دوران پنهنجي تصوير ڪڍايو ۽ ڏسو تہ ڪيئن توهان جو چهرو ڪاوڙ ۾ آڳ جو گولو بڻجيو وڃي ٿو ۽ ڊنل هيسيل معصوم ٻار جي اکين ۾ ڳوڙهن جو جهرڻو ۽ ڪاڏي ۾ پيدا ٿيل ڪڏ ائين پاسندي آهي جيئن سمنڊ جي ماني پاڻيءَ جي هڪ حصي مٿان سخت سرد هوا جو جهونٽو هلچل مچائي ڇڏي! ان تصوير کي ڇتائي ڏسو. خدانخواستہ اگر اِهو ٻار مري پوي، تہ سرءُ جي اداس شام گذارڻ جو بهترين طريقو قبرستان ۾ ان سمئي وڃو جڏهن سارمهہ وڻن تي صبح جا سونهري ڪرڻا پوندا هجن ۽ ذرتي ماتا جي غمگين وجود مان ڏک جي گُيتن وانگر، قرمزي رنگن وارا گلڙا ۽ ڦريون جهاتيون پائيندا هجن - پوءِ قبر پرسان ويهي ان تصوير کي ڇتائي ڏسو ۽ ان گوشت پوست جي ان ٻالڪ جو تصور ڪريو جيڪو هيٺر توهان جي مارڪٽ ڪارڻ وقت

کان اڳ مٽيءَ جو حصو بڻجي چڪو آهي! مان توهان کي روئي چوان ٿو هيءَ غلط طريقو آهي. ٻارن کي اهو نپائڻ جو صحيح طريقو ناهي پنهنجي گهرکي خوش ۽ آباد رکو گهر وارن سان سچا ٿيو انهن سان مناسب روّيي ۽ ونڊ ورهاءِ سان هلو.

انهن کي آزادي ڏيو. پيار ڏيو ڪين گهر کان ٻاهر لوڏي ڪڍڻ کان باز اچو هو گهر ۾ رهڻ پسند ڪن ٿا. گهر کي دل پذير بڻايو. ٻارن کي پنهنجي مرضي انوسار ٽپڻ ڪڏڻ جي اجازت ڏيو. اهڙي بيوقوفي واري اظهار کان باز اچو. توهان کي ميدان تي بال کيڏڻ جي اجازت آهي ليڪن سبزي مائل وچايل ڪپڙي اوڏو بلڪل نہ وڃجو! توهان انهن کي ڏندي سان ميداني سوراخن ۾ ڪيرائي سگهو ٿا ليڪن ڇڙيءَ سان ڏکي نٿا سگهو! توهان ڪاغذ جي ننڍن ٽڪرن سان، جن تي انهن جي ليکڪن جا نال لکيل هجن، راند رمائي سگهو ٿا پر تاس جي پتن آڏو وڃڻ توهان لاءِ منع ٿيل آهي. ”ان بيهودگي تي سوچو !“ توهان عجيب سوانگ رچائيندڙ چارٽن جي ٽولي جو، ماٺيپي کان هٽيل تماشو پسي سگهو ٿا، ليڪن دنيا جي عظيم دانشورن جي شاهڪار ناٽڪن کي ٿيٽر جي اسٽيج تي ڏسڻ جوڳا بلڪل ڪين آهيو! ائين ڇو ٿو ڪيو وڃي؟ مون کي انُ منع نامي ۾ ڪو معقول ڪارڻ نظر نٿو اچي!
ٻارن کي ڏينهن جهڙي شفاف روشني ۾ ڏسڻ وائسڻ ڏيو. پينگهي کان ئي ڪين منع جي سٽي نہ پياريو، ليڪن تي ائين ئي رهيو آهي. پينگهي جي ڏينهن کان وني اِيکويهن سالن تائين ساڻس اِهو رويو رکيو وڃي ٿو! ان بعد وري ٻيا ماڻهو ساڻس منع جي سٽيءَ وارو سلسلو جاري رکن ٿا! انهن ۾ ڪليسا جا پادري ۽ جماعت وارا جنهن سان سندس لاڳاپو هجي ٿو، سي پڻ منع جو ورد ورچائيندا رهن ٿا!

مان دنيا جي ان طرح واري روئي کي ذڪاريان ٿو. انسان کي آزاديءِ گهرجي. پل مون کي ڪافر چئو، منڪر چئو، جيڪي وڻيو چئو. مان پنهنجي ٻارن سان اهڙي روش رکڻ گهران ٿو ته جيئن هو ڪڏهن منهنجي آخري آرام گاهه تي اچن ته ڳاٽ اوچو ڪري چون "هتي جيڪو شخص آرام ۾ آهي، هن ڪڏهن اسان کي ڪا تڪليف ڪونه ڏني! جيڪا زبان اچ خاموش آهي ان مان اسان لاءِ ڪڏهن ڪو ڳتو لفظ ڪو نه نڪتو هيو."

ماڻهو ٻارن ڏانهن پنهنجي ظالماڻه روئي اختيار ڪرڻ لاءِ اهو جواز پيش ڪندا آهن ته هو بي حد بگڙيل آهن ! اهو بيحد بگاڙ جو نظريو صدين کان ٻارن سان ظلم ۽ جبر روا رکڻ واري بيهوده عمل ۾ پوشيده آهي! ان نظريي کي مذهب پڻ هٿي ڏني، جنهن مطابق ٻارگناهه جو جيئرو جاڳندو مجسمو آهي! ابدي بددعا جو وارث! ۽ هميشه لاءِ دوزخي !!!

اهڙي سوچ جي حمايتن جوخيال هو ته ڪجهه اهڙا ڏينهن ٿين ٿا جن ۾ ٻارن لاءِ ڪل خوشي بلڪل منع ٿيل هجي ٿي ۽ ان ڪليئي جي پيڪڙي گناهه ليکيو ويندو. جڏهن مان ننڍڙو هيس ته آرتوار جو ڏينهن پاڪ ليکيو هيو جنهن ۾ خوش رهڻ جو خيال به خراب شمار ٿيندو هو ۽ آرتوار جو ڏينهن ڇنڇر جي سج لهڻ کان ئي شروع ٿي ويندو هو. جيئن ئي ڇنڇر جي شام سج افق تان غروب ٿي ويندو هو ته امالڪ سيني گهرن مٿان رات جي اونداهه کان ڏهه هزار ڀيرا وڌيڪ گهرو انڌيرو ڇائنجي ويندو هيو!! ڪو شخص مرڪندي کلندي يا چڱي ڳالهه چوندي نظرنه ايندو هو!! جيڪو ٻار سڀ کان وڌيڪ بيمار نظر ايندو هو ان کي پويترتا جو

پتلو ليکيو هو! انهيءَ رات ۾ آخر وٽن پڇڻ جي اجازت بہ ڪين هئي! اگر ڪنهن ٻار کي رات جوچيونگم چٻاڙيندي ڏٺو ويندو هو تہ بيحد بگاڙ واري نظرئي کي وڏيڪ هٿي ملندي هئي!! ان رات کي انتهائي وڏي پوروَ سمجهيو ويندو هو. سمورو ماحول بد هاضمي جو شڪار لڳندو هو. هرڏي روح غم ۽ افسوس ۾ مبتلا. مان هميشہ ائين محسوس ڪندو رهيو آهيان تہ اڪثر ماڻهو بد هاضمي دوران پاڻ کي مذهب جي وڏيڪ قريب سمجهندا هئا! اگر بدقسمتي سان ان سمئي انهيءَ بيماري جو ڪو يڪ تڪ علاج دريافت ڪيو وڃي ها تہ، چرچ واري اداري لاءِ اها ڪوجنا هڪ ڪاپاري ڌڪ کان گهٽ ڪونہ هجي ها !

آرتوار جي صبح جوسموري ماحول تي مذهبي گنڀيرتا ڇانئجي ويندي هئي. سڀني جو رخ گرجا گهر ڏانهن هوندو هو. پادري هڪ ويهہ فوٽ اوچي چبوتري تي بيهي، جنهن مٿان مائيڪ رکيل هيو هڪ کان ٽيويهن پيرن تائين اپديش ڏيندو رهندو هو. پوءِ ڪجهہ ٽيڪا ٽپڻي ڪري موضوع تي راءِ جو اظهار ڪندو هو ۽ ٻن ڪلاڪن اندر بشارت جي آخري باب تائين پهچي ويندو هو.

انهن ڏينهن ۾ سخت سردي جي باوجود گرجا گهرن کي گرم رکڻ جو ڪوبہ بندوبست ڪيل ڪونہ هوندو هو. عقيدي موجب عبادت ڪرڻ وقت هرآسائش کي گناهہ سمجهيو ويندو هو. نئين انگليند صوبي جي پهرئين گرجا گهر جنهن سردي دوران اسٽو جو بندوبست ڪيو هو سو ان برڪت ڪارڻ قوت جو شڪار ٿي ويو! اهڙي ريت پوءِ پهريون گرجا گهرجتي پچن ڳائڻ جو رواج وڌو ويو سو پڻ ڏڙي بندي ۽ قوت جو شڪار بڻجي ويو!

خطبي کانپوءِ وقفو ڏيندو هو ۽ سوالن جوابن جو دور هلندو هو. اسان ان ۾ پوريءَ طرح حصو وٺندا هئاسون. اسان کي قطار ۾ ويهاريو ويندو هو ۽ قاعدي موجب سيني جا پير زمين کان اٽڪل ڇهہ انچ مٿي هوندا هئا. پادري پڇندو هو تہ اسان کي اِها سُڌ هئي تہ سيئي دوزخ جا لائق هئاسون. اسين هڪ آواز ۾ هائو چوندا هئاسين! وري پڇندو هو تہ اگر خدا جي خواهش هجي تہ اسين سڀ دوزخ ۾ داخل ڪرايا وڃون. ڇا اسان کي اِهو خدائي فرمان قبول هوندو. هتي موجود هر، ڪپٽي انسان جو با جماعت جواب هائو ۾ هوندو هو! ان بعد ساڳيو خطبو ٻئي طرف کان دهرايو ويندو هو. آخر ۾ گرجا گھر ۾ موجود سيئي ماڻهو، ڇهن تي غم ۽ گنڀيرتا جي حالت ۾ پنهنجي گهرن جي راهہ وٺندا هئاسين. سيئي ڪفاري جي فلسفي کان متاثر ۽ ڏنل لڳندا هئا. جڏهن اسان گهر پهچندا هئاسون تہ موسم ڪجهہ گرم ٿي ويندي هئي جڇ اسان ڏاها بار ٿي ويا هئاسون. ڪڏهن ڪڏهن هو اسان جي روح پروري خاطر قبرستان وٺي ويندا هيا. مون کي ڏاڍو مزو ايندو هيو. جڏهن مان پڳل ٽٽل قبرن تان لڳل پٿرن تي لکيل اڌ ڏٺل عبارت پڙهندو هوس، جيڪا سانت ۽ ويساري جي دٻڻ ۾ دٻيل هوندي هئي، ان مان مونکي آنند حاصل ٿيندو هو! ذهن ۾ يڪدم اِها سوچ پيدا ٿيندي هئي تہ انِ يومِ سبت(آرام ۽ عبادت جو ڏينهن) کي ڪڏهن دائميت حاصل ڪين ٿيندي! ڪڏهن ڪڏهن هو سيئي هڪ من موهيندڙ ڀڄن ڳائيندا هئا جنهن ۾ هيٺ ڏنل سٽون ڪيڏيون نہ وڻندڙ آهن!

جت ميڙاڪن جون موجون آهن
اُت پرم آنند جو لطف آهي

لڳي ٿو تہ انهن وڻندڙ سٽن منهنجي اندر اهڙو ڦيرو آندو - جو سرڳ جي چاهنا بہ ترڪ ڪرڻي پيئي! ان ڪان علاوه اسان ڪي خوش ۽ مطمئين ڪرڻ لاءِ چڱاڪتاب بہ موجود هيا جيڪي خاص طور هرآرتوار تي مطالعي هيٺ آندا ويندا هئا. اديب ۽ملنرءِ جي "والدنسز جي تاريخ" "بيڪسٽر جو غيرڪرستان لاءِ پيغام" يا هن جو "يهودين جا آثار قديمہ" "جين ڪائين" جو ڪفاري بابت. مان گهڻو ڪري جين ڪائين جو "ڪفاري بابت" اڪثر پڙهندو زهندو هيس. مان اڪثر ڪفاري متعلق سوچيندو هوس تہ ان جو دائرو تمام مندرجات سميت وسيع هئڻ گهرجي جنهن ۾ ان ماڻهوءَ ڪي بہ شامل ڪيو وڃي جيڪو آئينده بار لاءِ پڻ اهڙي قسم جو ڪتاب تحرير ڪندو!!

آخر آرتوار ڪڪ پن تي ويو، جيئن سج لٿو، اسان آزاد فضا ۾ ساهہ ڪنيو. هرآرتوار تي ڇئين بجي ڌاري اسان سج جي لهڻ جو منظر ڏسندا هياسي، ڪڏهن ڪڏهن تہ ائين محسوس ٿيندو هيو تہ لهي ٿي ڪونہ ٿو، آخرلهي ويندو هو. ڪيس لهڻوئي هيو جيئن ئي سج جي روشني غروب ٿيندي هئي اسان خوشيءَ ۾ مگن تي پنهنجون ٽوپيون هوا ۾ اڇلائي جهٽيندا هئاسون ۽ هڪ ٻئي کي آزادي جون واڌايون ڏيندا هئاسون!

ايام سبت (آتوار جوڏينهن) قيدخانن جيان هوندا هيا هرآرتوار اسان لاءِ مشهور "بيسل" جي بدنام بنديخاني وانگرهيو. هرعيسائي قيدخاني جي جيلر وانگر لڳندو هو ۽ هرمعصوم ٻار سزايافتہ قيدي! اهڙي بندي خاني ۾ مرڪڻ ڏوهہ سمجهيو ويندو هيو! ان خود ساخت پويترڏينهن تي معصوم ٻار جي کلَ جو پڻ غلط مطلب ڪڍيو ويندو هو - ذرا سوچو، ڪيڏي نہ زيادتي روا رکي ويندي هئي!

ننڍڙو ٻالڪ ڪليءَ فضا ۾ باغ طرف روانو ٿي ويندو هو، جتي ٻور سان ٽمٽار وڻ سان ٽيڪ ڏئي ويهندو هو. ان وڻ جي شاخ تي هڪ پکيئڙو وينو منڙي لات لوندو ۽ جهوليندو هو - ۽ ان سان گڏ پنهنجي جيون ساٿڻ هينان رکيل چٹن چٽڪمرن اندن بابت به سوچيندو رهندو هو. اهڙيءَ ريت ڳائيندي جهومندي سنڌس پتڪڙي ڳلي مان نڪتل سنگيت جون لهرون ماحول کي آنند مئه بڻائينديون رهنديون هيون. ان فضا ۾ گلن جي ڦٽڻ جو منظر - آسمان ۾ ترندڙ اڇن بادلن جو لقاءُ - ۽ ماحول ۾ ڦهليل مٺي سڳنڌ - ۽ ٻالڪ جو وڻ هينان ٽيڪ ڏيئي ويهڻ جو نرالو انداز ۽ ان ماحول ۾ پنهنجي ننڍي دماغ ۾دوزخ ۽ ان ۾موجود سدا جيوت جيت جٿين بابت سوچڻ عجب ۽ دکدائڪ ٿي لڳو!

گرجا گهر ۾ مخصوص جاءِ تي پير مٿي ڪري ويهڻ دوران مون نون پادرين کي غيرڪرستانن متعلق اُپديش ڏيندي ڪيئي پيرا ٻڌو. ٻارن جي ڪچڙن ذهنن تي اثرانداز ٿيڻ خاطر اذيت ڳالهيون ٻڌائي وقت جون سيپيئي حدون اورانگهڻ ۾ڪا ارچڻ محسوس ڪين ڪندا هئا! تمام پري ڏورانهين سياري تان هڪ پکي لڪين اربين ورهين کان هن ڌرتي تي ايندو رهندو هجي ۽ پنهنجي ننڍي چهنب ۾ واري جو ذرو کڻي واپس ويندو هجي - آخر ان لاڳيتي عمل سبب زمين جو آخري اٽو به ختم ٿي ويندو ۽ پوءِ نتيجي طور ڪجهه نه رهندو بلڪ دوزخ ۾ باهه ۽ سج جو تصور به ناپيد ٿي ويندو! ذرا سوچيو. ٻارڙن کي کهڙي نه احمقانه نظرئي جي سُتي پيارڻ جي ڪوشش ڪيئي ويندي هئي!

ذرا ويچاريو، ٻالڪ جومعصوم ٺهڪڙو ته پويتر ڏينهن کي وڌيڪ مقدس بڻائيندوآهي. اي غئبي سنگيت ڪار! پنهنجي بربط مان آڳ جي ڇهاءُ ذريعي، اپولو ديوتا جي سونهري ”وار“ سان کي ازلي سُر ڇيڙ، اي لاڦاني

سازندا ! بربط جي منن ۽ الوهي سُرن جي هلڪي ڇهاءَ ذريعي سموري گرجا گهر کي معمور ڪري ڇڏ! اي توتارو وڄائيندڙ. ان ساز جي سيمابي سرن کي ايستائين ڇيڙيندو رهه جيستائين اهي چانڊوڪي جي لهرن سان هم آغوش نه ٿي وڃن - ۽ انگور جي ول سان چانيل پهاڙين تي محبت جا جام نوش ڪندڙن کي وڏيڪ مدهوش نه ڪري ڇڏين! ليڪن اي ازلي سازندا، اها سُڌ اٿيئي ته تنهنجا منڙا سُر معصوم ٻالڪ جي خوشي سان ڀريل ٿهڪڙن جي ڀيٽ ۾ بي آهنگ بي سُرا ٿيندا آهن! اهي ٿهڪڙا ٻڌندڙ جو من خوشي سان ۽ اڪريون روشني ۽ چمڪ سان ڀري ڇڏين ٿا! ٿهڪڙن جي پرجوش درياه جهڙا نرمل ٻالڪ، تون انسان ۽ جانور جي وچ ۾ نعمت بخش سنڌو آهين! ۽ تنهنجي هر ارڏائي دئيت نما هيسائيندڙ وجود جي ظاهرداري جو پردو چاڪ ڪري ان کي ڪک پن ڪريو ڇڏي! اي معصوم ٿهڪڙن جيان مجسم گلابي چپڙن واري خوشيءَ جي نياڻي! تنهنجي ڳلن ۾ ڪلڻ وقت ظاهر ٿيندڙ سُندر ڪپ غم ۾ ڳاڙيل سمورن ڳوڙهن کي پاڻ ۾ سموئڻ - ۽ انهن کي پر وقار ٻڻائڻ جي سامرٿي رکين ٿا!

ٻارن جي ذهنن کي سزائن جي گهٽيئي اهڙي قسم جي بيهوده ڊپ وارن نظرين ذريعي آلودو ڪيو پيو وڃي. مان اهڙن سيني نظرين يا متن کي سخت لفظن ۾ ننديان ٿو.

آخر سموري مخلوق لاءِ اهڙا انسان ڪش سزا جا اصول آيا ڪٿان؟ اهي اوائلي هڙهي ۾ سواري ڪندڙ ڪند ذهن وحشي جي ميراث آهن! هُن کي ڪٿان پلئه پيا؟ اهو غير انساني تحفو جهنگلي جانورن وٽان پلئه پيو. دائمي سزا جو تصور نانگ جي تيز چمڪندڙ اکين مان مليو ٿو. نانگ

جيڪو ويڙهجي سيڙهجي ڇپ هٽي شڪار جي تلاش ۾ ويهي ٿو. اهو تصور انهن جهنگلي جانورن کان مليو جيڪي زور سان پونڪين ٿا. ڏيڇاريندڙ گرڻ ۽ اونائڻ انهن جي فطرت ۾ شامل آهي. انهن ناپاڪ بگڙيل لنگورن جي چرڙاٽ ۽ چرخ جي پيانڪ ڏند شيڪ مان پلئہ پيو! آءٌ سموري وجود سان اهڙي بدبودار تصور کان نفرت ڪريان ٿو. ڇا ڪائنات جوخالق پنهنجي ٻالڪن کي ايماندارانہ ۽ سچي اظهار خيال ڪارڻ سزا ڏيندو؟ جيترا دنيا جي جهنگلن ۾ سُڪل ٻن ڪريا آهن. انهن کان ڏهہ هزار دفعا وڌيڪ انسان ذات کي اهڙن ناڪرده گناهن جي سزائن ڪارڻ صفح هستي تان متايو ويو! مون کي ٻڌايو ڇا اهي سيئي ماڻهو دوزخي آهن. پيڙا ۾مبتلا آهن.- ۽ ٻار جيڪي بقول ان ننڍڻ جوڳي ڪليئي جي اذيت ۾ آهن ڇا هو هميشہ اها پوڳنا پوڳيندا رهندا؟ مان ان قسم جي متي کي ننديندي ڪوڙ جو اپاسڪ چوان ٿو.

جڏهن اهو عظيم بيڙو جنهن ۾ سموري سنسار جون آسون ۽ اميدون موجود هيون. جنهن ۾ سموري انسان ذات موت. تاريڪي ۽ تباهي جي ٻاٽ اونداهي رات ۾ اڳتي وڌي رهي هئي- مان بہ پنهنجو تن من ارپي ان بيڙي سان گڏ ساڳي راهہ وڃڻ چاهيان ٿو! مان ڪداچت ڪنهن رُجعتي مسلڪ جي ٻتيلي ۾ سواري ڪرڻ جي ڪُڌي ڪرم جو ڏوهاري ڪين ٻڻندس! مان ان عظيم بيڙي ۾ انهن انسانن سان ساٿ ڏيندس جيڪي مون کي چاهين ٿا ۽ جن کي مان چاهيان ٿو! جيڪڏهن اهڙي پرم آتما جو وجودآهي. جيڪو هميشہ لاءِ پنهنجي ٻالڪن کي سزا ڏيندو رهي ٿو. تہ مان سُرڳ ۾ بسيرو ڪرڻ بجاءِ نرڪ کي ترجيح ڏيندس جتي ڪائنس دوري ئي بهتر! اهو منهنجو اٽل فيصلو آهي مان ان متي جي خلاف آهيان. جنهن جي ڪارڻ دنيا ۾ انسان ذات جي ڳلن تي ڳوڙها وهندا رهن ٿا.

جنهن بارن جي دلين کي، ميرو ۽ مردن جي ذهنن کي زهرآلود بڻائي ڇڏيو آهي . اهو متو مستقل پيڙا ۽ عذاب جو باعث آهي ان ڪارڻ ڇڳائي خوف ۽ هراس ۾ وڪوڙجي ويئي آهي ۽ بدي، ٻچڙائي مادر پدر آزاد آهن! نازڪ طبع ڀلامانس انسان نپوڙجي، ڪومائجي ويا آهن. ان متي جو پرچار ترت بند ڪيو وڃي. محترم پادري صاحب! توهان کي ڪهڙو حق ٿو پهچي تہ مقبري جي ڦاٽڪ ٻاهران بيهي ڪري غير منتقي پرچار وسيلي ماڻهن جي ذهنن ۾ خوف ۽ هراس ويهاري سندن جيئڻ جنجال بڻايو؟ مون وانگر توهان بہ ان نظرئي جا حامي ڪونہ آهيو؟

جي توهان واقعي ان ۾ ويساهہ رکو ها تہ گهڙي پل لاءِ بہ چين جي ننڊ نہ ڪري سگهو ها! اگر ڪو فضيلت وارو انسان اهڙي فضول ڳالهين تي يقين رکندو تہ پاڳل ٿي پوندو. ۽ جيڪڏهن ڪو شخص انهن اجاين قصن کي مڃي ٿو ۽ چريو نہ ٿو ٿئي تہ سمجهو هن کي نانگ جي دل ۽ چرخ جو دماغ آهي !

جوناٿن ايڊورڊس (Jonathan Edwards) جو ڏرمي نظريو اگر درست آهي تہ هن جي آتما سُرڳ اندر نرڪ واسين جون رڙيون ٻڌي خوش ٿيندي هوندي. هو پنهنجي ويچارن جي اپٽار ڪندي چوي ٿو ڇا ڪوئي ويساهي گهوٽ سرڳ اندر پنهنجي نرڪواسي اڻ ويساهي زال کان سواءِ، خوش رهي سگهندو؟ ڇا ڪوئي پيءُ پنهنجي منڪر ٻارن کي نرڪ جي آڳ پسي پاڻ سرڳ اندر خوش رهي سگهندو؟ ڇا گهوٽ کي پيار ڪندڙ زال هن کي نرڪ ۾ ڏسي پاڻ سرڳ اندر خوش رهي سگهندي؟ هن جو جواب آهي ها! بقول جوناٿن هنن سڀني جي نياءُ ڪاري ايتري تہ وڌي ويندي جو

سندن آنند بي انت ٿي ويندو! آفريڪا ۾ بہ ڪو اهڙو وحشي جانور ڪو نہ هوندو جنهن جي ساک اهڙن ويچارن ڪارڻ متاثر نہ ٿئي!

اهڙا ويچار ڌرم جي نالي ايشوري ٻاجهہ ۽ بخشش جي نانءَ تي اپار پريم پيچ جي نالي ڦهلايا وڃن ٿا ! توهان ڪي التجا آهي تہ پنهنجي ٻارن جي ذهنن کي اهڙن عقيدن کان پري رکو هنن کي ڪوڇنا ڏسڻ، وائسڻ، سوچڻ جي آزادي ڏيو.

ٻارن کي ڪٺرپنٿي حڪم جو غلام نہ بڻايو. انهن کي وٽن جيان وڌڻ ڏيو جن کي هوا، روشني ۽ سج جي گرمائش گهربل رهي ٿي. انهن سان انصاف ۽ ايماندارانہ روش رکو. ڪين موقعو فراهم ڪرڻ کان ونءَ نہ وڃو. هرگز نہ وساريو تہ هنن کي بہ توهان جهڙائي حق آهن. اِها ڳالهہ دماغ ۾ نہ آڻيو تہ توهان هنن مٿان حڪم هلائيندا ۽ هو لازمي طور توهان جي ڳالهہ مڃڻ لاءِ ٻڌل آهن. مخدوم خادم وارو خيال دماغ مان ڪڍي ڇڏيو.

گذريل زمانن ۾ مائٽ ٻارن کي ان وقت سمهڻ لاءِ چوندا هيا جڏهن ڪين ننڊ نہ ايندي هئي ۽ وري ان وقت اٿڻ لاءِ تلقين ڪندا هئا جڏهن ڪين ننڊ ايندي هئي! بهتر اِهو ٿيندو تہ جڏهن ڪين ننڊ اچي تہ سمهڻ ڏيون ۽ جڏهن ننڊ پوري ٿيئين تہ اٿڻ ڏيونِ.

توهان چواٿي اِهي اصول اميرن لاءِ آهن، نہ ڪي غريبن لاءِ. پرغريب پنهنجي ٻارن کي زور جي بجاءِ پيار سان جاڳائي سگهن ٿا. ٻارن کي آزادي ڏيڻ جڳائي سندن انفراديت جو تحفظ لازمي آهي. ڪين مرضي مطابق کائڻ پيئڻ ڏجي. پل هو بين پاتين جي کائڻ بعد کائين. اهو

سندن پنهنجو معاملو سمجهڻ گهرجي. ڪين پلي پت ڇاڻ آهي تہ هو ڇا ڪائڻ گهرن ٿا. جيڪڏهن ڪين شروع ڪان اهڙي آزادي ڏني وڃي تہ هو دنيا جي ڪنهن بہ ڊاڪٽر جي تجويز ڪيل غذائن کان وڌيڪ بهتر ڄاڻيندا تہ ڪين ڪهڙي خوراڪ کائڻ جڳائي! توهان کي ڄاڻ هوندي تہ علاج معالجي جي سلسلي ۾ سمورا سڏارا مريضن جي لاپرواهي سبب ٿيا آهن نہ ڪي طبيبن ڪارڻ! هزارين لکين سالن تائين طبيب بخار جي مريض کي پاڻي ڍُڪ نہ ڏيندا هئا. ڇڻ تہ اهو زهر هئو! پر بخار ۾ مبتلا ڪوئي مريض مرڻ بجاءِ پاڻي پيئڻ کي ترجيح ڏيندو رهيو. نتيجي طور ٿي گلاس پاڻي پيئڻ بعد هن جي حالت ڊرامائي طور سڌري وئي! جڏهن اها ڳالهہ ڊاڪٽر کي ٻڌائي وئي تہ هو اچرج ۾ پئجي ويو يقين نہ پيو اچيس تہ مريض جيئرو ڪيئن رهيو! ڊاڪٽر لاعلميءَ سبب ان معجزي جو ڪارڻ مريض جي جسماني بيهڪ کي قرار ڏيندو رهيو جنهن ڪارڻ هن جو جسم اِهو ڳرو ۽ خطرناڪ لڪ لنگهي تندرست ٿي ويو هو! لاپرواهہ مريض پاڻي پيئندو رهيو ۽ صحت ياب ٿيندو رهيو! ان لاڳيتي حقيقت کي پرجهي آخر ڊاڪٽرن مڃتا ڏني تہ بخار ۾ پاڻي پيئڻ سٺي ڳالهہ هئيءَ. اهڙيءَ طرح طبيبن جي ڏکن جي پيٺ ۾ فطرت جي آفاقي اصولن ۾ اٽل وشواس اٿم.

جيڪڏهن اوهان پنهنجن ٻارن کي آزادي ڏيندو تہ اهي توهان جي نقش قدم تي هلندا ۽ تقريبا اهو سڀ ڪجهہ ڪندا جيڪو توهان چاهيندو. پر جيڪڏهن توهان انهن تي پنهنجي راءِ مڙهڻ جي ڪوشش ڪيئي تہ هو احتجاج ڪندا. مخالفت ڪندا انسان اندر اهڙو عمده سوڀاءُ ۽ شانائتو جذبو آهي جو هو پوئلڳ ٿيڻ ناپسند ڪندو آهي. توهانکي اِها سُڌ آهي تہ انسان جي اِها فوري دنيا لاءِ ڀاڳي شالي آهي. سوچو تہ سهي پنج سو سال اڳ اگر مخلوق ڊاڪٽرن جي مٿي بيان ڪيل صلاح مڃين ها تہ

سندن کھڙي دردشا ٿئي ھا؟ سيئي مري وڃن ھا! ماڻھن جوکھڙوحال ھجي ھا. اگر اھي گونگا ٻوڙا ٿي ڪري ڪلسيا جي ڏسيل راھ تي ھلن ھا؟ سيئي چريا ٿي پون ھا! اھا عمده ڳالھ آھي جو دنيا ۾ ھميشہ ڪو نہ ڪو اھڙو عظيم انسان پيدا ٿيو آھي جنھن انھن ڳالھين جي پرواھ نہ ڪيئي ۽ پنھنجي مرضي مطابق، پنھنجي لاءِ سوچيندو رھيو!

منھنجو ان ُڪليئي ۾ اٽل وشواس آھي تہ ٻارن کي پنھنجي لاءِ پاڻ سوچڻ جي اجازت ڏجي. مان گھر ۾ جمھوريت جو قائل آھيان. جيڪڏھن ھن دنيا ۾ڪا عمده وستو آھي تہ اھو ھڪ اھڙو گھر آھي جنھن ۾ سڀ ھڪجھڙا ۽ برابر ھجن!

توھان کي ياد ھوندو ڪجھ سال اڳ مائٽ پنھنجي ٻارن کي چوندا ھيا تہ "ڪائڻ وقت ڳالھائڻ نہ گھرجي". ماني کائڻ بہ ڄڻ ھڪ وڏوڌرمي ڪارج ھيو! جيون کي ڌرمي ڪارج نہ سمجھڻ گھرجي. ماني کائڻ مھل سندن ڳالھيون ڏيان سان ٻڌڻ گھرجن. ڇري ڪانٽي جي ڪڙڪي سان گڏوگڏ سندن منڙيون ٻولڙيون بہ ٻڌڻ ۾اچن ٿيون. مان آرڪيسٽرا جي بجاءِ سندن اھي منڙيون ڳالھڙيون ٻڌڻ پسند ڪندو آھيان. ڪين پنھنجي آزادي ڏيو. ھنن سان سچا ۽ ايماندار ٿي رھو. رحمدل ۽ انصاف پسند ٻڄو پوءِ ڏسو ھو توھان کي پيار ۽ آنند سان ڪيڏو نہ مالا مال ڪري ڇڏيندا!

مرد شاھ بلوط جيان پروقار، عورت ول جيان محبتڻ ۽ ٻارگلن وانگر سدا سڳنڌ ڏيندڙ ٿين ٿا!

انسان ذات کان بي شمار ڏوهہ سرزد ٿيندا رهيا آهن: انسان ان جي باوجود معافيءَ جي قابل آهي گهٽي ياگيَ هيءَ دنيا چڱا انسان پيدا ڪرڻ لاءِ سازگار نہ رهي آهي. پهريون ڪارڻ تہ اِها ڏک گهڻ سموري پاڻيءَ هيٺ آهي. انسان ذات کان وڌيڪ مڇين لاءِ سازگارآهي! زميني حصي مان اٺون حصو بہ، آب هوا وغيره جي لحاظ کان اهڙو ناهي جتي ڏکَ مرد ۽ عورت پيدا ٿين. مناسب زمين ۽ موافق آب هوا کان سواءِ توهان مهان انسان نٿا پيدا ڪري سگهو جيئن آرڪٽڪ (Arctic Sea) سمنڊ جي برفاني ميدانن ۾ مڪئي ۽ ڪڻڪ جهڙي پوک محال آهي! موافق حالتن ۽ وايو منڊل جو هئڻ ضروري آهي. مهان انسانن جي اپَج لاءِ زمين ۽ کاڌ خوراڪ جي ضرورت آهي. ماحولياتي حالتون اهڙيون نہ هجن جو هو سندن مقابلو نہ ڪري سگهي. دنيا ۾ زمين جي گولي جي چوڏاري هڪ سنهڙي وڙوڪڙ پٽي آهي جتي ڏات ڏٽي قسم جا مرد ۽ عورتون پيدا ڪري سگهجن ٿيون. ڏاکٽي اڌ ذرتي سامونڊي حصوآهي، جنهن ڪارڻ دنيا جي ان اڌ گولي ڪڏهن بہ ڪو ڏات وارومرد يا عورت پيدا نہ ڪئي آهي! ڏورانهين اتر ۾ بہ ڪا ڏات ڪو نہ اپري سگهي، اهو برفاني علائقو آهي - ڏورانهين ڏکڻ ۾ بہ ڏات ندارد آهي، اهو بي انتها گرم علائقو آهي! سردي گرمي لازمي آهي. اهڙي علائقي ۾ جتي ماڻهو کي سوڙ جي نہ پر، بادل جي ضرورت هجي ٿي اتي ماحول ۾ انقلابي تبديلي جي خواهش موجود رهي ٿي . صنعت ۽ دورانديشي سرد موسم ۾ نپجن ٿا. سيُ کان وڌ اِها موسم ڪٽنب جي تعلقات کي مستحڪم ڪري ٿي. ان موسم ۾ زال مڙس کي ڳلي لڳائي ٿي ۽ ٻارن لاءِ گود ڪشادي ڪري ٿي! ذرتي تي سرڳ جي جهلڪ ان وقت نظر اچي ٿي جڏهن سردي جي موسم ۾ رات جي وقت، ڪنهن گهر جي ٻاهران لنگهندي پردا پري ڪيل درين مان گهراندر چلهہ جي چوگرد ڀاتين جو ڏيک نظر اچي ٿو.

ڪراڙي عورت وينئي اٿي ٿي، وراندي ۾ ٻلي پٺي سُٽ جي گولي سان ڪيڏي پار ڇاهين ٿا ته ڪين شال ايتريون گڏيون. رانديڪا، ريزڪاري، چريون - يا ٻيو ڪجھ ملي، جيتريون ٻاھ مان ڇٽنگون نڪري وري ڇلھ مان نڪتل ڏماڪي سان مليو هڪ ٿي وڃن. ٻارن جو پيءُ تماڪو ڇڪيندي ڪو ڪتاب وينو پڙهي، آسمان تي بادل ائين پيا اپرن جيئن گهرجي پويتر ۽ آنندمہ اگن مان واس ڌوپ جي من موهيندڙ سڳنڌ اٿندي هجي! مان اهڙي سمہ ءِ ائين مخسوس ڪندو آهيان ڄڻ مون مٿان ڪنهن آسيس جو هٿڙو گهمايو هجي.

تهذيب، آزادي، انصاف، پُڄ - ۽ دانشورانہ ترقي اهڙا خوشبودارگل آهن جيڪي صرف اڏامندڙ برف جي گالن ۾ پور جهليندا آهن !
مان نٿو ڄاڻان ته ڪو آءُ ان عظيم سچائي ڪي ڄگي پر ڇتي سگهندس جنهن ۾ ڏيڪاريو وڃي ته دنيا جو صرف هڪ ننڍو ڀاڱ آهي جنهن مهان آتمائون پيدا ڪيون آهن. ان جي نسبت جو توهان جو ڌيان ان فرق طرف ڇڪايان جيڪو ميداني - ۽ پهاڙي علائقن اندر نباتاتي واڌ ۾ موجودآهي. ميداني علائقن ۽ ماٿرين ۾ شاھ بلوط ۽ ٻين انيڪ جهنگلي وڻن جون شاخون بودلائي سان طوفانن سان مهاڏو اٽڪائيندي نظر ايندين. ليڪن جيئن مٿيرو پهاڙن طرف رخ رکبو تہ شوڪران، ديار، بيد، جهاوءُ، صنوبر، سرو وغيره جا ديو هيڪل وڻ نظرن ۾ ڪپي ويندا. اجان ڪجهہ اڳتي وڌبو تہ ننڍن ڇامڙي نمہ مڙيل نڙيل وڻن تي نگاھ پوندي جيڪي پهاڙي ڇپن جي ڇرن، ڪڏن کوٻن ۾ اپرن ٿا - پرآجويڪا لاءِ ڪين پاڻيءِ بي خوراڪ تمام گهٽ ملي ٿي انڪري سندن اوسر تي نمايان اثر پوي ٿو. آخر ۾ اجان پهاڙي سلسلو ناهموار ۽ سخت پٿرائون ٿيندو ويندو جتي نباتات بلڪل ختم ٿيو وڃي - ۽ صرف ڪٿي ڪٿي سينوَر ۽

ڪائي ڍڪيل ٽڪرا نظر ايندا. انسان سينواريل علائقن ۾ ٻه گهٽي جتنن بعد شاهه بلوط يا ٻيا وڻ اُٿين اپائي سگهي ٿو جيئن ڪڏهن ڪڏهن ناموافق زمين ۽ آب هوا ۾ مهان آتمائون پيدا ٿينديون آهن! پر وڏي ڪاريه لاءِ مناسب سر زمين ۽ موافق آب هوا تمام ضروري ۽ لازمي آهي!

ڪجهه سال اڳ اسان سانتو دومينگو (Santo Domingo)کي پنهنجي ملڪ سان ملائڻ جون ڳالهيون ڪندا هياسي. مان ان وقت واشنگٽن ۾ موجود هيم ۽ ان تجويز جي خلاف هوس. مون کي ٻڌايو ويو ته اتان جي زمين ۽ آب هوا اهڙي ته پلي هئي جو اتي سڀ ڪجهه پيدا ٿيندو هيو. پر مون چيو، اسان کي اِهوعلائقو نه کپي. آمريڪي شهرين جي اوسر لاءِ اهو نيڪ ملڪ نه هيو. اتان جي آب هوا اسان جي ڪردار ۽ اخلاق تي منفي اثر ڇڏيندي. اگراوهين پنج هزار ڏرمي پرچارڪ، پنج هزار حڪومتي رمزن جا آزمودگار بزرگ، پنج هزار ڪاليجن ۾ پڙهائيندڙ پروفيسر- ۽ پنج هزار بوسٽن واسي جوان پنهنجي گهر وارين سميت سانتوڊومينگو، علائقي ۾ وسايو ته انهن سيني جي ٻي نسل توهان کي اگهاڙن پنن سان، پيرين اگهاڙي خچرن تي سواري ڪندي نظرايندي! هٿ ۾ انگور جي ول مان جوڙيل لغام هوندن - وڏن گهيري دار ٽوپلن مان سندن وار ٻاهراڏامندا نظرايندا - ۽ هر هڪ جي بغل ۾ ويڙهو ڪڪڙ دٻايل هوندو ۽ سيني جو رخ آچر تي منعقد ٿيل ڪڪڙن واري ويڙهه جي ميدان ڏانهن هوندو. ان قسم جي آب هوا جو اثر انسانن مٿان ان ڪان مختلف ڪونه ٿي سگهندو!

بهرحال سائنس آهسته آهسته اهڙو وايو منڊل پيدا ڪري رهي آهي جتي ڏاها ماڻهو پيدا ڪري سگهجن ٿا. اسان اترائين برفاني علائقن ۾ گرم گهرن، اوني ڪپڙن، ڪاڌ خوراڪ ۽ جلائوساز سامان جي مدد سان رهي

سگھون ٿا ۽ اهڙي طرح سان اسان ڏکڻ جي علائقن جي گرمي کان بچاءَ جا طريقا بہ ڳولهي لڌا آهن. جيڪڏهن اسان ٻئي جهان جو فڪر ڇڏي هن جهان ڏي ڌيان ڏيون تہ ممڪن آهي تہ اسان هن ڌرتي کي ذهين باشعور مردن ۽ عورتن سان ڀري ڇڏيون!

منهنجو اهو بہ وشواس آهي تہ انسان ننڍڙن جانورن مان ارتقائي منزلون طئي ڪري اڄوڪي درجي تي پهتو آهي! مان ائين بہ نٿو چوان تہ اها هڪ حقيقت آهي پر منهجي خيال پٽاندڙ اها حقيقت ٿي سگهي ٿي ۽ يقين جي حد تائين درست بہ ٿي سگهي ٿي! پهريون ڀيرو جڏهن ان نظرئي بابت ٻڌم، مونکي بلڪل نہ وڻيو! ان نظرئي سان واقفيت حاصل ڪرڻ بعد اهڙن ماڻهن سان همدردي وڌي ويئي جن کي فخر ڪرڻ لاءِ پنهنجي وڏڙن جي شجري کان سواءِ ڪو سرمايو ڪو نہ هيو. مان سوچيندو هوس تہ ماضي ۾ رهندڙ سادن، ۽ شريف، ماڻهن لاءِ اها نئين دريافت ڪاپاري ڌڪ کان گهٽ ڪين هئي. ذرا ٿڌي دل دماغ سان سوچو تہ سهي، اهي انسان ڪيئن پنهنجو شهر شجرو انڊونيشيا ۾ دريافت ٿيل انسان نما بن مانس "ڊيوڪ اورنگ اوٽنگ" ۽ آفريڪا مان ڳولهيل انسان جهڙي باندري شهزادي "چمپانزي" سان ملائڻ جو ساهس ڌاري سگهندا؟ گهڻي سوچ ويچار بعد مون ان ارتقائي نظرئي کي مڃتا ڏني. ان جو قائل ٿي ويس! مون ابتدائي هڏن ۽ مشڪن جي علم بابت چڱو مطالعو ڪيو آهي. مونکي ڄاڻايو ويو هيو تہ ابتدائي مشڪون هر ماڻهوءَ ۾ ڪنن کان ڳلن تائين ڦهليل هونديون هيون. انهن متعلق منهنجي وڏيڪ آڏي پڇا ڪرڻ تي ٻڌايو ويو هو، اِهي ابتدائي مشڪون جسم اندر موجود سموري عضلاتي يا مشڪي نظام جون باقيات آهن جيڪي استعمال ۾ نہ اچڻ ڪارڻ ننڍڙيون يا ناپيد ٿي ويون. اِهي ابتدائي مشڪون ئي هيون جن

سان، بقول شخصي، اسان جا قديم اوائلي بزرگ پنهنجي ڪنن کي
ڦڙڦڙائي ڪندا هئا ۽ هينئر مونکي ان ڳالهه تي بلڪل اچرج ڪين لڳندو
آهي تہ ماضي ۾ اِهي (ابتدائي) مشڪون اسان جي وجود جو حصو
هونديون هيون ۽ هئينر انهن جي جڳهه بين مشڪن پري ڇڏي آهي!

آءُ پاڻ ان بغير ڪوپڙي واري صرف ڪرنگهي تي مشتمل، اتر آمريڪا
جي جهڪي "لارينتيئن" ڍنڍن ۽ سامونڊي علائقن ۾ اُپجيل نسلن سان
پنهنجو بڻ بنياد ڳنڍيل سمجهان ٿو - اِهي ڪرنگهي جي نازڪ هڏڙن
تي مشتمل جيت جٺيا ۽ ساهہ دار اجايو سجايو هيڏانهن هوڏانهن زمين
تي ليٽڙندا ۽ پاڻيءَ ۾ تڙڳندا رهندا هئا! آخر وقت جي ڏاري تي انهن ۾
واڌ شروع ٿي - اِها واڌ سندن وجود کي اجان اتاهون، متاهون ڪندي
رهي. اِها اوسردرجي بہ درجي لکها ڪروڙها سالن جي ڏگهي عرصي
تائين ڦهليل هئي ۽ جنهن ۾ سموري ساهہ دار دنيا سمايل هئي! ان ۾
اهي ساهہ وارا هئا جيڪي زمين تي ليٽڙيون پائيندا هئا، پاڻيءَ ۾ تڙڳندا
ترندا هئا - يا گهمندا رهندا هئا - آخر ۾ منجهائن اهو هڙهي ۾ سوار
اوائلي وحشي جيو اُپجيو! ان جيو مان نيٺ ٿورڙو شاندار ماڻهو اسريو
جنهن کي ان ڪان گهڻ ذهني اوسر وارن بدعتي چوڻ شروع ڪيو! ان طرح
جنهن بہ ماڻهوءَ ۾ذهني واڌارو آيو ٿي، هُن کي گهڻ حيثيت وارن
"ناستڪ" يا ڪافر سڏڻ شروع ڪرڻ ۾ ڪا دير نہ ٿي ڪيئي! انسان جي
سموري تاريخ انهن واقعن سان پريل آهي جن تحت چاڻ ڏٽين کي هميشہ
بدعتي، سڏيو ويندو رهيو آهي. مان ساڳي بنا ڪوپڙي ڪرنگهي واري
نسل مان اُپجيو آهيان - ۽ وڌندي وڌندي اَن متانهين مهان درجي تي
پهتس جتان نيٺ شيڪسپيئر پيدا ٿيو! شيڪسپيئر اها عظيم هستي
هئي جنهن انساني ذهن کي هڪ ڪٺيا اندر رهندي ڏٺو- پنهنجي خداداد

ڏات جي جادوءَ سان ان کي ڇهيو "اها ڪٿيا سنهري ڪُلس" گنبذ واري محلات ۾ بدلجي ويئي! شيڪسپيئر سموري ڊرامائي ۽ ناٽڪي دنيا اندر اهڙو فڪري انقلاب ۽ تبديلي آندي جنهن سان اڄ ڏينهن سوڏو ڪوئي برميچي ڪونہ سگهيو آهي - ان سر زمين جا سپيئي پانڌيئڙا سندس آڏو ڇامڙن وانگر پاسندا آهن! مانَ ان نسلُ مان آهيان جنهن شروع ۾ بنا ڪوپڙي سان ڪرنگهي واري مخلوق جنمي - آخر ۾ شيڪسپيئر کي وجود ۾ آڻ جو ڪارنامو سرانجام ڏنو. هيءَ اها نسل آهي جنهن سامهون ڊگهو بي اننت مستقبل موجود آهي، جنهن جي مٿان اُفق جي ڏورانهين ۾ ترقي ۽ بهبود جو فرشتو ڇانئرو ڪيون بيٺو آهي - انسانن کيُ اڃان اڳيرو، مٿيرو - هميشہ قدم وڌائڻ لاءِ تلقين ڪندو رهي ٿو! مان پاڻ کي ان نسل سان واڳيل رهڻ کي ترجيح ڏيان ٿو جنهن درجي بہ درجي اپري، هيڏا عظيم ڪارناما سر انجام ڏنا - "اميد" آشا جي جوت کي اُجهامڻ ڪين ڏنو، بنسبت اُن نسل جي جيڪا تڪميل شده جوڙي مان اُسري، جنهن مٿان پرم - آتما اڄ ڏينهن تائين گهٽو وجائيندو رهيو آهي !!

## پڇاڙي

مون توهان اڳيان ايماندارانہ راءِ پيش ڪئي. ڪوڙ انڌ وشواس کان بهتر آهي. دليل ڊپ کان بهتر راهنما آهي. دنيا َتي زندگي جو راڄ هئڻ گهرجي موت جو نہ جيئين سماڌي تخت ناهي تيئن مردو بادشاهہ نٿو ٿي سگهي. ماڻهوءَ کي خاڪ تيُ زندهہ رهڻ جي ڪوشش نہ ڪرڻ گهرجي.

ماضي جي مثل پرچارڪن ڪي اڄ جي جيئري پرچارڪن ڪان وڌيڪ ڄاڻ نہ هئي! ان ڪان وڌيڪ ڪجھہ نہ ٿو چئي سگھجي تہ هن سنسار متعلق ٿورڙي ڄاڻ آهي، پر ٻئي جهان جي تہ ڪابہ ڄاڻ ڪونهي!

اسان جا پيئر دانشورگولا هيا، ۽ هنن جا پيئرنج غلام هئا! اسان ۾ مختلف پنٿ پيدا ڪندڙ لاعلم ۽ ظالم هئا. هر انساني پنٿ مٿان ڇهبڪ جا نشان، زنجير جي ڪٽ سڙي ويل ڪانين جي رک چنبڙيل آهي!

وهم غلامي جي ڪک مان پيدا ٿيوآهي. فڪري آزادي جو انعام سچائي آهي! جڏهن سيني کي سوچڻ جو حق ۽ اظهار جو اختيار هوندو تہ هرذهن جو اپراسو شاندار هوندو، اهڙي سمئي ۾ هيءَ سنسار ڏاهپ جو پندار بڻجي ويندو!

جيستائين مرد ۽ عورت ڪليسا جي خوف ۾ مبتلا هوندا، پادري کان ڊڄندا رهندا، ڪنهن بہ شيءِ جو احترام صرف ان ڪري ڪندا جو آها سندن سمجھہ جي دائري کان مٿيرو هوندي، جيستائين پاڻ ۾ خودي جو احساس ڪونہ پيدا ڪندا، جيستائين ڪليسا جي کوکلي شڪتي قائم رهندي، جيستائين انسان بغير سمجهي پستڪن کي پوڄيندو رهندو اوستائين هيءَ دنيا ذهني ڏيوالي ۽ بيک جو شڪار رهندي، وهم ۽ بدبودار سوچ ۾ جڪڙيل رهندي !

جيستائين عورت ڀويتر پستڪ ۾ کي حقن جو سرچشمو تصور ڪندي رهندي اوستائين هوءَ مرد جي غلام رهندي! اهو هدايت نامو ڪنهن عورت جو لکيل ناهي ان ۾ سنديس سنمان گهٽ ۽ شرمساري جو سامان وڌيڪ آهي! ڪنس مرد جي ملڪيت قرار ڏنو ويو آهي! ڪيس ماءُ بڻجڻ جي ڏوهہ لاءِ معافي جو طلبگار بڻايو ويوآهي! زال کي مڙس کان ايترو

ڪمتر ظاهر ڪيو ويو آهي جيترو مرد کي ڪرسٽ کان! هن کي گفتگو جي اجازت ڪو نہ آهي ڪتاب جي پويترتا ڪارڻ عورت کي پنهنجي آلوده چپن سان ان جا اشلوڪ ورجائڻ منع ڪيا ويا آهن! هن کي شانتي ۾ سکڻ جي تلقين ڪئي وئي آهي!

ان ڪتاب ۾ ڪنهن مهذب گهر جو تذڪرو ڪونہ ٿو ملي. ان ڪتابي آڪاش واڻين ۾ پيار ڪندڙ ماءُ، ان جي آس پاس آسائتن، چاهيندڙ ٻالڪن ۽ محبت سان سرشار سندن پيءُ جو ڪٿي بہ اهڃاڻ ڪين ملي ٿو. لڳي ٿو گهريلو لوڪ شاهي ۽ چلهہ جي گرد جمع ٿيل ڀاتين جي هڪ جهڙائي جي جذبي ڪان اهي پويتر اپديش اڻڄاڻ هئا.

انهن اپديشڪن کي ٻارن جي حقن جي بہ ڪا خبرڪانہ هئي. ان ۾ انڌي شڪتي ڏاڍ ۽ زوراوري جي تلقين ٿيل آهي. ان ۾ انساني حقن کان اڻ ڄاڻائي ملي ٿي. انهن متن ڪارڻ لکين گهر برباد ٿيا ۽ بي شمار معصوم روئندا رهيا.

تاريخ جي ڪنهن بہ دؤر ۾ آزاد فڪر انسانن جي نسل جو اهڃاڻ ڪونہ ملي ٿو. ۽ ڪنهن انساني عقيدي جي باري ۾ لکڻ جو اڃان مناسب وقت نہ آيو آهي. صبر ڪريو تہ جڏهن زنجيرون ٽٽن ۽ اونڌاهن گهٽائن کي مندر تصورنہ ڪيو وڃي. انتظار ڪريو ان وقت جو جڏهن ڌرم _ وڏي ڪي ڏاهپ نہ سمجهيو ويندو، جڏهن ذهني ڪانئرتا فضيلت قرار نہ ڏني ويندي، جڏهن زندهہ انسانن کي مردن جو مٽ نہ سمجهيو ويندو، جڏهن ٻارن جو پينگهو "ڪفن" جي برابر قرار نہ ڏنو ويندو، ان ڏينهن جو انتظار ڪريو جڏهن انسان بنا ڪنهن رڪاوٽ پنهنجي ضمير ۽ علم جي پالوت

ڪندو - چاهي ٻين جو وشواس ان جي برعڪس هجي! ان ڏينهن جو انتظار ڪريو جڏهن اُستاد کي پرچارڪ تي ترجيح حاصل هوندي، جيستائين انڌ وشواسي ۽ پوئلڳ کوجنا جا ڪانڪي نہ بڻجن! ان ڏينهن جو اوسيئڙو ڪيو جڏهن دنيا نئين انساني چارٽر يا عقيدي کي قبول ڪرڻ لاءِ مڪمل طور آزادي سان همڪنار نہ بڻجي!

ان نئين انساني عقيدي ۾ صرف هڪ لفظ سمايل هوندو "آزادي!"

اي آزادي جي ديوي، هاڻي دور اُفق جي گهرائين ۾ ترڻ کان باز اچ — اتساهي جيوَ. شاعر ۽ انسان دوست جي سپنن مان ٻاهر نڪري حقيقت جو روپ ڌار انسان جون نيون نسلون اُتاولائي سان، تنهنجي آجيان لاءِ منتظر آهن!

مون کي سُڌ ڪونهي تہ ڪهڙيون ايجادون، کوجنائون ۽ نظريا، مستقبل ۾، انساني ورثي جو حصو بڻبا. مون کي اِها بہ ڄاڻ ڪونهي تہ ايندڙ ورهيہ انساني مهانتا جو ڪهڙي قسم جو لباس اُٽيندا! مان ان سپني جو تصور ڪرڻ کانٰ بہ قاصر آهيان تہ فڪر جيٰ ميدان ۾ انسان ڪهڙيون فتوحات حاصل ڪندو؟ پر مان وشواس سان چئي سگهان ٿو تہ مستقبل جي بي انت مها ساگر مان هن بي ڪنار ۽ بي حساب وقت جي پلئہ هڪ نهايت قيمتي ۽ بي بها تحفو پوندو، جنهنجي حيثيت دعا ۽ آسيس کان گهٽ نہ هوندي! اِهو هوندو: مرد، عورت ۽ ٻار جي آزادي!

## 6. شيطان

### (I) ياڳ ڀھريون

### جيڪڏهن شيطان مري وڃي، ڇا خدا بيو پيدا ڪندو؟

ڪجهہ وقت اڳ مون جنھن موضوع تي ليڪچر ڏنو ان جو مکيہ ڪردار شيطان هو ٻين ڳالهين کان سواءِ مون چيو تہ عيسائيت جي دنيا شيطان جي وجود کان انڪاري نہ ٿي ٿي سگهي. شيطان دراصل لچائي جي مکيہ علامت آهي هن کي بي وجود ڪرڻ ساري جوڙجڪ کي برباد ڪرڻ هو.

ڪيترن پادرين ان بيان تي نڪتہ چيني ڪئي، انھن پادرين مان ڪجهہ هن جي پر وقار وجود ۾ اعتماد جو واضع طور اعتراف ڪيو، گهڻن پنھنجي راءِ محفوظ رکي ٻين مطابق شيطان جسماني وجود ڪونهي بدي جي علامت ۽ ڪردار آهي ان سبب مذهبي صحيفن مان بہ اهڙي معنيٰ اخذ ڪرڻ جا اشارا ملن ٿا.

جڏهن مون اهي سمجهاڻيون ۽ جواب پڙهيا منهنجي ذهن ۾ (Heine) مان هڪ سٽ ايري آئي. ”يسوع گڏهہ تي سواري ڪئي، پر هاڻ گڏهہ هن تي سواري ڪن ٿا“. هاڻي ڪجهہ سوال اٿن ٿا، ڀھريون واقعي شيطان حقيقت ۾ وجـــود رکـــي ٿـــو، بيـــو تـــہ پويتـــر صحيفـــن ۾ موجـــود لکٽيون شيطان ۽ بدروحن جي وجود کي مڃتا ڏين ٿيون ؟ ۽ ٿيون واقعي شيطانن ۾ ويساهہ عيسائي ڪٽرپڻي جو لازمي حصو آهي؟

شيطان جي وجود جو نظريو يا خيال پهرين آيو ڪٿان؟ اهو خيال ڪيئن اتپن ٿيو ؟ پوءِ هڪ وڏو ڪلاڪار سنگ تراش ۽ چترڪار آهي. سمورا قبيلا قومون قدرتي آفتن جو شڪار ٿيندا رهيا آهن. وڄ، زهريلي ٻوٽن، آتش فشان پهاڙن ۽ زلزلن وغيره جي وگهي تباه ٿيندا ۽ انهن جو نذرانو ڀٽبا رهيا! انهن سڀني جو شيطان بادشاهه جي گهڻ پاسائين وجود ۽ شڪتي ۾ پڪو وشواس پئي رهيو آهي ان جي ماتحتي ۾ اڪيچار ننڍا شيطان پڻ موجود رهيا آهن! اهي سڀئي (شيطان)اوائل کان انسان جا دشمن ليکيا وڃن ٿا!

پراچيـن سمئـ (Asuras) "اسـورا" ۽ دئيـت شـڪـتيوان بدآتمـائون ۽ وجـود گنگانديءَ جي ڪناري گهمنـدا هئـا. انهـن جـو مـصرف ۽ عمـل (Devas) ديوتـائن جي خـلاف جنـگ جوٽـڻ هـو. ساڳئي وقـت تـي انسـان ذات جـي خلاف بہ! انهن جڳهن تي راڪاس (Jakshas) ٻيا انيڪ دئيت پڻ موجود هيا. جيڪي ماڻهو کي ماري ڳڙڪائي ڇڏيندا هيا.

پارسين ان ڪلئي کي بدلائي ڇڏيو هنن لاءِ "اسورا" چڱا ۽ ديوتا برا هيا. (Ormuzd) "آرمزد" چڱائي وارو - خدا (Ahriman) "آهرمن" بديءَ جو خالق - شيطان هئا. رحمان ۽ شيطان جي وچ ۾ سدا جنگ جاري هئي. ڪجهہ پارسين مطابق آخرڪار بدي سوپاري ٿيندي پر اڪثريت جي بقول چڱائيءَ جي فتح ٿيندي.

مصر ۾ (Set) سيٺ شيطان هو جنهن کي عام طرح (Typhon) ٽائيفون چيو ويندو هو ۽ رحماني خدا (Osiris) اوسرس هو. سيٺ ۽ سندس لشڪر اوسرس ۽ انسان ذات جي خلاف وڙهندو هو. يونانين وٽ (Titan) ٽائيٽن خدا جا ويري

هيا (Ate) هرڪائڻ واري ديوي هئي، جيڪا ايڏي شڪتيوان هئي جو هڪ ڀيرو هن خدائن جي خدا (Zeus) کي بہ موهي گمراهہ ڪري ڇڏيو.
رحمان ۽ شيطان جي باري ۾ رايا اڪثر بدلبا رهيا آهن. سقراط جي ڏينهن ۾ دئيت شيطان ڪين هو، پر ڪيس حفاظت ڪرڻ وارو فرشتو تصور ڪيو ويندو هو.

اسان کي شيطان جي وجود جو تصور يهودين کان مليو آهي ۽ انهن کي بابل - واسين طرفان مليو. يهودين وٽ جن ۽ ديون جي مڪمل ڄاڻ سائنس وانگيان آهي، هڪ وقت اهڙو هيو جو اهو مڃيو ويندو هو تہ نون قسمن جا جن هوندا هيا. بيلزيبب (Beelzebub) نالي جن کي، بين قومن جي جڙتو خدائن جو شهزادو، (Pythian Apollo) ڪوڙن جو شهزادو (Belial)شرانگيزن جو شهزادو، (Asmodeus) آسموڊيئس بدلي وٺڻ وارن شيطانن جو شهزادو، (Satan) شيطانن ڏائڻن ۽ جادوگرن جو شهزادو، (Meresin) ميرسن هوائي شيطانن جو شهزادو، جيڪو برساتي طوفان ۽ آفتون نازل ڪندو هو. (Abaddon) جيڪو هل حشر آتش ۽ دئيت (Diabolus) نراسائي طرف وٺي ويندو هو ۽ (Mammon) کي فريب لوڀ جي شڪتي جو شهزادو باور ڪيو ويندو هو.

ديو ۽ جادوگر اڪثر گڏجي ويهندا هيا ۽ ان حالت کي (Sabbats) چيو ويندو هو. اهو پڻ خيال عام هو تہ ڏائڻين ۽ جادوگرن جي جسمن تي شيطان طرفان چٽيل نشان هوندا هئا.
لاشڪ اهي شيطان ماڻهن جي ذهنن جي پيداوار هيا ۽ انهن شيطانن ۾ اسان کي ناهڻ وارن جا تعصب ملن ٿا. يورپ وارا پنهنجي شيطانن کي "ڪارو" ۽ آفريڪا وارا" اڇو" سمجهندا آهن!

اهو پڻ سمجهيو ويندو هو تہ ماڻهو شيطاني سهائتا سان منشا مطابق شڪل اختيار ڪري سگهن ٿا. ڏائڻيون ۽ پوپا بگهڙ، ڪتي، ٻلي ۽ نانگ جو روپ بدلائي سگهندا هيا. حيوان روپي بلائُون عام هيون.

1600-1598واري ٻن سالن جي قليل مدت ۾ فرانس جي هڪ ضلعي جورا(Jura) ۾ ڇهن سون کان وڌيڪ مردن ۽ عورتن کي پاڻ کي بگهڙن جي روپ ۾ بدلائڻ جي ڏوهہ هيٺ موت جي سزا ڏني ويئي هئي. هي رڳو هڪ مثال آهي. اهڙا هزارين مثال آهن!

شيطان ۾ اهڙي قسم جي ويساهہ جي تفصيلي تاريخ لکڻ جو وقت ناهي. ان عمل کي عالمگيريت حاصل رهي آهي. نتيجا سوچ کان وڌيڪ ڀيانڪ رهيا آهن. لکين، ڪروڙين مرد، عورتون ۽ ٻار، مائر، پيئر ان چريائيءَ ۽ اڻڄاڻائيءَ واري ويساهہ جي قربان گاهہ جو ٻڪَ ٿي چڪا آهن اڄ جا عيسائي بلا شڪ هندن، مصرين، پارسين يا بابل واسين جي شيطانن جي وجود کي نٿا مڃن. هنن جي راءِ ۾ انهن قديم قومن پنهنجا شيطان بلڪل ان ريت پيدا ڪيا جهڙي ريت پنهنجا خدا بڻايا. پر اڄ جا عيسائي ان حقيقت کي مڃين ٿا تہ سوين ورهين کان عيسائي مت جا پيروڪار اڻ ڳڻت شيطانن جي وجود ۾ ويساهہ رکندا آيا آهن. گرجا گهرن جي پروهتن جو شيطان ۽ انجي امت ۾ ايترو پختو يقين رهيو آهي جيترو خدا ۽ ان جي فرشتن ۾. هنن کي دوزخ جي وجود ۾ ايترو ئي يقين هيو جيترو جنت جي باري ۾.

مان مڃان ٿو تہ ماڻهن جيڪي ڪجهہ ڏنو يا انهن سنو ان جو تفصيل پنهنجي پوري صلاحيت سان ڏنو. مان مڃان ٿو تہ شيطان ۽ خدا قدرتي طور تي پيدا ٿيا. انسان جي ذهن تي فطري اثر ڪارڻ قدرتي علامتن

اسان جي وڏن کي نہ صرف حيرت ۾ وجهي ڇڏيو، پر خوفزده پڻ ڪيو. معجزي ۽ ڪرامت ۾ نہ صرف سندن ويساهہ وڌيو، پر هر وقت انهن مان اميد بہ هئن؟

رات جي وقت جهنگ مان لنگهندي چنڊ جي چمڪي کي بہ هر بئي شيءِ جيان، بي يقيني ۽ شڪ واري حالت ۾، هڪ دئيت سمجهي ٿو. ٻانهن مٿي ڪڇي وجيس ٿي تہ رت خشڪ ٿيو وجيس، وار اڀا ٿي وڃن ٿا. اونڌهہ ۾ هن کي راڪاس جي اکين مان الا نڪرڻ جو عڪس نظر اچي ٿو. هن کي لڳي ٿو تہ ڪا شيءِ هن جي ويجهو ايندي رهي ٿي. هو خوف ۾ پوئيان پير ڪري ڀڄي ٿو. ڀِتي وري ڏسڻ کان بہ ڊڄي ٿو. ساهہ منجهائي ڪنبندو اچي گهر جي در تي ڦان ٿي ڪري پوي ٿو. هوش اچڻ تي ٻارن کي ماجرا ٻڌائي ٿو جن کي ان مايا ۾ اڳ ئي وشواس آهي. جڏهن هو وڏا ٿي مرد يا عورت بڻجن ٿا تہ پيءُ جي شيطان کي ڏسڻ واري ڳالهہ پنهنجي ٻارن کي ٻڌائين ٿا. ان ريت ٻار وري پنهن جي اولاد کي اها ڳالهہ ورجائيندا رهن ٿا، سيني نسلن جو ان تي ويساهہ ڄمي وڃي ٿو ۽ ان کي سچو بہ سمجهن ٿا! هنن سيني جي پيئرن ۽ ڏاڏن ڇڻڪ دراصل شيطان کي خود ڏٺو هو!!

ڪراڙي عورت رات جو ٻاهہ جي ويجهو ويٺي وڦلي ٿي، بغير ڪنهن طوفان جي، هوا جا گهوگهٽ ٻڌي ٿي، کيس لڳي ٿو تہ ڪو ئي ڳالهائي رهيو آهي. جنهن مان هو ڪجهہ نياپو سمجهي ٿي يا اڻ ڄاتل دنيا مان آيل تنبيهہ سمجهي ٿي. جيڪڏهن لفظ ۽ معنيٰ خوش ڪندڙ آهن تہ هو فرشتي سان منسوب ڪري ٿي، جي ڊيڄاريندڙ ۽ ڏمڪائڻ وارو مطلب آهي تہ هو ان کي شيطاني آواز قرار ڏئي ٿي. هو پنهنجي ٻارن کي انکان آگاهہ ڪري ٿي ۽ هو ويساهہ آڻين ٿا. هنن مطابق ماءُ جو مذهب انهن لاءِ

پلو آهي. ”مورچا“ روڳ ۾ مبتلا هڪ ڇوڪري جيڪڏهن بيهوش ٿي ڪري پوي ٿي ته چيو وڃي ٿو، هن متان شيطاني قوتن جي ڇايا آهي. پادري اچي هن جي پيلي ڇهري تي پاڪ پاڻي ڇڙڪائي چوي ٿو، ”هن تي شيطان جو واسو هيو.“ هڪ ٻيو شخص ڇرڪائيندڙ رڙ ڪري زمين تي ڪري پوي ٿو وات مان جهڳ، جسم مان خون،، سندس اڪڙيل بدن ڏسي راهگير چون ٿا، ”هيءَ شيطان جي ڪارستاني آهي !“

هر دوُر ۾ ماڻهن خوابن ۽ خوفائتي خيالن کي سچ سمجهيو آهي. ڇرين لاءِ هو چوندا هيا آڪاش واڻي نازل ٿي هين، مرگهي ۾ مبتلا ماڻهن لاءِ شيطان جي قبضي جو ڪارڻ چوندا هئا. جهولي لڳڻ واري کي بدروحن جو اثر ٻڌائيندا هئا. ڪيترين صدين کان ماڻهن جو اهو خيال هو ته هنن رات جو حقيقت ۾ پوتڻيون ڏٺيون هيون ۽ اهو ويساهه ايترو ته پختو ٿيو جو انهن جون تصويرون ۽ چتر پڻ چٽيا ويا. هنن کي خبر هئي ته اهي ڏسڻ ۾ ڪيئن لڳنديون هيون. پختي ويساهه جي اثر هيٺ انهن سندن ڳرن ۽ سنگن جا نقش پڻ اڪريا !!

هاڻ مان مڃان ٿو ته هي سڀ رايا ويساهه جي نتيجي ۾ وجود ۾ آيا هئا. ماڻهن جو عقيدو هو ته هنن جو اباڻو مقام دوزخ هيو. شيطان هڪ بادشاهه هو. هو ۽ هن جا جنڙا انسان جي اولاد خلاف جنگ ۾ جٽيل هيا. عجيب ڳالهه آهي جو انهن مان ڪي شيطان ديوتائن جي بگڙيل روپ مان بڻيل هيا ۽ ڪي وري ٻين قومن جي ديوتائن جي شبيهن مان جوڙيا ويا هيا، ان حد تائين جو ڪيترن جا ”خدا“ ٻين جا شيطان هيا!

فطرت ۾ مخالف قوتون آهن. ڪي قوتون انسان کي تڪليف ۽ مصيبت ۾ مبتلا ڪرڻ لاءِ موجود هونديون آهن - ۽ ڪي سندس پلي لاءِ ڪارفرما

رهن ٿيون. انهن قوتن لاءِ ان سوچ ۾ اسان جي وڏن جي سمجهہ، مرضي، منشا جو عمل دخل آهي. ان ڳالهہ مڃڻ لاءِ هو تيار نہ هيا تہ چڱي ۽ بري قوت ساڳئي ئي جڙ مان وجود وٺي ٿي. ان ڪري هنن چڱائي پنيان خدا ۽ مندائيءَ پنيان شيطان ڄاتو.

(II) ياڳ ٻيون
عيسائيت جو آئينو شيطان آهي!

جنهن ڪي عيسائي مت ڇيو وڃي ٿو ان ڌرم ڪي شيطان جي ڪارستانين ڪارڻ آندل بربادي ۽ ٻوڙيل ٻيڙي جي مرمت جي ڪاريہ لاءِ خدا خود وجود بخشيو آهي.

اگر شيطان کي ڇوٽڪاري جي رٿا، ڪفاري، ازلي ۽ ابدي اذيت واري عقيدي مان خارج ڪيو وڃي تہ سموري جوڙ جڪ اچي پٽ پوندي! شيطان ئي ان اڏاوت جي پيڙهہ جو پٿر آهي. هن طرفان ڦٽيلن تي مرهم رکڻ لاءِ عيسيٰ وجود ورتو. دراصل هن انسان ذات کي بگاڙيو!

هاڻ سوال پيدا ٿو ٿئي تہ ڇا پراڻو عهد نامو شيطانن جي وجود جي باري ۾ نہ ٿو ٻڌائي؟ پراڻو عهد نامو اگر ڪجهہ ٻڌائي ٿو تہ اهو شيطان جي وجود جي باري ۾ ٻڌائي ٿو. شيطان ابليس، واسينگ، جيڪي خدا ۽ انسان جا دشمن آهن، مرد ۽ عورت کي هرڪائڻ وارا !

مقدس لکڻين ۾ اعتقاد رکڻ وارا مڃين ٿا تہ شيطان کي پيدا ڪرڻ وارو خدا هيو ۽ خدا کي شيطان جي سموري ڄاڻ هئي تہ هو ڇا ڪندو. هنجي

ڪاميابي جي اڳ ئي خبر هيس، ڪيس چاڻ هئي تہ ھو ان جو زوردار مد مخالف ٿيندو. چاڻ هئس تہ ھو انسان ۽ ان جي نسل کي برغلائيندو. ڪيس ڄاڻ هئي تہ شيطان سبب ان ڳڻت انسان دائمي پيڙا ۽ عذاب ۾ مبتلا رهندا ۽ خدا کي شيطان جي پيدا ڪرڻ وقت خبر هئي تہ هن کي مجبور ٿي پنهجو دائمي تخت ڇڏي فلسطين ۾ جنم وٺڻو پوندو ۽ پيڙائتو موت مرڻو پوندو. اها سڀ ڄاڻ هن کي شيطان جي پيدا ڪرڻ وقت هئي. هن شيطان کي ڇو پيدا ڪيو؟

ان ڳالھ جو جواب اهو نہ آهي تہ ھو روشني جو فرشتو هيو ۽ مرضي سان پنهنجي مرتبي کان هيٺ آيو هو. خدا کي خبر هئي تہ هن کي آزادي ملندي تہ ھو ڇا ڪندو. حقيقت ۾ ان ارادي سان پيدا ڪيو ويو تہ ھو بغاوت ڪري تہ ڪيس هيٺ ڪيرائي شيطان بڻائجي. ھو انسان ذات جي اوائلي پيءُ ماءُ (آدم ۽ حوا) کي برغلائيندو ۽ بگاڙيندو . ھو دوزخ بڻائيندو ان جي نتيجي ۾ بيشمار آدم ذات دائمي ايذاءُ سهندا. هن هن کي پيدا ڪيو؟

مجون ٿا خدا اپار سياڻپ جو ڀنڊار آهي. هن کي شيطان پيدا ڪرڻ جي حرفت جو ڪو بهانو درڪار هيو ڇا؟

ڇا پراڻو عهد نامو شيطان ۽ سندس شيطانيت جي وجود جي هجڻ جي باري ۾ ٻڌائي ٿو؟ يقيني طور اهو خدا ۽ انسان جي ازلي دشمن شيطان، مايا ڄار ڦهلائيندڙ واسينگ (Serpent) جي فريب ۽ نڳين سان ڀرپور ڪارنامن تي چٽي روشني وجهي ٿو.

هن جي موجودگي جو پهريون احوال ڪتابِ پيدائش (Genesis) ۾ ملي ٿو ۽ ان احوال ۾ هن کي واسينگ ڇيو ويو آهي. هن کي جهنگل جي ٻين سڀني جانورن کان ڳجهڙو حرفتي قرار ڏنو ويو آهي. ان احوال موجب هن ڳجهڙي ٻيبي حوا (انسان ذات جي پهرين جنم داتا عورت) سان ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي. اسان کي اهو نه ٻڌايو ويو آهي ته انهن جي گفتگو ڪهڙي زبان ۾ ٿي، يا اهي هڪ ٻئي کي ڪيئن سمجهي سگهيا. اهي ٻئي پهرون دفعو مليا هيا. حوا کي ٻولي جو علم ڪٿان مليو؟ واسينگ کي زبان ڪيئن ملي؟ اهي اڻگا سوال سهي پر فطري آهن.

ان گفتگوءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو حوا منع ٿيل ڦل ڪاڌو ۽ آدم کي کائڻ لاءِ آماده ڪيو. ان عمل کي " نيڪالي " ڇيو وڃي ٿو ۽ ان ڪارڻ ڪين باغ عدن کان ٻاهر ڌڪيون ويو .

ان ڪري خدا "زمين" تي ڏمريو ۽ ڪيس ڪندن. ڪانڊيرن وغيره سان سٽي ڇڏيائين ! مرد کان ڪشالا ڪيرايائين. عورت کي غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيائين - ڪيس پيدائش جي عمل دوران اڻ سهنڊڙ پيڙا ۾ مبتلا ڪيائين. سوال اٿي ٿو ته نيڪ مرد ۽ عورتون اهڙي "يهووا" کي ڪيئن چاهينديون؟ اِها ڳالهه منهنجي سمجهه کان گهڻو مٿيري آهي !

ان کان علاوه ٻين عذابن کان سواءِ واسينگ کي ڏوهي نهرائي پيٽ تي هلڻ ۽ مٽي کائڻ لاءِ ڇيو ويو. اسان کي ڄاڻ ڪونهي ته ان کان اڳ ۾ هو ڪهڙي وسيلي هڪ جڳهه کان ٻئي جڳهه زمين تي هلي ڪري پهچندو هو يا اڏامندو ويندو هو. اسان کي اها به خبر ناهي ته هو ڇا کائيندو هو. ايتري ڄاڻ آهي ته هو پيٽ پر رڙهي هلندو هو ۽ مٽي کائيندو هو. "يهووا"

اهڙي زندگاني سندس مقدر بڻائي ڇڏي. هينئر واسينگ جو وجود آهي يا نه - مان ان جي باري ۾ ڪجهه ڪين ٿو ڄاڻان.

مان ائين نه چوندس ته اها من گهڙت ڳالهه هڪ بيت آهي، ڇو جو اها تمام اهم ڳالهه ٿيندي. ڇو جو دراصل اگر شيطان جو وجود نه هيو ته پوءِ اسان ڪيئن ٿا چئون ته آدم ۽ حوا جو وجود هيو. ڇا خدا جي باري ۾ جيڪي ڪجهه چيو ويو آهي سو قصو ، بيت يا ڏند ڪٿا آهي؟ ڇا هي سمورو "احوال" محض ڪو سپنو آهي؟

نه اهو چوڻ سان ڳالهه بڻبي ته شيطان، "سپ"، برائي جي علامت هو. ڇا برائي جي علامت ڳالهائي سگهي ٿي؟ جيڪڏهن اسان چئون ٿا ته شيطان برائي جو اهڃاڻ آهي ته ساڳئي وقت تي اسان اهو چوڻ تي مجبور نه آهيون ته "يهوا" چڱائي جو روپ آهي؟ باغ عدن هڪ جڳهه جو خيالي وجود آهي ۽ ساري ڪهاڻي هڪ ڪوڙو خيال آهي، جيڪڏهن اصل ۾ هيو ئي نه ؟ ته سگهي ٿو آدم ۽ حوا جنت مان ڪڍيا ڪين ويا هجن، هنن کي - خيالي طور - جلاوطني جو نمونو بڻايو ويو هجي؟ ٿي سگهي ٿو جنت جي دروازي تي الا ڪيندڙ تلوارن سان بيٺل دربان روپ - ذاري هجن!

بچاءُ جو ڪو ڏڳ نظر نٿو اچي - اگر پراڻي عهد نامي کي حقيقي سمجهجي ته شيطان جي وجود کي مڃڻو پوندو. اگر هن جي وجود کان منڪر ٿبو، ته پوءِ "يهوا" جي وجود کان به انڪاري ٿيڻو پوندو!

شيطان،اڳ ڪتين ۽ بدروحن جا گهٽائي حوالا ڏنل آهن جنهنجي وچور بيان ڪرڻ جو موزن وٺ وقت نه آهي پر (Book of Job) موجب شيطان

خدا سان گفتگو ڪري ٿو. هي اهو ئي، شيطان آهي جيڪو سڌي سنئين ماڻهوءَ لاءِ مصيبتون ۽ مشڪلاتون پيدا ڪري ٿو. هي اهو ئي شيطان آهي جيڪو طوفان برپا ڪري انسان جي اولاد جا گهر ڊاهي ٿو. شيطان کي "ڪتاب" مان ڪڍجي تہ سموري معنيٰ مقصد ختم ٿيو وڃي.

ڇا اهو چئي سگهجي ٿو تہ (Job) ۾ شيطان کي رڳو بدي جي علامت طور پيش ڪيو ويو آهي ؟

تواريخي لکڻين ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ شيطان (David) دائود کي اسرائيل کي ناس ڪرڻ جي ترغيب ڏني. دائود جي، شيطان ذريعي ڪرايل ان عمل تي خدا نہ شيطان تي ڪو ڏنڊ وڌو نہ ئي دائود کي سزا ڏني، پر ان جي نتيجي ۾ 70000 ابوجهہ يهودين کي ختم ڪيو ويو، جن جو ڪو ڏوهہ نہ هيو! سواءِ ان جي جو هو اٿي ويهي شمار ۾ شريڪ ٿيڻ چاهين پيا.

ڇا شيطان، جنهن دائود کي برغلايو، سو برائيءَ جو سروپ هو يا "يهووا" ان شيطانيت جو روپ هو؟ زبور ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ جوشووا (Joshua) خدا جي فرشتي اڳيان اچي بيٺو ۽ هن جي ساڄي پاسي بيٺل شيطان جوشووا کي ايئن ڪرڻ کان روڪيو. شيطان جي ان حرڪت تي خدا ڪيس ڇينڀيو.

جيڪڏهن لفظن کي ڪو مطلب آهي تہ پراڻو عهدنامو شيطان جي وجود جي باري ۾ ٻڌائي ٿو.
ڏائڻيون ۽ بدروحن جا سمورا احوال شيطان ۾ ويساهہ آڻڻ جو نتيجو آهن. جڏهن ڪو پختو وشواس رکندڙ يهودي من اندر پنهنجي دشمن کان

بدلي جي پاونا رکي "يهوا" کان منو ڪامنا پوري ڪرڻ لاءِ سجده ريز ٿي دعا گهرندو هو تہ اهڙا هينئن هوندي هئي، "شال شيطان منهنجو مددگار ٿئي!"

(III) پاڳ ٽيون

شيطان جي وجود بنا عيسائيت جو سمورو مانداڻ ڍهي پٽ پوندو!

هيو سوال اڀري ٿو ڇا نئون عهد نامو شيطان جي باري ۾ ٻڌائي ٿو؟ درحقيقت نئون عهد نامو پراڻي کان وڌيڪ چٽي سمجهاڻي ڏئي ٿو. يهودين جو مڃڻ تہ "يهوا" خدا هيو. شيطان لاءِ ڪجهہ گهٽ ئي بچيو! ڇو جو يهوا ئي ظالم، قهاري ۽ ان جي جڳهہ وٺڻ لاءِ ڪافي هيو !!

شيطان جو پهريون حوالو نئين عهدنامي ۾ (Mathew) جي چوٿين بابت ۾ ملي ٿو. اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ يسوع کي بدروح بيابان وٺي وڃي شيطان جي حمايت لاءِ برغلايو. لڳي ٿو تہ هن کي بيابان ۾ برغلائڻ وارو شيطان نہ هيو پر بدروح. ان مان لڳي ٿو تہ بدروح ۽ شيطان گڏجي ان قسم جي سازش ۾ شريڪ هيا.

جهنگ (بيابان) ۾ يسوع چاليهن ڏينهن تائين بک ڪڍي ۽ شيطان کيس پٿرن کي ماني ۾ بدلائڻ جو آديش ڏنو! شيطان هن کي يروشلم ۾ وٺي ويو ۽ مندر جي ٻاهر دروازي تي ڇڏيو ۽ کيس اتاهين تان زمين تي ٽپو ڏيڻ لاءِ آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. شيطان هن کي پهاڙ جي چوٽي تي بہ وٺي ويو ۽ هن کي دنيا جون سموريون حڪومتون ۽ سندر نظارا ڏيکاريا ۽ کيس سندس عبادت جي عيوض انهن سيني جي آڇ

ڪيائين يسوع انهن ڪان انڪاري ٿيو. شيطان مايوس ٿي هليو ويو ۽ فرشتن اچي يسوع جي خدمتگاري ڪئي !

هاڻ سوال اهو آهي تہ ڇا هن تفصيل جي ليکڪ جو شيطان جي وجود ۾ ويساھ هيو يا هن شيطان کي برائيءَ جو روپ مڃيو ۽ ڇا هن جو اهو ارادو هيو تہ هن احوال کي تمثيل سمجهيو وڃي يا هڪ نظم يا ڏند ڪٿا؟

ڇا يسوع ترغيب جي چڪر ۾ آيو؟ جيڪڏهن هو برغلائجي ويو تہ هن کي برغلائڻ وارو ڪير هو؟ ڇا هن کي ڪنهن دنيا جون بادشاهتون پيش ڪيون؟ ڇا ليکڪ پڙهڻ واري کي اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ يسوع شيطان هٿان برغلائجي ويو.

جيڪڏهن يسوع کي شيطان نہ برغلائي ها تہ اها ترغيب ازخود سندس من ۾ پيدا ٿئي ها. اگر ان نڪتي ۾ سچائي آهي تہ ان صورت ۾ بہ ڇا هو ديوتا سروپ هيو؟ مندر اندر ڇوڙن ۽ نانگن نما ڏتارڻ وارين شڪتين جي ڏاڪي ڄمائڻ جي حالت ۾ ڪيس خدا جو پٽ چوڻ صحيح هيو؟ ان صورت حال ۾ ڪيس پوترتا جي علامت چوڻ درست هيو؟ جيڪڏهن هن جي سيني تي ڇوڙون ۽ نانگ وڪوڙيا ويا تہ ڇا هو خدا جو پٽ هيو؟ ڇا هو پاڪ هيو؟

ساڳئي باب ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ يسوع "انهن کي شفا بخشي جن اندر شيطان جو واسو هيو ، جيڪي چريا هيا ۽ جن کي اڌرنگ هيو." ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ جن تي روحن جو ضابطو هيو، جيڪي ذهني

مريض هيا ۽ جيڪي جسماني روڳن ۾ مبتلاهيا سي واضح طور تي هڪ ٻئي کان مختلف هيا.

انين باب ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ گهڻائي ماڻهو يسوع وٽ آندا ويا جن ۾ روحن جو واسو هيو ۽ هنن کي هن اسم ذريعي ٻاهر ڪڍيو. هاڻ ڇا اسان چئي سگهون ٿا تہ انهن ماڻهن تي برن اثرن جو ضابطو هيو ۽ انهن برن اثرن کي ضائل ڪيو ويندو هو؟ ڇا انهن جي هستي هئي؟ ڇا انهن کي شڪل شبيھہ آهي؟ ڇا اهي جڳهہ والارين ٿا؟

بعد ۾ ٻن ماڻهن جو قصو بيان ڪيو وڃي ٿو، جن تي پڻ روحن جو قبضو هيو ۽ جيڪي قبر مان نڪري آيا ۽ ڏاڍا خون خوار هيا. چيو وڃي ٿو تہ جڏهن هنن يسوع کي ڏٺو تہ رڙ ڪري چيو " اسان کي توهان ڪو ڇيهو نٿا رسائي سگهو. اي يسوع، خدا جا پٽ؟ ڇا توهان اسان کي بي وقتائتو عذاب ڏيڻ آيا آهيو؟"

جيڪڏهن اهي رڳو برائي جا روپ هيا تہ انهن کي اها خبر ڪيئن پئي تہ يسوع خدا جو پٽ هيو ۽ برائي جي روپ کي پيڙا ڪيئن ڏئي سگهجي ٿي؟

چيو وڃي ٿو تہ ساڳئي وقت ڪجهہ مفاصلي تي سوئرن جو ڌڻ چري رهيو هيو، تنهن مهل شيطانن جي ٽولي يسوع کي ٻاڏائيندي چيو، " جيڪڏهن تنهنجي من ۾ اسان لاءِ ايڏو ڏڪار آهي تہ پوءِ ڇڏ تہ اسين انهن سوئرن ۾ واسو ڪري عذاب سهون. " اهو ٻڌندي يسوع فرمايو، " ڀل وڃون. "

ڇا اهو ممڪن آهي تہ بدروح سوئر جي جسم ۾ گهڙڻ چاهيندا ۽ ڇا اهو ممڪن آهي تہ انهن کي ايئن ڪرڻ لاءِ يسوع جي اجازت وٺڻ ضروري هيو؟ فطري طور تي سوال اٿي ٿو تہ اهي انسانجي جسم ۾ ڪيئن داخل ٿين ٿا؟ ڇا اهي يسوع جي مرضيءَ بنا ايئن ڪن ٿا ۽ ڇا اها حقيقت آهي تہ يسوع سوئرن جو خيال ڪري ٿو ۽ انسان ذات کي نظر انداز ڪري ٿو ۽ ڇا پاڇن کي خواهشون ٿي سگهن ٿيون؟

ميٿئو (Mathew) جي نائين باب ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ هڪ گونگي شخص کي يسوع وٽ آندو ويو جنهن تي شيطان جو غلبو هو. يسوع شيطان کي پڇائي ڪڍيو ۽ هو شخص ڳالهائڻ لڳو.
ڇا روح جي ڇايا ڪڏهن ڪنهن شخص کي ڳالهائڻ کان روڪيو آهي؟ ڇا ان ڪنهن طرح سان هن جي ڳالهائڻ جي حواس کي مفلوج ڪري ڇڏيو؟ ڇا ايئن رڳو تڏهن ٿي ٿي سگهيو ٿي جو برائي جي ڇايا هجي؟

ڏهين باب ۾ يسوع پنهنجي ٻارهن پوئلڳن کي بدروحن کي پڇائڻ جي شڪتي بخشي ٿو. بد روح آخر هيا ڇا؟ ڇا حقيقت ۾ انهن جو وجود هيو؟ ڇا اهي پاڇا، روپ، يا تمثيلي روپڪ هئا؟ جڏهن يسوع پنهنجي ششن کي دنيا کي بدلائڻ جي عظيم مهم تي موڪليو، ٻين ڳالهين کان سواءِ هن انهن کي ٻڌايو تہ بيمارن کي شفا ڏين، مئلن کي جيئارن ۽ جنن کي پڇائن. هتڙي بيمارن ۽ بدروحن جي واسي هيٺ آيل ماڻهن جي وچ ۾ فرق ڇاٽايو ويو آهي.

يسوع جي شيطانن مان ڪهڙي مراد آهي؟ ٻارهين باب ۾ اسان کي خاص واقعو ٻڌايو ويو آهي: يسوع وٽ شيطاني واسي هيٺ آيل هڪ

انڌي ۽ گونگي شخص کي آندو ويو ۽ هن ان کي صحتياب ڪيو. هن ڳالهايو ۽ ڏسي تي سگهيو. اها ماجرا پسي پختو عقيدو رکندڙ يهودين (فرسين) پوسرندي چيو، ” هن شخص (يسوع) ۾ شيطانن کان آجڪائي بخشڻ جي مڻيا ڪونهي، پر اهو ڪم ضرور جنات جو شهزادو ”بيلزيبوب“ ئي ڪري سگهي ٿو. “

يسوع جواب ۾ اهو چيو، ” جنهن بادشاهت ۾ ورهاڱي جو ٻج هوندو ان جو خاتمو ٿيندو. جيڪڏهن شيطان پنهنجي وجود کي ٻاهر ڪيندو ته هو پاڻ پنهنجي خلاف ٿيندو. “

يسوع يهودين (فرسين) کي چو نه ٻڌايو ته هن شيطانن کي ٻاهر ڪين ڪڍيو هو، صرف برائين جي روپ ريڪائن کان ڇوٽڪارو ڏياريو هو، جنهن سان ”بيلزيبوب“ جو ڪو واسطو ڪو نه هو.

ٻيو سوال ڇا فرسين جو شيطانن جي وجود ۾ ويساهه هيو، يا هنن کي ان جي روپ جو تصور هيو؟

ساڳئي وقت تي يسوع چيو، ” جيڪڏهن مان شيطاني ارواح کي پرم - آتما جي مدد سان پڇائيان ٿو ته خدا جي خدائي توهان کي ملي ويندي. “

انهن جملن مان ماڻهن جي مراد يقينن اها هئي ته هن خدا کي شيطان کان اتم ڏيکارڻ جو جتن ڪيو. ڇا يسوع کي شيطان جي وجود تي ويساهه هيو؟ پندرهين باب ۾ (Canan) ڪينن جي عورت جو احوال آهي، جنهن يسوع کي چيو، ”مون تي رحم ڪر اي مالڪ، دائود جا پٽ، منهنجي

ڏيءَ هڪ شيطان هٿان سخت عاجز آهي." سندس پختو يقين ڏسي يسوع هن کي ڏيءَ کي شيطان جي شڪنجي کان ڇوٽڪارو ڏياريو.

سورهين باب ۾ هڪ شخص پنهنجي پٽ کي يسوع وٽ وٺي آيو. ڇوڪرو چريو هو. ڏاڍو دکي هو اڪثر ڪري پاڻي يا باهه ۾ ڪري پوندو هو. ششن هن کي صحتياب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪام رهيا: يسوع شيطان کي ڇڙٻيو ۽ هو هليو ويو ۽ بار نو بنو ٺي ويو. ڇا شيطان ان واقعي ۾ برائي جو روپ هيو؟

ششن اهو پسي يسوع کان پڇيو تہ هو ڇو نہ شيطان کي پڃائي سگهيا. يسوع کين ٻڌايو تہ اهو يقيني طور ويساهہ جي ڪمزوري ڪارڻ هيو. هن قسم جا شيطان صرف عبادت گذاري ۽ روزي رکڻ ذريعي تڙي سگهجن ٿا. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪن بد روحن کي ٻين جي مقابلي ۾ پڃائي ٻاهر ڪڍڻ سولو هو.

"مارڪ" جي پهرئين باب ۾ يسوع کي برغلائڻ جي احوال تي ٿوري روشني وڌي وئي آهي. "ميٿيو" اسان کي ٻڌائي ٿو تہ يسوع کي ڪو روح بيابان ۾ شيطان هٿان برغلائڻ لاءِ وٺي ويو. مارڪ ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ اهو روح ڪهڙو هيو.

"پاڻيءَ مان سڌو ٻاهر ايندي هن ڏٺو تہ جنت جو در کليو ۽ روح ڳيري جيان هن ۾ لهي آيو" ۽ آڪاش واڻي ٿي ، " تون منهنجو پيارو پٽ آهين، جنهن کان مان ڏاڍو خوش آهيان." ۽ جلد ئي روح هن کي بيابانن ۾ وٺي هليو."

پاڪ روح جو يسوع کي شيطان جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ڏنو. اها ڳالهه نه سمجهائي وئي آهي. وڏي تعجب جي ڳالهه اها آهي ته اسان پاڪ روح کي تثليث جي ٽئين هستيءَ طور ياد ڪريون ٿا ۽ يسوع کي ٻئين هستيءَ طور. پاڪ روح درحقيقت خدا هيو ۽ يسوع پڻ دراصل خدا هيو. عجب ڳالهه آهي ته خدا، خدا کي بيابان ۾ وٺي ويو ته جيئن شيطان کيس برغلائي سگهي !

اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته يسوع کي بيابان ۾ چاليهه ڏينهن شيطان برغلايو ۽ هو جهنگلي جانورن سان گڏ هو ۽ ملائڪ به هن سان گڏ هيا. ڇا اهي فرشتا اصلي هيا يا اهي چڱائي ۽ آرام جو روپ هيا ؟

اسان ڏسون ٿا ته ساڳيو ئي روح جيڪو آسمان مان لٿو هو، جنهن روح چيو هو ته "هي منهنجو پيارو پٽ آهي." يسوع کي بيابان ۾ شيطان جي برغلائڻ لاءِ گيهلي ويو هو !

ڇا هي شيطان هڪ حقيقي هستي هئي؟ ڇا جنهن روح يسوع جي پيءُ هئڻ جي دعويٰ ڪئي سو حقيقي هستي هيو يا هو انساني روپ هيو؟ ڇا جنت واقعي جڳهه آهي؟ ڇا انهن کي انساني شڪل ڏني وئي آهي؟ ڇا جهنگلي بلائن جو وجود هيو ۽ ڇا يسوع سان گڏ ملائڪ هيا. بين لفظن ۾ ڇا اها ڪهاڻي سچي آهي. يا رڳو شاعري، استعارا يا غلطي، ڪوڙ آهي؟

اهو پڇي سگهجي ٿو ته خدا ڇو چاهيو ته شيطان کيس برغلائي؟ ڇا خدا جي خواهش هئي ته هو شيطان تي حاوي ٿئي؟ ڇا شيطان ايترو ڇريو هيو

جو هن خدا کي برغلائڻ جو سوچيو ۽ ڇا اهو ممڪن آهي تہ شيطان هي دنيا رشوت طور پنهنجي خالق ۽ مالڪ کي آڇي، اهو ڄاڻيندي تہ يسوع ان جو خالق ۽ مالڪ هيو ۽ اهو نہ ڄاڻيندي تہ هن کي (يسوع) ڄاڻ هئي تہ هن (شيطان) کي اها ڄاڻ آهي تہ هو (يسوع) خالق ۽ مالڪ هيو؟

ڇا هي سموري ڪهاڻي من گهڙت ڇريائي واري نہ آهي؟ شيطان کي خبر هئي تہ يسوع خدا هيو ۽ اها ڪيس بہ خبر هئي تہ يسوع کي ڄاڻ آهي تہ برغلائڻ وارو "شيطان" هيو.

توهان جي من ۾ سوال اٿندو تہ مون کي ڪيئن معلوم ٿيو تہ شيطان کي اها ڄاڻ هي تہ يسوع خدا هيو؟ منهنجو جواب ساڳئي باب ۾ ملي ٿو. جيڪي ڪجهہ يسوع کي ڇيو ان جي باري ۾ احوال ڏنل آهي.

"اڇو تہ اسين اڪيلا ٿيون. اي نزارٿ جا رهواسي يسوع، اسان جو توهان سان ڪهڙو تعلق يا سنبنڌ آهي؟ توهان اسان کي ڪهڙي ڪارڻ برباد ڪرڻ چاهيو ٿا؟ اسان توکي ڇڱيءَ پر ڄاڻون ٿا، تون خداوند جو پوتر پٽ آهين."

بلاشڪ جيڪڏهن نندڙن شيطانن کي اها خبر هئي تہ شيطان کي خود اها ڄاڻ هوندي. يسوع هن شيطان کي ڏمڪايو ۽ چيو، "اگر پنهنجي خيريت چاهين تو تہ هن کي ڇڏ، باهر نڪري اچ." ۽ اهو هن کي بي حال ڪري هڪ زوردار رڙ ڪري هن کي ڇڏي باهر نڪري آيو.

ان طرح اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ يسوع گهڻن جنن کي پڄايو (باهر ڪڍيو) ۽ شيطان ڪجهہ نہ ڪري سگهيا ڇو جو هو هن کي سڃاڻي چڪا

هيا. ٹئين باب ۾ اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ بدروحن جڏهن هن کي ڏٺو تہ پيرن تي ڪري نيزاري ڪندي چيو، ” تون خدا جو پٽ آهين. “
پنجئين باب ۾ احوال ڏنل آهي، هن بدروحن کي پڇائي سوئرن، اندر داخل ڪيو ۽ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ جنن گذارش ڪئي هئي ” اسان کي سوئر ۾ داخل ڪر “ ۽ يسوع هنن جي ڳالھ تسليم ڪئي!

منهنجو سوال آهي: ڇا جنن کي سوئر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اجازت گهرڻ جي ضرورت هئي؟ وري منهن جو ٻيو سوال آهي تہ انسان اندر هو ڪنهن جي اجازت سان داخل ٿيا؟ ڇا برائي جو روپ سوئر ۾ داخل ٿي سگهي ٿو ۽ ساڳيو برائي وارو روپ يسوع سان سودي بازي ڪري سگهي ٿو؟

ڇهين باب ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ يسوع جي پوئلڳن (ششن) جنن کي ٻاهر ڪڍيو، ڪيئن بيمارن کي تيل مکي صحتياب ڪيو. هتي وري جنن جي قبضي هيٺ آيل ۽ بيماري ۾ مبتلا ماڻهن ۾ فرق ڏيکاريو ويو آهي. ائين رويا اختيارڪرڻ سان ڪم نہ ٿٻيو. جن خود بيماريون هئا يا مورڳو انساني يا آسماني بدروح؟

ستئين باب ۾ هڪ يهودي خاتون جن جي واسي هيٺ آيل ڌيءَ لاءِ يسوع کي عاجزي ڪئي. آخر ۾ يسوع چيو، ” شيطان تنهنجي ڌيءَ مان ٻاهر نڪري ويو آهي. “

نائين باب ۾ هڪ ميڙ۾ کي مان هڪ شخص يسوع کي چيو، مان تو وٽ پنهنجي پٽ کي وٺي آيو آهيان جنهن تي گونگي بدروح جو (جن جو)

واسو آهي. مان تنهن جي ششن کي ان کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ چيو پر اهي ڪامياب ٿي نہ سگهيا."

سو هو هن ڇوڪري کي يسوع وٽ وٺي آيو ۽ جڏهن ڇوڪري يسوع کي ڏٺو تہ جن ڇوڪري کي ڇڏي ڏنو ۽ هو زمين تي ڪري پيو ۽ ليٽڙيون پائڻ لڳو ۽ سندس واتان گگ نڪرڻ لڳي.

يسوع ڇوڪري جي پيءُ کان پڇيو، " هن کي (بدروح) آئي گهڻو وقت ٿيو؟" هن وراڻيو، ٻالڪپڻ کان ۽ گهڻائي ڀيرا هن کي مارڻ لاءِ باهہ ۾ ۽ پاڻي ۾ ڪيرايو ويو هو.

ان بعد يسوع چيو، " اي گونگا ۽ ٻوڙا جن منهنجو توکي حڪم آهي تون هن مان ٻاهر نڪري اچ ۽ وري هن جي اندر ۾ ڪڏهن بہ واسو نہ ڪجائين. " ۽ جن هن کي بي حال ڇڏي ٻاهرنڪري آيو ۽ مردي مثل ٿي لڳو. ڪئين ماڻهن تہ چيو، "مري ويو."

پوءِ هنن "ششن" يسوع کان پڇيو تہ هو ڇو نہ هن کي ڇڏائي سگهيا؟ ڇا اها لکڻي تمثيل يا شاعري يا ڏند ڪٿا آهي؟ هن احوال ۾ شيطان رواجي قسم جو ڪين هيو. هو گونگو ۽ ٻوڙو هو. هن کي حڪم ڏيڻ سان ڪو فائدو ئي ڪونہ هيو ڇو جو هو ٻڌي ئي ڪو نہ ٿي سگهيو. هن مان ڇوٽڪاري جو دڳ عبادت ڪرڻ ۽ روزو رکڻ ئي هيو.

ڇا اهڙي ڪا تخليق آهي جنهن کي گونگو ۽ ٻوڙو شيطان چئجي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ بلاشڪ شيطان منظم اڪائي آهن. انهن کي ٻڌڻ ۽ ڳالهائڻ جا حواس بہ آهن ۽ انهن ۾ ڪي گونگا پڻ آهن. لڳي ٿو

انهن جي ڳالهائڻ جي نظام ۾ ڪا خرابي آهي. جيڪڏهن ٻوڙا آهن ته سندن ڪنن ۾ ڪا خرابي آهي. ان حقيقت مان ائين لڳي ٿو ته اهي نه رڳو روحاني هستيون آهن، پر جسماني وجود به اٿن. اسان چاڙُون ٿا ته ڪن نه ٿا ٻڌن، بلڪ دماغ آهي، جيڪو ٻڌي ٿو. سو هنن شيطانن کي دماغ به هوندو. ان جو مطلب ته اهي جسماني هستيون هئا.

اهو ته ٿي نه ٿو سگهي ته برائين کي ڏنل وجود يا هستي گونگو ۽ ٻوڙو هجي. ان جو مطلب ته انهن ۾ ڪا جسماني ڪمي آهي. ساڳئي باب ۾ جان يسوع کي ٻڌائي ٿو ته هڪ شخص کي جيڪو هنن جي عقيدي جو نه هيو يسوع جي نالي ۾ جنن کي پڃائيندي ڏٺو ۽ يسوع چيو، "هن کي ايئن ڪرڻ کان هرگز نه روڪجِ."

ان مان اهو لڳي ٿو ته هن ان ڳالهه کي مڃيو ته ڪو شخص جيڪو هن جي عقيدي وارو نه هيو هن جي نالي ۾ جنن کي هڪالي ڪڍي سگهيو ٿي. هن(يسوع) جي مرضي هئي ته اهڙي ماڻهو کي اهو عمل جاري رکڻ کپي. ان جي وضاحت ڪندي هن چيو هيو، "جيڪو انسان سندس (يسوع) نالي جي جاپ سان معجزا ڪري سگهي ٿو، هو ڪڏهن به سندس خلاف ڪائي بدگوئي نه ڪندو."

(Luke) ليوڪ جي چوٿين باب ۾ شيطان جي يسوع کي برغلائڻ واري ڳالهه ڪجهه وڌاءَ سان ورجائي وئي آهي. سيپئي ليکڪ گيانِ هئڻ جي باوجود، ساڳيون ڳالهيون صحيح طرح سان ياد رکي نه سگهيا هيا. ليوڪ اسان کي ٻڌائي ٿو ته شيطان يسوع کي ڪن پل ۾ دنيا جا نظارا

ڏيکاري ڇيو. ”هيءُ سارو اختيار مان توکي ڏيندس ۽ هي شان شوڪت جيڪو ڪجهه مون کي عطا ڪيو ويو آهي، مان جنهن کي چاهيان بخشي سگهان ٿو: سو مان توکي ڏيندس - جيڪڏهن تون مون ۾ ايمان آڻيندين، هي سڀ سمجهه تنهنجو ٿي ويندو.“

اسان کي اهو پڻ ٻڌايو ويو آهي تہ جڏهن شيطان پنهنجو سمورو غئبي اظهار پورو ڪيو هو، بعد ۾ هن وٽان ڪجهه وقت لاءِ هليو ويو. پر هن جي وڃڻ جو وقت ۽ تاريخ وڌيڪ وضاحت ڪان قاصر آهي.

اسان کي اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ يهودين جي عبادت خاني ۾ هڪ شخص ۾هڪ ناپاڪ روح جو واسو هيو: ان شسيطان يسوع کي سڃاتو ۽ قبوليو تہ ”هو خدا وارو پاڪ تن هيو.“

دراصل لڳي ٿو تہ حوارين شيطانن جي ثبوت کي ڪافي سمجهي ڪري پنهنجي خدا جي خدائي کي پڪ مڃيو آهي. يسوع هن شيطان کي ڇيو، ”تنهنجي خيريت ان ۾ آهي تہ هن مان ٻاهر نڪري اچ.“ ۽ ساڳئي باب جي ايڪيتاليهين بيت م لکيل آهي تہ، ” ۽ گهڻن ماڻهن مان شيطان ٻاهر نڪري آيا، وڏي واڪي ڪوڪيندي چوندا رهيا، ” يسوع تون خدا جو پٽ آهين.“

اهو پڻ ٻڌايو ويو آهي تہ يسوع انهن کي ڌمڪايو ۽ اهي ڪجهه ڪڇي نہ سگهيا ڇو جو کين خبر هئي تہ هو يسوع هيو. هان اهو نٿو چئي سگهجي تہ اهي شيطان بيماريون هيون ڇو جو ڳالهائي ڪو نہ ٿي سگهيون ۽ نہ ئي يسوع کي خدا جو پٽ سمجهي يا سڃاڻي ٿي سگهيون

. مرگهيءَ جو مرض حڪم الاهي تہ ڪو نہ آهي، البتہ منهنجي ڄاڻ مطابق ۽ڇريائپ ۽ ان جي قريب تر آهي.
انئين باب ۾ شيطان ۽ سوئر جو وڏو قصو ورجايو ويو آهي. يسوع شيطان ڪان نالو پڇيو ۽ شيطان وراڻيو لشڪر.

نائين باب ۾ بيهر ٻڌايو ويو آهي تہ شِشُ شيطان ڪي نہ پڇائي سگهيا پر يسوع پڇائي ڪڍيو. تيرهين باب ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ يهودي (فرسي) يسوع وٽ ويا ۽ ڪيس واپس وڃڻ لاءِ چيو، ٻيءَ صورت ۾ هيرود (Herod) جنهن ڪي قديمي يهودي ڏندڪٿا ۾ خود پسند ۽ ظالم ڪردار طور بيان ڪيو ويو آهي) هن ڪي ماري ڇڏيندو. ۽ يسوع ڪين (فرسين) چيو، ۽توهان وڃي هن بگهڙ ڪي ٻڌايو تہ پنهجو الڪو ڪري، مان شيطان پڇائيندو آهيان.

ان مان هن جو ڇا مطلب هيو؟ ڇا هن جو اهو مطلب هيو تہ هو بيماريون دور ڪندو آهي؟ ڇو جو ساڳئي ئي باب ۾ هو چوي ٿو،"۽ مان صحتياب ڪريان ٿو." ان طرح شيطان ۽ بيماري ۾ فرق ڪري ٿو.

ٻاويهين باب ۾ يسوع جو جوداز (Judas) جي هٿان نڳجڻ جو احوال هنن لفظن ۾ ٻڌايل آهي، "۽ آخر شيطان، يسوع جي ٻارهن پوئلڳن يا حوارين مان جوداز اسڪاريات نالي واري شش جي وجود ۾ داخل ٿي ويو.

اهڙي ريت هن پنهنجي حڪمت عملي وسيلي مڪيہ پادرين ۽ نائبن سان هم ڪلامي ڪري سندن هٿان (يسوع) انهن سيني ڪي ڏتارڻ جي رٿا جوڙي.

اهي سڀئي ان رٿا تي نڳجُي خوش ٿيا ۽ ساڻس مالي مدد جو پڻ اقرار ڪيو.

يسوع جي مطابق ننڍن شيطانن کي خبر هئي ته هو خدا جو پٽ هيو ته پوءِ يقينن شيطان، جنن جي بادشاهه کي خبر هوندي ته يسوع پاڻ رحمان هيو ۽ نه صرف هن کي اها خبر هئي پر هن کي سموري ڇوٽڪاري جي طور طريقي جي به خبر هئي. هن کي خبر هئي ته يسوع جي خواهش هئي ته پنهجي قرباني ڏئي ڪفارو ادا ڪري.

عيسائي مذهب جي ڄاڻن مطابق شيطان انسانن جي ارواح اندر هميشه واسو ڪرڻ جي هرممڪن ڪوشش پئي ڪئي آهي، جڏهن جوداز (Judas) جي اندرداخل ٿي ڪري يسوع کي ڏتارڻ لاءِ ڪيس راضي ڪيو. هنکي اها خبرهئي ته جيڪڏهن يسوع کي گمراهه ڪيو ويو ته هنکي صليب تي چاڙهيو ويندو ۽ هو سيني معتقدن لاءِ ڪفارو ادا ڪندو ۽ نتيجي طور شيطان کي انهن سيني روحن کي ڇڏڻو پوندو جن اندران جو واسو ٿيل هو.

شيطان کي پاڻ کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪهڙي دلچسپي هئي؟ جيڪڏهن هو ان نڳيءَ کان باز اچي وڃي ها ته پوءِ يسوع کي صليب تي نه چاڙهيو وڃي ها. ڪفارو ادا ڪو نه ٿئي ها ۽ ساري دنيا دوزخ جي آڙاهه ڏانهن رخ ڪري ها. شيطان کي پوري ڪاميابي حاصل ٿئي ها. پر هن قصي موجب شيطان سياسي ڪانءَ وانگر پنهنجي هوشياريءَ جو شڪارٿي ويو.

اسان کي شيطان جي شاهيت جو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي جو هن اسان لاءِ جنت جا دروازا کوليا ۽ اسان جي دائمي حياتي ممڪن بڻائي. شيطان -ءِ

جوداز کان سواءِ ڪو بيو شخص روشنيءَ جو فرشتو نہ بڻجي سگهي ها. سڀيئي دوزخ جي باهہ جو ٻک بڻجي شيطان بڻجن ها. يروشلم ۾ پنهنجي بي لغام قوت سان شيطان باغ عدن ۾ آندل تباهيءَ کي ڪنهن حد تائين درست ڪيو. نئين عهد ناميءَ جي ليکڪن جو بيشڪ شيطان جي وجود ۾ ويساهہ هيو.

انئين باب ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ ميري ميڊلين (MaryMagdalene) جي اندران ست شيطان ٻاهر ڪڍيا ويا. منهنجي نظر ۾ ميري ميڊلين نئين عهدناميءَ جو تمام خوبصورت ڪردار آهي. اها هڪ سچي معتقد آهي صليب تي چاڙهڻ واري اونداهيءَ عمل ۾ هوءَ ئي سندس يسوع جي ويجهو رهي؛ هوءَ ان جاءِ (تربت) تي اڳ ئي موجود هئي. شڪست، بربادي، رسوائي هن جي پيار کي مات نہ ڏيئي سگهيا. ٻڌايل احوال مطابق جڏهن هوءَ اٿي سجاڳ ٿيل يسوع سان ملي تہ هن کيس چيو، "مون کي نہ ڇهجانءِ!" هي يسوع طرفان سندس اپار پڪتيءَ جو انعام هو!"

"جون" رسول مطابق هن پاڪ روح کي ڪبوتر جي روپ ۾ جنت مان لهندو ڏٺو ۽ کيس يسوع جي جسم ۾ داخل ٿيندي پسيو. پر "جون" جي ان اپديش ۾ اهو ڪون ٻڌايو ويو آهي تہ "پاڪ روح" يسوع کي بيابان ۾ شيطان هٿان برغلائڻ لاءِ وٺي ويو. شايد جون ان جي باري ۾ نہ ٻڌايو هجي، يا وري وسري ويس يا ان ڳالهہ ۾ اعتبار نہ هيس. پر تيرهين باب ۾ مون کي هي لکت ملي ٿي: "جيئن آخري ماني کائي پوري ڪئي وئي، تيئن شيطان، سائمن جي پٽ، جوداز جي هستيءَ ۾ داخل ٿي يسوع کي برغلائڻ جو عمل شروع ڪيو."

"جون" واري انجيل ۾ يسوع ۽ ان جي پوئلڳن بابت شيطان ٻاهر ڪڍڻ جا احوال ڪو نہ آهن. ان موضوع تي ڪجهہ ڪو نہ آهي ! لڳي ٿو شايد "جون" کي ان جي سچائي ۾ شڪ هو.

عملن واري پنجين باب ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ رسولن وٽ بيمار ۽ بدروح جي اثر هيٺ آيل ماڻهو آندا ويندا هئا ۽ رسول کين شفا ڏيندا هيا. هت هڪ پيرو بيهر بيمارن ۽ بدروحن جي قبضي ۾ آيل ماڻهن ۾ فرق ڪيو ويو آهي ۽ اٺين باب ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ "بد ارواح وڏي واڪي رڙيون ڪندا انهن مان ٻاهر نڪتا."

تيرهين باب ۾ "پال" (Elymas) الماس کي شيطان جو اولاد چئي ٿو ۽ سورهين باب ۾ هڪ بدروح جي اثر هيٺ آيل نينگر جو احوال آهي، جنهن جي صدقي سندس مالڪن کي ڪافي فائدو رسيو. پال ۽ سلاس لڳي ٿو ان بد روح کي ٻاهر ڪڍيو ۽ ان خاطر ڪافي جنيون سهٽيون پين.

اڻويهين باب ۾ ڪجهہ رولو يهودين بد روحن جي قبضي هيٺ آيل ماڻهن مٿان يسوع جو نالو پڙهيو ۽ بد روحن وراڻيو، "يسوع کي اسين سڃاڻون، پال کي بہ اسين سڃاڻون ٿا پر توهين ڪير آهيو؟"

جنهن شخص ۾ بدروح سمايل هو، اهو (بدروح) هنن رولن مٿان حملہ آور ٿيو ۽ انهن سيني بي لباسي ۽ زخمي حالت ۾ پڄي جان بچائي.

پال انين باب ۾ ڪورنٿ شهر جي رهواسين کي مخاطب ٿيندي چئي ٿو،

"مان نٿو چاهيان تہ توهان شيطان جا حواري بڻجو. توهان سائِي رحمان ۽ شيطان جا هم پيالا نٿا ٿي سگهو. توهان خدا ۽ شيطان ٻنهي جا سائِي وقت ساٿي نٿا ٿي سگهو. ڇا اسان مالڪ کي پاڻ تي ڏمرائڻ چاهيون ٿا؟"

يارهين باب ۾ هو چوي ٿو تہ وڏا وار عورت جو شان آهن. پر هن کي فرشتن خاطر مٿو ڍڪيل رکڻ گهرجي. انهن ڏاهپ واري ڏينهن ۾ ماٿو "انڪوبي" ۽ "سڪوبي" ۾ ويساه رکندا هئا. انڪوبي مرد فرشتا ۽ سڪوبي عورت فرشتا هيا ۽ ان وقت جي ويساه مطابق انڪوبي کي عورت جا وار سپ کان وڌ وڻيا ان ڪري پال چيو تہ عورتون پنهنجو مٿو ڍڪن ; پال شيطان کي هوائي قوت جو شهزادو چئي ٿو.

"جود" ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ مائيڪل، فرشتن جو مهندار جڏهن شيطان سان موسيٰ جي جسم لاءِ تڪرار ڪيو، ان دوران هُن (شيطان) جي خلاف ڪوئي ملامتي الزام ڪونہ مڙهيو. صرف ايترو چيائينس "خداوند جي تو مٿان ملامت آهي."
جنهن شيطان سان مائيڪل جو تڪرار ٿيو آيا اهو بديءَ جي علامت هيو يا ڪا ڏند ڪٿا يا ڪوئي منظوم ڪلام؟

انجيل جي پهرين پيٽر (First-Peter) ۾ اسان کي پرهيزگار ۽ بيدار ٿيڻ لاءِ تاڪيد ڪئي وئي آهي، ڇو جو توهان جو مخالف شيطان، جيڪو هڪ گجندڙ شينهن جيان رهندو رهي ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٻُڙڪائي وڃي ٿو.
ڇا ماڻهن کي ڏند ڪٿائون يا بدي جا روپ ٻُڙڪايو وڃن ٿا؟ ڇا علامتن کي هڙپ ڪرڻ جي سگهہ آهي يا "ڪويتا" آدم خور بڻجي سگهي ٿي؟

(Ephesian) ۾ اسان کي تاڪيد ڪئي وئي آهي تہ شيطان کي جڳهہ نہ ڏيو ۽ ساڳئي ڪتاب ۾ اسان کي ٻڌايو ويو آهي، "مالڪ جو اجهو وٺو تہ جئين توهان شيطان جي چل ول کان بچي سگهو." (Hebrews)
عبراني ۾ اهو چيو ويو آهي تہ، جنهن کي مارڻ جي قوت آهي سو شيطان آهي. ظاهر ڪري ٿو تہ شيطان کي مارڻ جي سگهہ آهي.

"جيمس" ۾ اهو چيو ويو آهي تہ جيڪڏهن اسان شيطان سان مهاڏو اٽڪايو تہ هو اسان کان پري پڄي ويندو ۽ پهريئن جيان، اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ گناهہ گار شيطان جو ساٿي آهي. انڪري جو شيطان ابتدا کان "گناهہ" ۾ رذل آهي ۽ اسان کي اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ "ان مقصد جي ڪريَ خدا جي پٽ جو ظهور ٿيو تہ جيئن هو شيطان جي ڪرتوتن کي ناس ڪري !" اگر شيطان ڪونهي - تہ يسوع جو وجود بہ ناهي.

آڪاش واڻين ۾ اهو چاڻايو ويو آهي تہ، "جنت ۾ مائيڪل فرشتي ۽ ساٿين جي زوراور راڪاس ۽ سندس همنوائن سان ڇتي جنگ لڳي هئي!" ان جبري راڪاس کي ان جنگ سبب جنت مان لوڏي ڪڍيو ويو، پراڻو سپ جنهن کي شيطان سڏيو ويندو آهي، جيڪو ساري جهان کي ٺڳي ٿو. ان مان فرشتي واريون صفتون خارج ڪري، ڪيس سندس ساٿي فرشتن سميت زمين تي لاٿو ويو.

"مزا ڪيو موجون مڻايو جنت جا واسيو. ڏک ۽ مصيبتون زمين ۽ سمنڊ جي رهواسين لاءِ مخصوص ڪيون ويون آهن. ڇو جو شيطان توهان جي دائري مان نڪري هليو ويو آهي، جنهن کي غضب ۽ غضو آهي ۽ ڪيس خبرآهي ان وٽ ٿورو وقت آهي . ان حقيقت مان ظاهر ٿئي ٿو تہ شيطان

ٻه جنت ۾ رهندو هو. هن بغاوت ڪئي ۽ ڪيس شڪست ڏئي ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ الهامي ليکڪ، فرشتن کي مبارڪ باد ڏئي ٿو، ته هنن جي جان آجي ٿي ۽ اسان لاءِ رحم جو اظهار ڪري ٿو ته هاڻي هو اسان تي براجمان آهي.

"بشـــارت" جي ويهين باب ۾ هن ريت ذڪر آهي، "مون ڏٺو جنت مان هڪ فرشتو لٿو جنهن جي هٿ ۾ بنا تري واري کاهي جي چاٻي ۽ وڏي زنجير هئي.

هُن پراڻي سپ يعني شيطان کي پڪڙيو ۽ هزار سالن تائين ٻڌي رکيو ! ان کي بنا تري واري کاهي ۾ وجهي بند ڪري سيل ڪري ڇڏيو ته جيئن هو هزار سالن تائين قومن کي گمراهه نه ڪري سگهي ۽ بعد ۾ هن کي ٿوري وقت لاءِ ڍلو ڇڏيو وڃجي.

مٿي ذڪر ڪيل احوال جي روشنيءَ ۾ اسان واضح طور تي ڏسي سگهون ٿا ته نئين عهدنامي جي ليکڪن جا ڪهڙا ويساهه هيا. ان باري ۾ ڪو تضاد نٿو ٿي سگهي، جيڪڏهن انجيل خدا يسوع جي وجود جي باري ۾ ٻڌائي ٿو ته شيطان جي وجود جي باري ۾ به ٻڌائي ٿو. جيڪڏهن شيطان جو وجود نه آهي - جيڪڏهن ننڍڙا شيطان جنڙا انسان جي جسم ۾ نه ٿا گهڙن - نئون عهدنامو الهامي ٿي سگهي ٿو پر، حقيقت جي اوڏو ڪونهي.

اهو سمجهه کان ٻاهر آهي ته بنا تري واري کاهي ۾ ڪيئن ڪنهن کي بند ڪري ٿو سگهجي ۽ دائمي باهه ۾ ڪيئن لوهي زنجير سالم رهي

سگهي ٿي يا بنا تري واري ڪاهي ۾ بند ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو پر، هي اهي سوال آهن، جيڪي شايد شيطان طرفان اٿاريا ويا آهن.

اسان کي وڏيڪ ٻڌايو ويو آهي تہ ٻڌهن هزار سال پورا ٿيندا تہ شيطان کي قيد مان آزاد ڪيو ويندو، شيطان کي باهہ ۽ گندرف جي ڍنڍ ۾ ڇڏيو ويو جت جانور ۽ ڪوڙا فرشتا آهن ۽ هميشہ لاءِ ڏينهن رات پيڙا ۽ عذاب ۾ مبتلا هوندا.

اوائلي عيسائين ثابت ڪيو تہ يسوع رحمان هيو ڇو جو هن شيطان کي پڇايو. هنن جو پيش ڪيل ثبوت، ثابت ڪرڻ واري بيان کان وڌيڪ بعيد از عقل هيو. جيئن هڪ پوڙهي چيو تہ هن چنڊ کي پاٽي ۾ ترندو ڏٺو ۽ ٻئي چيو چنڊ تہ ڪڏهن تري ئي نہ ٿو سگهي. پوڙهي وراڻيو، مون جيڪو چنڊ ڏٺو ان کي لوهي پيچ هيو.

مان انجيل جي ليکڪن تي الزام نہ ٿو مڙهيان، اهي وهم جي دور ۾ رهندا هيا، جڏهن افواهن کي تاريخ جو علم ڄاتو ويندو هو جڏهن گپ شپ کي ثبوت طور پيش ڪيو ويندو هيو ۽ حقيقت کان نابري اختيار ڪري هر ڳالهہ تي ويساهہ آندو ويندو هو.

رسول پنهنجي ساٿين جيان معجزن ۽ جادو ٽوڻن ۾ يقين رکندا هيا. وسوڙائي صفت ليکبي هئي. محترم "پارڪ هرسٽ" رسولن کي بيڪار، ڍڄڻو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، مان هن سان هرگز متفق ناهيان. منهنجي خيال ۾ هو ڇگا ماڻهو هيا.

مان نتو مجان تہ انهن مان کنهن بہ ڪڏهن يروشلم ڪي" پارڪ هرسٽ"
رٿا مطابق بلاءِ جي ڪوشش ڪئي. مان مجان ٿو تہ انهن جو شيطانن
۾ پڪو ويساهہ هيو. هو وسوڙائي ۽ وهمي هيا .
نئين عهدنامي ۾ هڪ قصو آهي، جيڪو منهنجي مطلب ڪي واضح
ڪري ٿو: پنجين باب ۾ چيو ويو آهي تہ يروشلم ۾ رڍن جي مارڪيٽ
وٽ هڪ تلاءُ آهي جنهن ڪي عبراني ٻولي ۾(Bethesda) سڏيو ويندو آهي
- ، مطلب جنهن ڪي پنج پيش دالان هجن.

انهن ۾ هڪ وڏي جماعت نامرد، ضعيف ۽ انڌن ماڻهن جي هئي جيڪا
وهندڙ پاڻي جي انتظار ۾ هئي. هڪ فرشتو ڪنهن منڊ ۾ ان تلاءَ ۾
ويندو هو تہ پاڻي ۾ ولوڙو پيدا ٿي ويندو هو - ان بعد جيڪو بہ ان پاڻي ۾
ويندو هو ڪيس ڪهڙي ئي بيماري ڇو نہ هجي صحت ياب ٿي ويندو هو.

هڪ اهڙو شخص هيو جنهن ڪي 38 سالن کان مرداڻي ڪمزوري هئي.
جڏهن يسوع هن ڪي ليٽيل ڏنو ۽ اها خبر پيس تہ هو گهڻي وقت کان ان
مرض ۾ مبتلا هيو، هن کان پڇيائين، "تون صحت ياب ٿيڻ چاهين ٿو؟"

ڪمزور شخص وراڻيو، "منهنجو ڪو مددگار ناهي جيڪو پاڻي ۾ ولوڙ
وقت مون ڪي تلاءَ ۾ لاهي، جيستائين مان ويجهو پهچان ٿو تہ ٻيو
ڪوئي مون کان اڳ هيٺ لهي وڃي ٿو." يسوع هن ڪي چيو، " هاڻي
پنهنجو بسترو ويڙهي رک ۽ پسار ڪر."
هڪدم اهو شخص صحتياب ٿي ويو ۽ سامان سهيڙي هليو ويو ! بعد ان
جي (Belhesda) ۔ ڇا ڪوئي باشعور شخص ان ڳالهہ تي پت ڪندو؟ ڇا

پاڻي ۾ ڪنهن فرشتي ولوڙ پيدا ڪيو؟ فرشتو آيو ڪٿان؟ فرشتا رهڻ ڪٿي تا؟ ڇا فرشتي پاڻي ۾ دوا ملائي جيڪا هڪ ڇٽي کي صحتياب ڪرڻ لاءِ ڪافي هئي؟ ڇا هن مختلف بيمارين لاءِ مختلف دوائون ملايون يا هن وٽ اڄ ڪالهہ وڪامندڙ دوائن جهڙيءَدوا هئي جيڪا سڀني بيمارين جو علاج هجي؟

ڇا فرشتي پاڻي ۾ ولوڙ پيدا ڪيو؟ ممڪن آهي جنهن کي مذهبي ڇاٽون، فرشتي رسول جو ڪرشمو سڏين تا. هڪ سائنسدان ان کي ڪاربونڪ ايسڊ گيس چوي ٿو.

”جون“ ائين نہ چيو تہ اها ماڻهن جي سوچ هئي تہ پاڻي ۾ فرشتي ولوڙ پيدا ڪيو پر هو ان کي هڪ حقيقت چوي ٿو ۽ اسان کي اهو بہ ٻڌايو ويو تہ انڪان بعد پهريون مريض جيڪو ان پاڻي ۾ ويو سو صحتياب ٿي ويو. جون وٽ ڪهڙو ثبوت آهي؟

مان ٻيهر چوان ٿو تہ جيڪڏهن شيطان نہ هجي ها تہ جيڪر انجيل بہ الهامي نہ هجي ها. جيڪڏهن شيطان جو وجود نہ هجي ها تہ يسوع ٻجي هجڻ ۾ بہ شڪ هجي ها.

جيڪڏهن شيطان جو وجود نہ هجي ها تہ ماڻهو جو جنت کان تڙجڻ، غلطي ۽ ڪفارو بعيداز عقل هجن ها. جيڪڏهن شيطان ناهي تہ دوزخ رڳو ”بدلي“ جي پاونا آهي!

عيسائيت جي اڏاوت ۾ چار مکيہ ستون آهن: پيءُ، پٽ، پاڪ روح ۽ شيطان !

(IV) پاڳ چوٿون

چرچ جي اداري جي صداقت؟

گرجا جي سمورن وڏڙن جو شيطان ۾ ويساھ هيو. سيني ولي اوليائن پنهنجا تاج شيطان کي هٽ وس ڪري حاصل ڪيا. انهن جو ڪافي وقت شيطان سان چڪري ۾ گذريو. ڪيٿولڪ مت جا پوئلڳ عام رواجي ماڻهو کان وٺي وڏي پادري تائين سيني جو شيطان ۾ ويساھ هيو. هنن شيطانن جو وجود نئين عهدنامي ذريعي ثابت ڪيو. هنن کي ڄاڻ هئي تہ اهي شيطان دوزخ جا رهواسي هيا. انهن کي ڄاڻ هئي تہ هنن جو بادشاھ شيطان هيو. هنن کي اها بہ ڄاڻ هئي تہ دوزخ شيطان ۽ جنن لاءِ اڏايو ويو هيو.

پروٽيسٽنٽ خيال جا باني، سيني ڪٽر عقيدن جا جوڙيندڙ، سڀ وڏي پائي جا پروٽيسنٽ مذهبي پيشوا، لوٿر کان وٺي پرنسٽن ڪاليج جي صدر تائين شيطان جي وجود ۾ پختو يقين رکندڙ هيا ۽ آهن. سيني اهم ٽيڪاڪارن جو شيطان ۾ ايترو پختو يقين هيو جيترو خدا ۾!

ڪفاري واري سناءِ موجب شيطان جو وجود لازمي هيو. ڪنهن "هڪ" جي وجود کي ڪندن ڪرڻ، ظلمن ۽ گناهن لاءِ جوابدار بڻائڻو هيو.

اڻ ڳڻت ورهين کان چڱا، ايماندار، خفتي، عيسائي شيطان جي خلاف ويڙهه ۽ جدوجهد ۾ رڌل آهن. هو ڏينهن رات وڙهيا ۽ ان خيال تہ هنن متائنس (شيطان)فتح حاصل ڪيئي، سندن ڪوماٽيل منهن تي سوپ جي مرڪ پکيڙي ڇڏي!
صدين کان گرجا جا پادري اپديش ڏيندا رهيا آهن تہ انسان فطرتن مڪمل طور ”ڪريل“ رهيو آهي. اوائلي شيطان جي اولاد هيو ۽ نون ڄاول ٻارن تي پڻ بد روحن جي ڇايا هئي !

سورهين صديءَ جي آخري اڌ ڏاري هر ٻار جنهن کي (Baptized) بپتسمہ ڏني ويندي هئي، سمجهيو ويندو هو تہ شيطان کان آزاد ڪرايو ويو. پاڪ پاڻي ڇڙڪڻ وقت (Baptized) پادري چوندو هو، ”اي بدروح، مان توکي خدا، ان جي پٽ ۽ پاڪ روح جي پاران حڪم ٿو ڏيان تہ هن ٻار مان پنهنجو واسو ختم ڪري ٻاهر نڪري اچ، جنهن لاءِ بپتسمہ ذريعي، پاڪ يسوع کيس پنهنجي امت ۾ شامل ڪرڻ جي ضمانت ڏني آهي. انِ وقت وڏڙن، ڌرمي اڳواڻن ۽ ماهرن جي راءِ هئي تہ بپتسمہ بغير ٻار بشمول مرده ڄاول ٻار دوزخي ليکبا هئا !

ساڳين مذهبي ماهرن فرمايو: ”سر جڻهار ساڪيات پريم آهي!“

ليڪن اهي ٻار ايترائي پاڪ هيا، جيئن ڪنهن بيوس جا ڳوڙها، ايترا معصوم جيتري سندن مائرن جي پيار پريل مرڪ - ۽ پوءِ بہ انساني نسلن جي ٻاندين جو عقيدو ۽ سکيا اها هئي تہ اکيون ڦرڙائيندڙ ناپاڪ دئيتن جو انهن پاڪ ۽ معصوم وجود ۾ واسو هيو! واه ڙي عيسائيت، تنهنجون اڪٿ مهربانيون!

ضدين کان گرجا گهرن دنيا کي شيطانن سان پئي ستيو آهي، بعضي ارواح جن اونده، طوفان، بيماري، حادثا ۽ اجل آندا. راتيون نراسائي سان پري ڇڏيون ۽ اڳ ڪتين نند ڦٽائي ديوانو بڻائي ڇڏيو. انهن دئيتن هزارين روپ بدلايا ۽ بيشمار ويس مٽيا ته جيئن اهي پاڪ روحن کي قابو ڪري گرجا گهرن کي برباد ڪن. بعض اوقات انهن ڏاهن ۽ پرهيزگارن کي بہ پلاٽي ڇڏيو ۽ پادرين کان سندن مجتا ويسارائي ڇڏي. "چڳائي" جي برف کي "موهہ" جي باهہ ذريعي پگهرائي ڇڏيو - ۽ حرفتي طريقن سان ابوجهہ ۽ پرهيزگارن کي ڦاسائي ڪلنڪ لڳايو. انهن شيطانن، ڏائڻين ۽ جادوگرن کي پنهنجا اعليٰ قدرتي اختيار بخشيا ۽ کين مستقبل جي ڳجهہ کان آگاهہ ڪيو.

لکين مرد ۽ عورتون شيطان جي ڇل ول ۾ اچي برباد ٿي ويا !

ان وقت عيسائين جو نئين عهدنامي ۾ انڌو وشواس هيو. هنن ان کي ڪلام الاهي مڃيو. هنن جي سمجهہ ۽ سوچ کين پاڳل بڻائي ڇڏيو.

ڪنهن انسان ۾ ايتري شڪتي ڪو نہ آهي جو ابوجهہ مردن ۽ عورتن کي ان عقيدي جي ڏنل عذابن جي باري ۾ صحيح حقيقت ٻڌائي سگهي. ڪيئن ان عقيدي ذهن ڪمزور، دليون پٿر بڻايون ۽ جيون ۾ زهر اوتيو ۽ هن سرشتي کي اهڙو پاڳل خانو بڻايو جنهن جو ايشور هڪ ناقابل فهم هيو.
ٿورو سوچيو تہ ڇو هڪ ٻاجهارو خدا پنهنجي ٻارن کي شيطان جو شڪار ٿيڻ ڏيندو؟ ڇو هڪ فضيلت ڀريو خدا پنهنجي پوئلڳن کي شيطانن جي پوئلڳي جي اجازت ڏيندو ۽ هنن جي "عقيدي" سبب کين ستايو رنجايو ۽ جلايو ويندو ؟

عيسائين اهڙا سوال نہ پڇيا. هنن جو پويتر پستڪ ۾ ويساھ هيو. هنن جو يسوع جي لفظن ۾ ايمان هيو.

(V) ياڱ پنجون

بديءَ جون علامتون يا روپ

ڪٽرمذهبي بگھہ پڪي جيان، واري ۾ منهن لڪائن ٿا. ڪيترن ئي پادرين کي هاڻ اهو چوندي شرم محسوس ٿئي ٿو تہ سندن شيطان ۾ ويساه آهي، اهو ويساه بي خبري وارو ۽ ڇتڪو بڻجي پيو آهي. هاڻ هنن کي گندرف ۽ ٻاھہ واري ڏنڊ جي قصي تي شرم اچي ٿو. اهو سراسر جهڳلي پٽو آهي.

ساڳئي وقت هو پويتر پستڪ جي خوشخبري ۾ ويساھ رکن ٿا. اهي خوشخبري واري لفظن کي نئين معنيٰ پهرائين ٿا. هاڻ اهي چون ٿا تہ شيطان رڳو برائي جو روپ ۽ علامتون هئا!

جيڪڏهن شيطان رڳو برائي جو روپ هئا تہ فرشتا ڇا هئا؟ ڇا اهو فرشتو جنهن جوزف کي ٻڌايو تہ يسوع جو پيءُ ڪير هيو، ڪنهن جو روپ هيو؟ ڇا"پاڪ روح" فقط پيءُ جو روپ هو؟ ڇا جنهن فرشتي جوزف کي "هيروڊ" جي موت جي خبر ٻڌائي دراصل جنڙو هو؟

ڇا اهي فرشتا جيڪي پٿر پري ڪري، زرق برق لباس پهري، يسوع جي نالي قبر ۾ وينا هيا، سي بہ "بهروپ" جوڙي هيا؟

ڇا پراڻي عهدنامي ۾ بيان ڪيل سمورا فرشتا تصوراتي پاڇا بنا جسم ڀرويا هيا؟

جيڪڏهن انجيل جا فرشتا سچا آهن تہ شيطان بہ سچا آهن.

اسان کي پنهنجو پاڻ سان سچو ٿيڻ گهرجي، انجيل کي فطري ۽ واضح مطلب ڏيڻ گهرجي. اعتراف ڪرڻ جڳائي تہ ليڪڪن جيڪي ڪجھہ لکيو ان ۾ سندن ويساھ هيو. جيڪڏهن اسان سمجهون ٿا تہ اهي پليل هيا، تہ اهڙي اظهار جي همت ۽ جرئت هئڻ گهرجي. اسان کي اهو اختيار بلڪل ڪونهي تہ ان جي معنيٰ مٽايون يا بدنيتي سان غلطيون درست ڪريون. ڏٺا پرچارڪ، انجيل جي ليڪڪن جي مجيل حقيقتن کي تمثيل،چوٽين، شعر ۽ ڪٿائن ۾ بدلائي پنهنجي آتما کي داغدار ڪن ٿا.

انجيل کي الهامي درجو ڏيڻ وارن لاءِ شيطان جي باري ۾ سمجهائڻ ناممڪن آهي. جيڪڏهن انجيل سچو آهي تہ شيطان وجود رکي ٿو. بيو بچاءَ جو ڪو ڏگ ڪونہ آهي. جيڪڏهن شيطان جو وجود نہ آهي تہ انجيل سچو نہ آهي. بيو بچاءُ جو ڪو ڏگ ڪو نہ آهي. مان مڃان ٿو تہ انجيل جو شيطان هڪ ناممڪن وجود آهي تضاد آهي ۽ گندرف واري ڏند بہ. اهي سارا خوف، تمثيل اڻ ڄاڻائي جي بُدبُدن ۾غائب ٿي وڃن ٿا. هر اهو پادري جيڪو انجيل پڙهي سگهي ٿو ۽ وري اهو بہ چوي ٿو تہ شيطان برائي جو روپ يا علامت نہ هو، جهالت ۽ منافقت جو سروپ آهي.

(VI) پاڳ ڇهون

ڇا ڪو عقل مند انسان جنهن جو ذهن وهم کان آجو آهي، شيطان جي وجود ۾ يقين رکي ٿو؟ اسان وٽ ڪهڙو ثبوت آهي تہ هن جو وجود آهي؟ هو ڪٿي رهندو آهي؟ پنهنجي جياپي لاءِ ڇا ڪندو آهي؟ کائيندو ڇا آهي؟ جيڪڏهن کائيندو ناهي تہ هو سوچي بہ نہ سگهندو، توانائي بغير هو سوچي ڪين سگهندو. هو توانائي پيدا ڪرڻ جو اهل ڪونهي. هن کي اڏاري وٺڻي پوندي. مطلب تہ هن کي خوراڪ ورتائڻي پوندي. هو هڪ جڳهہ کان ٻئي جڳهہ ڪيئن وڃي ٿو؟ ڇا هو گهمي ٿو يا اڏري ٿو يا هن ڪا مشين ايجاد ڪئي آهي؟ هن جي زندگي جو مقصد ڇا آهي؟ سوپ جي بابت هن جو ڪهڙو ويچار آهي؟ انجيل مطابق شيطان کي خبر آهي تہ هن کي شڪست ٿيڻي آهي. هن کي ڄاڻ آهي تہ هن جو انت مڪمل ۽ دائمي آهي. هر قدم جيڪو هو کڻي ٿو سو انت ستيا ناس ڪندو، پوءِ ڇو هو ائين ڪري، جيئن هو ڪري رهيو آهي؟

اسان جي ابن ڏاڏن جو خيال هو تہ هن دنيا ۾ سڀ ڪجهہ ٻئي جهان کان آيو. سڀئي چڱائي ۽ برائي جا خيال مٿان آيا. ضمير بادلن مان وسيو. اونڌهہ بربادي جي جنڙن سان پريل هئي، روشني جنت جي فرشتن سان ۽ انساني روحن ۾ جان "يهوا" ڦوڪي.

هن جهان ۾ جيڪي جاندار جئي رهيا آهن، سي هتڙي ئي پيدا ٿيا آهن. زندگي ٻاهران ڪو نہ آندي وئي آهي. دماغ ڏاريو نہ آهي، بندو هن جهان جو واسي آهي. هي زمين هن جي ماءُ آهي. ناهڻ وارو آسمان کان ڪونہ

لٿو هو. ٺاهڻ وارو هتڙي هيو ۽ آهي. اڻ ڳڻت شڪلن ۾ موجود مادي توانائي ڪشش وغيره هي زندهہ ساهہ کڻڻ واري دنيا بڻائي.

اسان شيطان لاءِ ڪيئن ٿا چوّن؟ ڇا اهو ممڪن آهي تہ اِهي (شيطان) انسان ۽ سوئرن ۾گهڙي ويا. ڇا اهي پيٽ، جگر، دل يا دماغ ۾ رهن ٿا؟

ڇا اِهي شيطان لافاني آهن يا ڄمن ۽ مرن ٿا؟ ڇا اِهي سڀ هڪ وقت تي پيدا ٿيا يا اهي هڪ جوڙي مان پيدا ٿيا؟ جيڪڏهن اهي مرن ٿا تہ مرڻ کان پوءِ انهن جو ڪهڙو حال ٿئي ٿو؟ يا اهي ڪنهن ٻئي جهان روانا ٿين ٿا يا نيست نابود ٿين ٿا يا اهي يسوع ۾ ايمان آڻڻ سان جنت ۾ داخل ٿين ٿا؟

سائنسي نظريي موجب شيطان جو وجود ئي نہ رهيو آهي. نہ ئي جن ڀوت ڏائڻ جادوگر يا ڪنهن مافوق الفطرت جو اهڙي وجود کان ان طرح انڪاري آهي، جهڙي طرح هو پرين، ديوَن، خون چوسيندڙ ڏائڻين، جل پرين، اپسرائن، آدم- خور، ڀوت وغيره يا امرت ڏار پارس پٿر جهڙن انيڪ خيالي تخليقن جي وجود جو مذاق اڏائي ٿو.

مذهب ۽ سائنس ۾ اهڙو ئي فرق آهي جهڙو پاڳل خاني ۾ ۽ يونيورسٽيءَ ۾، قسمت جو حال ٻڌائڻ واري ۽ رياضي دان ۾، جذبات ۽ فلسفي ۾ اٽڪل بازي ۽ دليل ۾.

شيطان لڏي ويا ۽ پاڻ سان گڏ ڪرسٽ جا معجزا بہ کڻي ويا آهن. اهي نہ صرف مالڪ کي بہ پاڻ سان وٺي ويا بلڪ پويتر پستڪ جو الهام بہ کڻي ويا. هينئر اسان فطرت جي اونداهي سٽاءَ اندر، دوزخ جي ڪوڙي تسلي کان بہ وانجهجي وياسون. پر مان عيسائي پروهتن کان ڪجهہ سوال پڇان ٿو تہ توهان جو شيطان جيڪو ڪڏهن روشني جو فرشتو هو، ڪيئن گنهگار بڻيو؟ ان کي برغلائڻ وارو ٻيو ڪو شيطان تہ ڪو نہ هيو؟ هو تہ صحبت صحت ۾ هيو خدا سان گڏ، تثليث جي قربت ۾، هن جا سڀ ساٿي بي عيب هيا. هو ڪيئن ڦري پيو؟ هن کي خبر هئي تہ خدا بي انت آهي، پر پوءِ بہ هن ان جي خلاف جنگ جوٽي ۽ فرشتن جي "ٽئين حصي" کي پنهنجو حامي بڻائي ڇڏيو. هن کي خبر هئي تہ هو کٽي نہ سگهندو، هن کي مات ٿيندي ۽ پڇتو پوندو. خبرهيس تہ هاريل جنگ وڙهي رهيو هو؟

ايشور ايترو اگياني ڇو هيو؟ فرشتا ايترا خراب ڇو هيا؟ عيسائي متي مطابق اهي فرشتا ارواح هيا. اهي ماس جي ڇهاءَ ۽ محبت جي آلودگيءَ کان بچيل هئا. ان جي باوجود ايڏا ظالم ڪيئن بڻيا. خدا اهي فرشتا ڇو بڻايا، جن جي ڪيس اڳ ڄاڻ هئي تہ مخالفت ڪندا؟ ڇو هن ڄاڻي واڻي جنت ۾ ناسازي جا ٻج ڇٽيا. اهو ڄاڻندي تہ هو هنن کي دائمي باهہ جي ڍنڍ ۾ وجهندو، اهو ڄاڻندي تہ هو انهن کي ابد جي قيد خاني ۾ وجهندو، جتي هو هميشہ لاءِ ڪڏهن نہ ختم نہ ٿيندڙ اذيت ڀوڳيندا؟

اپار ڏاهپ ايتري اڻ ڄاڻ. بي انتها رحم ايڏو ساڙ سڙيو. بي انت پيار ايڏو بدلي جي ڀاونا وارو ٿي سگهي ٿو؟ مان وري ڇوان ٿو تہ دنيا ۾ ڪو بہ سمجهو انسان شيطان ۾ يقين نٿو رکي.

ايشور ڇو پنهنجي معصوم اولاد کي آزاري انهن شيطانن کي موج مستي ڪرڻ جي اجازت ڏئي ٿو؟ ايشور هنن کي قيد خانو ڇڏڻ ڇو ڏئي ٿو؟ هو هنن کي فرلو يا اجازت جو پروانو ڇو ٿو ڏئي؟ ڇا هو چاهي ٿو تہ هو (ايشور) پنهنجي ئي اولاد کي برغلائي، گمراهہ ڪري ۽ انهن جي روح کي ڇيهو رسائي؟

(VII) ياڳ ستون

جڙتو انسان - ڪانن جو بت

ڪن پرچارڪن جو چوڻ آهي تہ مان ڪانن جي بت سان وڙهي رهيو آهيان. مان مافوق الفطرت، الاهي عقيدي، شيطان ۾ ويساهہ، ڪفاري واري عقيدي، گنهگارن جي بخشش واري ٺلهي سوچ، دائمي اذيت ڪان چوٽڪاري، بيهودي، ظالم، راڪاس سان وڙهي رهيو آهيان. مذهبي مهندار ائين ظاهر ڪن ٿا تہ انهن ترقي ڪئي آهي ، انهن ڳالهين ۽ شين کي مڃن ٿا جن تي مان وار ڪريان ٿو. ليڪن هنن جي انهيءَ دعويٰ ۾ سچائي بنهہ ڪونهي.

ڪانن جو بت ڪير آهي؟ ڪانن جو بت انهن جو پرم- آتما آهي. هر ڪٽر مذهبي منبر ان ماڻهو جو حمايتي آهي. هر پرچارڪ شخص، جماعت ۽ نسل ان سان گڏ آهي، متي هٿ ڪٽي بيٺو آهي، ان مڪتبہ فڪر جي ڇاپا ڪلي طرح پويتر پستڪ تي ۽ پرچارڪ جي ذهن تي پوي ٿي ۽ هن جي دليل جي قوت کي گهٽائي ٿي ۽ هن کي پاڻ کي دوکي ۾ مبتلا ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿي.

ڪانن جي بت جو هر مکتبہ فکر تي راڄ آهي. ان ڪثر مذهبي گرجا تي بہ - هو اهو صاحب آهي، جيڪو هر اپديش جي ڪاٽا ڪوتي ڪري ٿو. ڪنهن جي وعظ ۾ ڪمي آهي، ڪير اڳتي وڪ وڌائي ٿو. هي ڪانن جو بت جواب طلبي ٿو. جنهن ڪي هو مجتا بخشي اهو درست، ٻي صورت ۾ ان ڪي منجهايو وڃي ٿو.
ڪانن جي بت پروفيسر "برگس" جي زبان بند ڪري، ڇڏي ۽ هن ڪي چپ رکڻ لاءِ گرجا ڪان پري اماڻيو ويو.

ڪانن جي بت پروفيسر "سمٿ" جو رات بند ڪرايو ۽ هن پوءِ ڪڏهن نہ ڳالهايو. ڪانن جو بت (Presbyterian) فرقي ڪي ڪڏهن بدلجڻ نہ ڏيندو. ڪانن جي بت پادري "ميڪگلن" ڪي ڳچيءَ ڪان جهلي پيرن تي ڪيرائي پنهنجي خلاف توهين آميز الفاظ چوڻ لاءِ معافي وٺرائي. ڪانن جي بت پروفيسر "سٽنگ" ڪي منبري ڪان هٽرائي ڇڏيو ۽ مسٽر "ٿامس" ڪي ميٿوڊسٽ چرچ ڪان ٻاهر ڪڍايو، مان تہ چوندس تہ ڪثر رهنما پنهنجي شڪست ڪي لڪائي رهيا آهن.

توهان پويتر پستڪ پو وديا ۽ علم نجوم ڪي وساري ڇڏيو آهي. توهان مڃو ٿا تہ ان جي تاريخ سچي نہ آهي. توهان جي موٽ ٿي رهي آهي. پٺ ڏئي رهيا آهيو. توهان آڪاش واڻي تي وشواس ڇڏي رهيا آهيو. توهان ڪي ان ٻوڏ ۽ بابل واري قصي جي باري ۾ شڪ آهن. توهان پوپن ۽ ڏائڻين تي ويساهہ ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. اوهان معجزن ۾ بہ اعتبار ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. توهان جنڙن ڪي ماري جان ڇڏائي ڇڏي آهي ۽ ٿوري وقت اندر توهان پاڻ شيطان ڪي بہ ختم ڪري ڇڏيندا.

ٿورن سالن ۾ توهان کي پويتر پستڪ جي صحيح قدر قيمت جي خبر پئجي ويندي. سچي ۽ چڱي ڳالهہ کي توهان هانوءَ سان هنڊائيندا ۽ چرياپ واريون بعيد از العقل ڳالهيون ميساري ڇڏيندو ۽ اهڙي ريت ڪانن واري بٽ جو خاتمو ٿيندو.

انڌ - وشواسي ڪٽر عيسائي اجان بہ شيطان کي چنبڙيو پيو آهي. هو پنهنجا سمورا ڏوهہ شيطان تي مڙهي ٿو ۽ يسوع جون ساريون چڱايون پنهنجي سرڪٽي ٿو. پنهجو هي ڪاغذي واڌو ليکو ڏيکاري هو منڊل ۽ سر منڊل جو حقدار بڻجندو. ڪهڙو نہ نفعي ۽ انصاف وارو سودو آهي. اسراري وهم، نقصان کي نفعي ۾ بدلائي ٿو. جادوئي لٺ گهمائي دوزخ جي اذيت لائق کي، هميشہ جاوداني انعام رسائي ٿو.

پر جيڪڏهن ڪو جيو اعتماد ڪان پالهو آهي تہ سناءُ بلڪل ابتڙ ٿي پوي ٿو. هڪ روح کي ٻئي جي چڱاين جو انعام ملي ٿو تہ ڪنهن کي وري ٻئي جي گناهن جي سزا ملي ٿي. اِجهو "رحم" پاران اهڙو اذيت انصاف پلئہ پئي ٿو ! ان عجيب "ذهني فتور" ڪان وڌيڪ ٻاهر نٿو وجي سگهجي.

<u>(VIII) ياڳ اٺون</u>

## <u>ٻارن کي شيطان ڪان پاسو ڪرايو</u>

گذريل صدي جي عظيم شخصيت، "وليم ڪنگڊن ڪليفورڊ" چيو، "جيڪڏهن تاريخ اندر اسان جي سکڻ لاءِ سبق آهي تہ هي آهي تہ پنهنجي ٻارن کي پادري جي قربت ڪان پري رکون نہ تہ هو انهن کي انسان ذات جو دشمن بڻائي ڇڏيندو."

آچر تي ڪليل هر هڪ اسڪول ۾ ٻارن کي شيطان ۾ ويساهه سيکاريو ويندو آهي. هر ننڍڙو ذهن جهنگلي جانور خانو بڻجي وڃي ٿو، جنهن ۾ دوزخي خونخوار جانور پريل هجن ٿا. تصور ۾ بگڙيل ڀوائتا حيوان پريل آهن. ٻارن جي ذهن ۾ ڊيڄاريندڙ ۽ چيڙائڻ وارن شيطانن جون ڳالهيون ڀرڻ ڪميني ۽ ڪريل ڏوهن مان هڪ آهي. اهڙن مقدس پروٽيسٽنٽ ۽ ڪيٿولڪ قيد خانن ۽ شيطاني تهه خانن ۾ ٻارن کي اهڙن ڇيندڙ ڪوڙين ڪٿائن سان ايذايو ٿو وڃي. اهڙي طرح انهن کي سيکاريو ٿو وڃي ته صحيح سوچڻ لچائي آهي ۽ ايمانداري سان پنهنجي خيال جو اظهار ڪرڻ ڪفر آهي ۽ ويساهه جي بجاءِ حقيقت تي منحصر آزادانه ۽ خوشگوار زندگي گذارڻ کي پاڪ روح جي خلاف ڏوهه سمجهيو وڃي ٿو.

ٻارن کي اهڙي سکيا ڏئي ڪاري بگاڙي ڪوجنا ۽ ترقي جو ويري بڻايو ويو آهي. اهي پنهنجي ذات سان ئي سچا نه رهيا آهن. اهي خوفناڪ ڳالهيون عيسائيت جو حصو آهن. هنن روح جي سچائي وڃائي ڇڏي آهي. پروفيسر "ڪليفورڊ" چواٿي، "اهي انسان ذات جا ويري بڻجي پيا آهن." ان ڪري هو سيني پيئرن ۽ مائرن کي تلقين ڪري ٿو ته پنهنجي ٻارن کي پادرين کان پاسو ڪرايو. انهيءَ آچر واري اسڪول جي جنوني جنڙن ۽ وهم جي غلامن کان ڪين پاسي رکو.

هو انهن کي شيطان ۾ ويساهه ڪرڻ سيکاريندا. خدا جي دوزخي جيل ۾ دائمي اونداهين بندي خاني ۾، جتي انساني ارواح هميشه لاءِ عذاب ۾ هجن ٿا. اهي ڪوڙ پاسي ڪجن ته سمورو سناءُ ڊهي ڍانوان ڊول تي وڃي. هي دوزخ جو عقيدو انتهائي جهنگلي پڻي وارو آهي بيهودو

چريائپ وارو خواب آهي. اهو ايشور کي حيوان ۽ هاتار ٻڌائي ٿو. يسوع کي بي رحم نانگ جو ڏنگ ٻڌائي ٿو. غريب ٻارن کي هن هيبت کان بچايو. هنن کي انهن دائمي ڪوڙن کان پاسو ڪرايو.

(IX) ياڳ نائون

پڇاڙي

مان مڃان ٿو ته پراڻي ۽ نئين عهدنامي ۾ گهڻائي چڱا ۽ سٺا احوال آهن. لڳي ٿو ته يسوع واتان پيار محبت جا هيرا جواهر ڦٽي نڪتا آهن. هر سچو ۽ ڪومل لفظ هانوءَ سان هندائڻ جهڙو آهي. هر خيال جنهن جي پنيان همدرديءَ جو لڙڪ آهي سو قابل تعريف ۽ پيار جوڳو آهي. پر مان ان سموري کي جيئڻ جو تيئڻ قبول نٿو ڪري سگهان. يسوع سان منسوب گهڻيون ئي ڳالهيون دماغ ۽ دل کي ڏوڏي ڇڏين ٿيون. اهي چيندڙ ۽ عقل جي بلڪل برعڪس آهن.

نئين عهدنامي مان اگر سموري لامحدود وحشت کي ڪڍيو وڃي ته دائمي عذاب جي بي ڪنار خباثت کان پاند آجو ڪرائي سگهجي ٿو، ايمان ذريعي ڇوٽڪاري جو بيهودو خيال، شيطانن جي وجود ۾ جهالت وارو تصور، ڪفاري جي دائميت ۽ جبر، عدم تشدد جو نظريو، جيڪو پنهنجي بچاءَ واري فطري حق کان دور ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو ۽ انهن سيني نڪتن کان سواءِ باقي رهيل پوتر ڪتاب ڪيڏو نه وڻندڙ ۽ شاندار لڳندو! هن گيان جي پيٽ ۾ ڪائنات ۾ موجود هر شيءِ ڪيڏي نه ڪمزور ۽ مرجهايل لڳندي! ان صورت حال ۾ خدا جي وجود جو احساس ڪيڏو نه خوشيءَ ۾ مبتلا ۽ آنند ڏيندڙ پاسندو. اهو تصور ڪيترو نه اياريندڙ ته خداوند اسان جو ابو اهي ۽ انسان ذات جي اولاد سان اپار

پريم اٽس ۽ هنن جي هر دم پرگهور لهي ٿو! اها ڄاڻ ڪيڏي نہ خوشي بخشيندڙ هوندي تہ انسان ذات جنهن ڏس وڃي، جنهن پاسي سفر ڪري هر دڳ ۽ پيچرو شفاف ۽ اجري شانتي جي منزل ڏانهن اوڏو ڪندس! اهو سوچي دل ۾ ڪيڏا نہ خوشي ۽ آنند وارا اڌما اٿندا. تہ حضرت يسوع موت مٿان فتح حاصل ڪيئي ۽ هينئر سندس قبر تي موجود پيٿوڙي راڪاس کي هميشہ لاءِ پڇايو ويو. آئينده اهو مقبرو ابدي زندگي جو لنگهہ بڻجي ويو! اها ڄاڻ هي معلومات بہ بخشيندي تہ هاڻي هر غم ۽ گوندر خوشي ۾ بدلجي ويو. غربت، ناڪامي، شڪست، شڪتي، مقام ۽ دولت بي معنيٰ آواز لڳندا. پنهنجي ابهم ٻارڙي کي گوڏن تي وهاري چئي سگهجي ٿو، ”هي منهنجو آهي، هميشہ لاءِ منهنجو آهي.“ ڪيترو نہ اپار آنند ملندو! جنهن محبوبہ سان توکي پريم آهي هن کي پنهنجي ٻانهن جي ياڪر ۾ جڪڙي تون محسوس ڪري سگهندين تہ هوءَ صرف تنهنجي آهي، هميشہ لاءِ، چاهي سج غروب ۽ برج الوپ تي وڃن! ان حقيقت جو علم ڪافي آهي تہ پنهنجا پيارا ۽ وڇڙيل غائب ڪو نہ ٿي ويا آهن. بلڪ اهي اجا حيات آهن. پيار ڪن ٿا. ۽ توهان جي اوسيئڙي ۾ اکڙيون وڇايل اٿن اها ڄاڻ ڪيڏي نہ پلي آهي تہ حضرت يسوع موت جي ٻاٽ اونداھ کي لوڏي ڪڍيو ۽ قبر کي دائمي جوت سان منور ڪيو. ڪيڏو نہ آنند ۽ اميد آهي تہ من ان حقيقت جو مزو ماڻي. ان ڪان وڌيڪ مزي جي ڪنهن کي ڳولا هوندي؟ هن علم ڪان وڌ، آشا لاءِ بي ڪا جڳهہ ڪونهي.

ڪيترو نه سين ۾ ۽ ن موهيندڙ موت هوندو! ڪيڏو نه اسين هن جي مڌائين دوپڙي ڪي پسڻ لاءِ اوسيئڙو ڪندا سون. ڪيئن نه بي نور ڏوڏن مان پرنور شعائون نڪرنديون ۽ ڪيئن نه دل بي جان هٿ جي ان ڇهاءَ لاءِ بي چين هوندي. ڪفن شانائتو لباس هوندو. جنازي وارو جلوس لوب لائي جو راڳ ۽ قبر، ابداءَ جو انت ۽ دائمي خوشيءَ جي شروعات هوندي. ڪيترو نه چڱو جو اهو سڀ نظر اچي ۽ سارو نئون عهد نامو صحيح هجي. ڪيترو نه چڱو جو سرڳ ئي نه هجي بجاءِ ان جي جو سرڳ ۽ نرڪ هجن. ڪيترو نه چڱو جو ايشورتا نه هجي بجاءِ جو ديوتا ۽ دئيت هجي، يلي جي دائمي نند هجي بجاءِ جو فرشتو بڻجي ۽ پنهنجا پيارا اذيت ۾ ڏسجن. بهتر آ جي آزاد ۽ پيار پري زندگي هجي، جيڪا آخر قبر ۾ هميشه لاءِ ختم ٿي وڃي بجاءِ جو لافاني غلام بڻائي ڇڏي!

آقا ايترو مهان نٿو ٿي سگهي جو غلامي کي پرمسرت بڻائي سگهي. مون کي ڪا خواهش ناهي جو هڪ ڪنهن وارو خادم. پرن وارو غلام بڻجان. ان کان بهتر موت آهي، پرهنن جو چوڻ ته، ”جڏهن توهان اهي وهم ڇڏي ڏيو، ته باقي بچي ئي ڇا ٿو؟“

## 7. والٽيئر

اهو ڏنو ويو آهي تہ ڪنهن هڪ عهد جا ملحد ٻئي دور جا ولي درويش ثيا آهن.

پراڻي کي مٽائڻ وارا نئين جا معمار بڻيا آهن.

وقت سان هر شيءِ پراڻي ٿئي ٿي ۽ پراڻي نئين کي جنم ڏئي ٿي.

شعوري دنيا ۾ بہ جسماني وجود جيان واڌ سوس ٿئي ٿي. جم، جواني ۽ انت.

شعور جي ارتقا جي تاريخ ناستڪن جي رَتُ سان لکيل آهي.

هرعهد ۾ سياسي حقن جا محافظ غدار رهيا آهن.ذهني آزادي "منڪرن" جي قرباني جو نتيجو آهي!

•بادشاه جي خلاف ڳالهائڻ واري کي باغي ۽ پادري سان اختلاف راءِ کي ڪفر قرار ڏنو ويندو هو.

انساني تاريخ ۾ صدين تائين "تلوار" ۽ "ڪراس" جو پاڻ ۾ ڳٺ جوڙ رهيو. حاڪمن ۽ پادرين گڏجي انساني حقن کي پائمال ڪري هڪ ٻئي کي تحفظ ڏنو.

بادشاهت ۽ ڪليسا هڪ تخم مان پيدا ٿيل ٻن ڳجهن جيان هيا.

جيمس پهرين جو قول هيو " اگر پادري جو وجود برقرار نہ رهيو، تہ بادشاه پڻ قائم ڪين رهي سگهندو." مطلب تہ ڪراس ۽ تخت لازم ملزوم هيا. بادشاه انسانن جي جسم جو مالڪ هيو تہ پادري روح جو!

پهريون زبردستي محصول وصول ڪندو هيو ۽ ٻيو ماڻهن جي ذهنن ۾ اجايا خوف الڪا پيدا ڪري ڏن وٺندو هيو. هڪ ڦورو تہ ٻيو پينو. ٻنهن جو جياپو ڦر ۽ پن تي هيو،

بيئي جهان (دين ۽ دنيا) سندن قبضي هيٺ هيا بادشاهه قانون ٺاهيندو هيو ۽ پادري مسلڪ. ڄڻڪ ٻنهي خدا کان اختيار لکائي ورتو هيو. بيئي. آد ڄڳاد کان ايشور جا نمائندا هيا!

پهرين (حاڪم) جو بوجهه ڍوئيندي ماڻهن جي چيلهه چڀي ٿي پئي هئي ۽ ٻئي جي معجزن جا احوال ٻڌي ، ڄڻڪ، حيرت ۾ ٻڏي ويا هئا.

اگرڪوئي انسان سندن چنبي کان آجو ٿيڻ جو جتن ڪندو هيو ته بادشاهه ڪيس نابود ڪري ڇڏيندو هيو ۽ پادري "هيرود" جلاد جيان باشعور انسانن جي سسين جا ڍير لڳائڻ ۾ دير ڪين ڪندا هئا.

حاڪم " قوت " ذريعي ۽ پادري " خوف " وسيلي انساني سماج تي حڪمراني ڪندا رهيا. هر انسان لاءِ اهو پڇڻ موزون ٿيندو ته " عظمت ڇاکي چئجي ٿو؟"

عظيم شخص ڄاڻ حاصل ڪري، سوچ جي حدن کي وڌائي ٿو خدائي قهر جي خوفائتي خيالن کان ذهن کي آزاد ڪرائي عميق سمندن مان پار اڪرائي ٿو سوچ ۽ فڪر جون اڻ ڄاتل دنيائون پسائي ٿو. عظيم شخص کي ڪنهن داد يا مرتبي جو چاهه نه هوندو آهي. هو هڪ سچو انسان هوندو آهي، حق ۽ آنند جو ڳولهائو۽ پنهنجي اِها اڻ ملهه موڙي انسان ذات ۾ ورهائيندو رهي ٿو.

عظيم انسان هنج جيان هيرا موتي ڳولهي ماڻهن ۾ ورهائي ٿو جنهن سبب ماڻهو پاڻ هنج ٺجيو پوي . اگر اهي عظيم هستيون اِها ونڊ

ورهاست ڪين ڪرين ها تہ هن وقت سنسار اندر انسان دشمن وحشين جو راڄ هجي ها!

عظيم انسان جهالت جي اونڌه ۾ روشني جو ترورو، وهمي دنيا ۾ سچو رهبر - ۽ ڪامل استاد جيان هوندو آهي.

عظمت اڪثريت ۾ سمايل ڪين هوندي آهي ۽ نہ وري ڪنهن انسان ۾ سمائجي سگهجي ٿي. ڪوئي بہ اها دعويٰ ڪين ڪري سگهندو تہ هو ڪنهن کي "عظمت" بخشڻ جي شڪتي جو مالڪ آهي! انسان صرف مرتبو ۽ طاقت ڏيئي سگهي ٿو. عظمت باطن مان اتپن ٿئي ٿي.

عظيم اهي مهاوير جوڌا جوان آهن جن انسانن کي جسماني اذيتن ۽ عذابن کان آجو ڪرايو. عظيم اهي مفڪر ۽ دانشور آهن جن انساني فڪر کي آزادي بخشي. عظيم اهي شاعر آهن جن ڪروڙين بد حال انسانن کي خوشي ۽ محبت جا ترانا ڏئي سندن چهري جي مرڪ موٽائي ۽ جياپي جي آس، اميد، اتساهہ ۽ سگهہ عطا ڪئي.

عظيم اهي فنڪار آهن جن پنهنجي فن جي عظمت سان انساني تاريخ ۾ بي جان پٿرائين ديوارن کي امر بڻائي ڇڏيو.

عظيم اهي جوڌا آهن جن " جهالت" ۽ "ڏپ" جي واڳن جون سسيون وڍي ڇڏيون، جن ظالم ۽ بي ترس "گورڪن" کي ڏڪائي ڪڍيو ۽ قهاري فرعون کي بي تخت بڻائي ڇڏيو.

انهن هستين اذيت ايجادون ۾ کوجناؤن ڪيون. اهي ڪاريگر ۾ ذات جا ڏاتار هئا جن جي ڪارڻ، اڄ ،هن دنيا کي مهذب مڃيو وڃي ٿو.

انهن سمورن ويرن ذات ڏٺين جو مهندار والٽيرآهي جنهن جي ياد ۾ شرڌانجلي جا گل پيش ڪرڻ لاءِ هتڙي گڏ ٿيا آهيون.

والٽيئر جو نالو انسان جي عظمت ۾ پادرين جي خباثت جي علامت آهي. ڪليسا وارن جي آڏو سندس نالو وٺڻ ائين لڳندو چڻ توهان ڪو انهن خلاف اعلان جنگ ڪيو آهي. پادري جي ڇهري تان عاجزي وارو نقاب لهي ويندو ۾ سندس واتان تهمت، بهتان ۾ گارگند جو " نياگرا" وهڻ شروع ٿي ويندو! ان جي باوجود والٽيئر پنهنجي صدي جو عظيم انسان هو. انسان ذات جي آزادي لاءِ هن ڪان وڌ ڪنهن بئي انسان جاکوڙ ڪين ڪئي آهي.

آرتور 21 نومبر 1694 تي هڪ ٻار ڄائو جيڪو ڪافي ڪمزور هيو ۾ ساهه بہ تڪليف سان کڻي رهيو هو. ان ڪارڻ مائٽن جلد"بپتسميہ" ڏياري. ڪين خوف هيو تہ جي بنا بپتسميہ ڪرائڻ جي هو مري ويو تہ ڪيس ابدي اذيت ۾ پيڙا پوڳڻي پوندي. ڪين اها ڄاڻ هئي تہ بنا "چندي هنيل" ٻار کان خدا نفرت ڪندو آهي. پادري بہ چار پاڻي جا ڇنڊا هڻي ٻار جي زندگي بچائي ۾ کي (Francois Marie Aronet) جو نالو ڏنو ويو. پادري کن پل لاءِ بہ اهو نہ سوچيو تہ ٻنڌڻن ۾ ويڙهيل نبل ٻار جيڪو ساهه بہ مشڪل سان کڻي رهيو هو، هڪ اهڙو عظيم شخص بڻبو جيڪو آزادي جي آواز کي هُن "خونخوار وحشي" جي شڪنجي کان بچائيندو.

والٽيئر جڏهن هن چرين جي منڊل تي نروار ٿيو تہ سندس ملڪ تي اٺڪل چوڏهن سو سال کان ڪرستان مذهب جو اڏيڪار رهيو جيڪو مهذب پٽي کان ٺلهو ھو! هڪ هزار سالن تائين اِهو امن ۽ خيرخواهي جو ڌرم غالب رهيو. عيسائي بادشاهہ قاعدا قانون ناهيندا هيا ۽"ڏاها پويتر پادري" انهن جي منظوري ڏيندا هئا.

ان عالمي پيار محبت واري شروعاتي دور ۾ هر هڪ شاهي دربار ۾ هڪ اذيت گهر هوندو هو ۽ هر پادري اذيتن جي نت نون اوزان سان پيڙا جو عمل جاري رکندو رهيو!

پهرين چئن پويترڪتابن جي ڪاميابي جو ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ "سائنس" کي هنن ملڪ مان نيڪالي ڏيئي ڇڏي.

اظهار راءِ، انسان ذات جي تربيت ۽ سکيا، علمي کوج، حق جي تلاش وغيره قابل سزا ڏوهہ ليکيا ويا ۽ "ماتا ڪليسا" جا رکپال اهڙن ڏوهارين جا سر لهرائي يا باهہ ۾ جلائي سزا ڏيندا رهيا.

"خدا جي بي اننت پيار" ۾ اعتقاد آڻيندڙن اکيچار انسانن کي مختلف تهمتن هيٺ پيانڪ سزائون ۽ عذاب ڏياريا ويا. شڪ هيٺ جهليل انسانن کي قبولرائڻ لاءِ تشدد ڪيو ويندو هو. سزا پوڳيندڙ ماڻهن کان بين جا نالا اگرائڻ لاءِ ڪين قسمين قسمين پيڙائون ڏنيون وينديون هيون. ڪليسا موجب "ظلم ۽ تشدد" ئي اصلاح جو واحد موثر طريقو هيو.

سن 1694ع جي پلاري سال ۾ گھڻوڪري فرانس جا سڀ ليکڪ بادشاھ ۽ پادرين جي رحم و ڪرم تي ھيا. ڪيترن ئي کي بندي بڻايو ويو مٿن مالي ڏنڊ وڌو ويو، ڪجھ ملڪ بدر ڪيا ويا ۽ ڪيترن کي ڦاھي ڏني وئي.

جلاد کي پنھنجي ذميوارين مان جي ٿورو وقت بچندو ھو تہ اھو وري ڪتابن کي جلائڻ لاءِ صرف ڪيو ويندو ھو!

عدالتون معصومن کي ڦاسائڻ جو ذريعو ھيون. جج بہ پادرين جيان ساڙ سڙيا ۽ ظالم ھيا. پئنچن جي راءِ ذريعي مقدمو نہ ھلندو ھو ۽ اھڙا قاعدا جوڙيا ويا ھيا جن جي ذريعي شڪ جي بنياد يا ٻڌي ٻڌائي ڳالھ کي جوابدار خلاف ثبوت جي طور مڃيو ويندو ھو!

شاھدن کي اڳ ٻڌايو ويندو ھو تہ جج ڇا ٻڌڻ پسند ڪندا ٻئي صورت ۾ عمل جي نتيجي ھيٺ سندن لاءِ بہ شامت ايندي ھئي!

ڪرشمن ۽ ڪرامتن جو سنسار تي راڄ ھو. ھر ڳالھ سمجھائي ويندي ھئي پر سمجھ ۾ ڪجھ نہ ايندو ھو. ڪليسا سڀ کان اوچي ليکبي ھئي. بيمارن جو راھبن پاران ڏنل تعويذن جي ذريعي علاج ڪيو ويندو ھو. ڊاڪٽر بجاءِ پادري کي سڏايو ويندو ھو جيڪي بيمارن ۽ مرڻينگن کي تعويذ وڪڻندا ھيا. اھي خوشبو گاڏر ننڍڙا ڪاڳرن جا ٽڪرا ھر قسم جي بيماري جو علاج تصور ڪيا ويندا ھيا. اھو بہ عقيدو عام ھو تہ جيڪڏھن پينگھي ۾ تعويذ رکي ڇڏبو تہ ٻار تي جنن پرين جو اثر نہ ٿيندو، اگر اناج جي گدام ۾ رکبو ھو تہ ڪوئا اناج کي نقصان نہ رسائيندا. جيڪڏھن ان کي زمين ۾ پوري ڇڏبو تہ موسم موافق ٿيندي،

پارو پري پئجي ويندو، مينهن وقت تي ضرور وسندو ۽ فصل پلو ۽ جهجو ٿيندو! ڪليسا وارن جو چوڻ هيو تہ سموريون بيماريون ايشوري جاپ سان دفع ٿي سگهنديون، جنهن لاءِ پاٺ پوڄا، جهاڙ ڦوڪ، درويش سنياسين جي هڏن يا ڪراس جي ٽڪرن کي ڇهڻ، پويتر پاڻي ڇڙڪائڻ يا پڙهيل لوڻ يا تيل لڳائڻ جا طور طريقا استعمال ڪيا ويندا هيا.

ان دور ۾ مئل درويش بهترين طبيب هيا. سنت ويلنٽائن کي مرگهي جي علاج لاءِ، سنت جرويئس سنڌن جي سور جي علاج لاءِ، سنت مائيڪل ڪينسر جي علاج لاءِ، سنت جوداز سردي بخار ۽ کنگهہ جي علاج لاءِ، سينٽ اووندبسين ٻوڙائپ جي علاج لاءِ، سنت سيبستان نانگن، وڇن ۽ ٻين زهريلن جيتن جي ڏنگن جي علاج لاءِ، سنت اپولونيا ڏندن جي سور جي علاج لاءِ، سنت ڪليرا اکين جي مرضن، ۽ سنت هيوبرٽ پاڳل ڪتي جي چڪ پاتل مرض جي علاج لاءِ پوڄيا ويندا هيا. ڊاڪٽرن کي چرچ جي اپٽ جي راه ۾ رڪاوٽ سمجهيو ويندو هو. ان ڪري سائنس کي ڌرم جو ويري ليکيو هو.

ڪليسا جو خيال هيو تہ فضا بد روحن سان پريل هئي. هر اپراڌي جي باطن ۾ بدروح جو واسو هيو. انسان جي هڪ پاسي فرشتا هيا تہ ٻئي طرف شيطان، جڏهن ليکو چوکو برابر ٿيندو تڏهن خدا بدروحن کان نجات ڏياريندو.
شيطان کي فضائي حڪمراني هئي جنهن جي ڪارڻ سردي، سينور، ڪينوڻ ۽ ٻوڏ تي بہ اختيار هيس. گرجا وارن جو بنيادي عمل پويتر پاڻي، گهنڊ گهڙيال، اگربتي لوبان ۽ ڪراس ذريعي فضا تي قابض شهزادي جي منصوبن کي مات ڏيڻ هو.

گھندن کي خاصي اهميت حاصل هئي انهن کي پاڪ ٻاٽي سان ڏوئبو هيو ۽ انهن جو آواز فضا ۾ موجود بدروحن ۽ ڏائڻين کي ڀڄائي ڇڏيندو هو. اهي گھنڊ ماڻهن کي طوفان ۽ ڪينوڙ جي اثر کان بہ بچائيندا هئا. ماضي جي ان دور ۾ ڪليسا وارا ڪينئن ۽ ماڪوڙن جي خلاف بہ ڪاروائي ڪندا هيا. ڪوئن جي خلاف مقدما داخل ڪري ڪين سزائون ڏنيون وينديون هيون. هر گرجا گھر کي پنهنجو هڪ طلسماتي جادوگر هوندو هيو جيڪو لوبان، پويتر پاڻي، لوڻ، تبرڪ، تعويذ وغيره وڪڻندو هو. هرسائنسي علم جي ننڊا واجب سمجھبي هئي ۽ هر حقيقت کي برو ليکبو هو. علمي محققن کي خطرناڪ ۽ مفڪرن کي غدار سمجھيو ويندو هيو - انساني شعور جي ترقي کي روڪڻ لاءِ ڪليسا جي مهنتن ننهن چوٽي جا زور لڳايا.

ان عهد ۾ وسوسن ۽ ويساهن کان سواءِ ٻيو ڪجھہ هيو ئي ڪين، حقيقي آزادي هئي نہ تعليم نہ فلسفو نہ سائنسي علم! سنسار شيطان ۽ ڪليسا جي گرفت ۾ هيو.

گرجا جا ڪرتا ڌرتا جنن، ڏائڻين ۽ شيطانن جي وجود ۾ پختو يقين رکندا هئا، ان ڪري سمجھندا ها تہ سندن شڪتي جو هر ڪوئي ويري هيو. پنهنجي هر مخالف تي جادوگري جي تهمت هڻي شيطاني قوت جو نمائندو قرار ڏيئي وسوسن ۽ وهن ۾ جڪڙيل عوام کي ڀڙڪائي سندن هٿان انهن جو اذيتناڪ انت آڻائيندا هئا.
ان خوفنائتي اصول هر دوست لاءِ پنهنجي دوست جي ذهن ۾ شڪ اٿپن ڪري ڇڏيو ۽ مڙس کي زال خلاف، مائٽن کي ٻارن جي خلاف ۽ ٻارن کي مائٽن جي خلاف شڪ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هو. ان انساني قدر

پائمال ڪيا. عدالتن ۾ انصاف نہ رهيو ۽ دوستي جي رشتن کي لويو ويو. انساني زندگي زهر سمان ڪري ڇڏي.

ڪيٿولڪ مت وارن جي نظر ۾ پروٽيسٽنٽ جي اندر بدروح جو واسو هيو ۽ پروٽيسٽنٽ جي ذهن ۾ هر ڪيٿولڪ جي اندر جنڙن جو مقام هو. ڪارڻ، ڪرم، سبب سيني جو ڄڻڪ وجود ئي ڪونہ هو! قدرت جو پڻ ڪو وجود ڪو نہ هيو. علم ۽ جاهل هڪ حد تي اچي پهتا هيا. پادري هارين لاءِ وچايل پنهنجي ڇار ۾ پاڻ ڦاسي پيا هئا ۽ عيسائيت جو عاليشان محل هڪ وڏي پاڳل خاني ۾ بدلجي چڪو هيو.

جڏهن والٽيئر ڄائو هو تہ فرانس تي ڪليسا جو راڄ ۽ قبضو هو. عالمي ويچار جو دور هيو! پادري اخلاقي آدرشن کان وانجهيل منصف ظالم ۽ پنهنجي ڪرت کان ڪورا هئا. شاهي محل ڄڻڪ بداخلاقي جو اڏو هيو. امير بيرحم، مغرور ۽ انتهائي ظالم هيا. عام ماڻهن سان جهنگلي جانورن جيان سلوڪ ڪندا هيا. گرجا وارن کي اهڙي صورت حال تائين پهچڻ لاءِ هزار سال لڳا هيا.
هر امير ۽ پادري لاشعوري طور تي انقلاب جا ٻج ڇٽي رهيو هو. جيڪي آهستہ آهستہ بدقسمت عوام ۽ بد بخت محنت ڪشن جي سيني ۾ سلا ٿڄي رهيا هئا. اکين کي آب رساني انهن مصيبت ماريلن جي ڳوڙهن مان ٿي رهي هئي. وقت جي هوائن ۾ انهن ٻور جهلڻ شروع ڪيو. هينئر ڪين صرف ظالمن جي خون جي پياس هئي. ڪاريگر نٿهڻ اُس ۾ سخت محنت سبب ڪاراٽجي ڪومائجي ويا هئا. حسين جميل رئيس زادين جي ڇٽي ڳچي کي حقارت جي نظر سان ڏسي ڪين مارڻ لاءِ واجهہ وجهندا رهيا.

انهن ڏينهن ۾ شاهدن کي انيڪ اوزان وسيلي پيڙا ڏيئي پچا ڪئي ويندي هئي. ڪليسا "وهم" جو بارود خانو هيو. معجزن، پويتر شين، فرشتن، ڪرشما، نشانيون، جنڙن جو ڪو ڪاٿو ڪونہ هيو. ڪوڙ وانگر عام هئا!

انگلستان ۾ " جارج پهريون " " مئي پول ۽ هاٿي " سان پاڻ وندرائي رهيو هو، " جارج ٻيو " وري چيڙاڪ ۽ حاسد هيو. انگريزن ۽ سندن ٻولي کان نفرت ڪندو هيو. ڪوڙي ساک اهڙي قائم ڪيائين جو انگريز بہ اڳيان سيس نمائڻ ۾ خوشي محسوس ڪندا هيا. ڏوهن جي سزائن جي فهرست ڏاڍي خونخوار هئي، 223 ڏوهن هيٺ موت جي سزا مقرر ٿيل هئي! جيل مجرمن سان ستيل هيا ۽ ڦاسي گهاٽ بہ تمنار! ماڻهن کي بهتر بڻائڻ جي سوچ کي ختم ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوششون ڪيون وينديون هيون. ڪليسا جو بنياد وهم ۽ رسمن جي ادائيگي تي ٻڌل هوندو هو. رياست جو مدار ڦٽڪن، بنديخانن تي هيو. ان " ذريعي " کي وطن دوستي جي ستي سمجهيو ويندو هو!

اسپين ۾ ديني عدالتن جو مڪمل قبضو هيو. انساني شعور جي اوسر کي روڪڻ لاءِ هر قسم جا عقوبتي اوزار ڪتب آندا ويندا هيا. اسپين يهودين کي ملڪ مان هڪالي ڪڍيو. يهودي جيڪو اتان جو قابل طبقو هيو، مسلمانن کي ڪڍي ڇڏيو جيڪي ڏاهپ ۽ عقلمندي جي علامت هئا! اجاين، احمقانہ ۽ لغو قسم جي مذهبي روين سبب اڄ اسپين سچي مذهبي روح کان خالي آهي!

پورچوگال ۾ خدا کي خوش رکڻ خاطر هو عورتن ۽ ٻارن کي ان ڪري ٻاهه ۾ زنده ساڙيندا هئا تہ هنن پويتر ڏينهن تي گوشت واپرايو هو.

اطالوي قوم، پادري، راهب ۽ راجائن جو اهو حال هيو جو هر هنڌ ميڙاڪا لڳندا هئا. دنيوي رنگن، لذتن ۾ بد مست ! اتان جي نظام تي ديني عدالتن جو غلبو هيو. سرسجدي ۾ ۽ دل دغابازي ۾ رذل. شڪنجي جي بيمر هلائيندي ۽ پويتر آڳ لاءِ ڪاٺين جون پريون گڏ ڪندي خوشي محسوس ٿيندي هئن.

جرمني ۾ عورت مرد جي رشتي کي نفرت سان ڏٺو ويندو هو - ۽ ڪين زنده ٻاهه ۾ جلائڻ عام هو.

دنيا تي تهمت پرستي جي حڪمراني هئي!

قانون جي نفاذ ۽ حڪمراني جو صرف هڪ جواز آهي : انسان جي آزادي جو تحفظ. عام ماڻهو کي بنيادي حق، هاري کي زميني پيداوار، ڪاريگر کي پنهنجي ايجاد ۽ محنت جو اجورو ڏيڻ. فنڪار کي سنديس فن جو جائز معاوضو، مفڪر کي پنهنجي خيال جي اظهار جو حق. آزادي هر ترقي جو روح آهي !
فرانس جو عوام بادشاهہ لاءِ رانديڪن سمان هيو. هر هنڌ "بئسل" - نما ڏاڍ جا بنديخانا هئا. پريا تريا گهر، اڀايل ٻنيون ٻارا ان جي نذر ٿي ويا. بادشاهہ جي چوياري ۾ سيپئي ظالم شامل هئا. تخت اذيت جو سرچشمو، ڪليسا ان جي ٻانهن ٻيلي! سائنس ۽ فلسفو ڪفر هئا.

امرا، پادري، اٽمر پويتر ۽ ٻني کيڙڻ وارا نقصان رسائيندڙ جانور جيت جيان هئا. آلسي آرام طلب لاءِ آسائشون محفلون ۽ رنگينيون، ته ٻئي طرف ڏينهن رات محنت مشقت وارن لاءِ مشڪل سان سوڪ سڙيل ماني ڳيو.

(II) ياڳ ٻيو
جواني جا ڏينهن

والٽير عوامي ماڻهو هو. ان دور جي رواج مطابق ٻڻ بنياد ڪان وانجهيل هيـــو. هنجـــو اصلـــي نـــالو (FrancoisMarieArouet) هيـــو. (Marguerited Aumard)هن جي ماءُ هئي. جيڪا سندس ڄمر جي ستن سالن بعد گذاري ويئي. هن جو وڏو پاءُ آرمند ڪٽر مذهبي ۽ اڻ وٽندڙ طبيعت جو مالڪ هيو ۽ پاءُ جي بي ديني کي بدلائڻ جي اميد ۾ گرجا ۾ پاسون پڻ باسيندو هيو. عام ڄاڻ مطابق والٽيئر جي خاندان ۾ ڪو ادبي ذوق وارو ماڻهو ڪونه هيو.

ايروٽ ڪڏهن هڪ ست به نه لکي هئي . (Abbe de Chaulieu) هن کي والٽيئر ٻڌايو. جيتوڻيڪ هن جو تعلق خانقاه سان هيو پر هو الهام جو منڪر هيو. هن کي مذهب ڏانهن ڪو لاڙو ڪين هيو. هن جو واسطو رڱو پڳهار سان هيو. والٽيئر کي پيءُ وڪيل بڻائڻ تي چاهيو پر ڪيس وڪالت سان ڪا دلچسپي ڪونه هئي.
ڏهن سالن جي عمر ۾ هو ڪاليج (Louis Le Grand) ۾ داخل ٿيو. اهو هڪ " جيس مت " جو اسڪول هيو جتي هو ستن سالن تائين رهيو. سترهن سالن جي عمر ۾ پڙهائي اڌ ۾ ڇڏي ڏنائين. ان بعد هو ٻئي ڪنهن اسڪول ۾ نه پڙهيو. والٽيئر جي ڇوڻ موجب هن اتي ڪجهه ڪين

پرايو سواءِ ٿوري يوناني، ڪجهہ حد تائين لاطيني، بولين جي، باقي گهٽو ڪجهہ واهياتپٽو!

ان ڪاليج ۾ تاريخ، جاگرافي، حساب يا ٻيو ڪو سائنسي علم نہ پڙهايو ويندو هو. اهو هڪ ڪيٿولڪ مت وارو ادارو هيو ۽ (Jesuits) عيسائي فرقي جي انتظام هيٺ هلندو هيو. انهن ڏينهن ۾ مذهب کي رياستي تحفظ ، تعاون ۽ حمايت حاصل هوندي هئي. ان مسلڪ جي حمايت ڪات، ڪهاڙن، سنگينن، اذيتن ۽ ڦاهين ذريعي ڪئي ويندي هئي .

جڏهن والٽيئر ڪاليج ۾ پڙهي رهيو هو تہ بادشاهہ جا سپاهي "ڪيونس" جي پهاڙين ۾ پروٽيسٽنٽ فرقي وارن کي ڳولهي ڳولهي، جڙتو فتوائون وٺي اذيتون ڏئي ، شڪنجي ۾ جڪڙي چچري چيري ماري يا ساڙي سزائون ڏئي رهيا هئا.

سترهن سالن جي عمر ۾ والٽيئر پنهنجي زندگي ادب لاءِ وقف ڪرڻ جو پرڻ ڪيو. سندس پيءُ اها روش ڏسي پنهنجي ٻنهي پٽن جي باري ۾ اظهار ڪندي چيو " مون کي ٻہ چريا پٽ آهن، هڪ نثر ۽ ٻيو نظم. "

سن 1713ع ۾ هو هڪ رواجي ايلچي بڻيو. هن کي هيگ ۾ فرانسي وزير جي ماتحتي ۾ رکيو ويو. جتي هن کي هڪ ڇوڪريءَ سان پيار ٿيو. ڇوڪريءَ جي ماءُ کي اها ڳالهہ نہ وڻي. والٽيئر هن ڏي پنهنجا ڪپڙا موڪليا ۽ ملڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. ڳالهہ ظاهر ٿي وئي ۽ هن کي نوڪريَ مان برخواست ڪيو ويو. ڇوڪريءَ ڏانهن هن خط لکيو: "پاڻ کي ماءُ اڳيان پڌرو نہ ڪر توکي پلي پانت ڄاڻ آهي تہ هو ڇا نہ ٿي ڪري سگهي. ان کان تون چڱي طرح واقف آهين. تنهن جي لاءِ پاڻ

لڪائڻ ئي واحد ڏڳ آهي. چئينس تہ تون مون کي وساري ڇڏيو آهي.
توکي مون کان نفرت آهي ۽ ان بعد تون مون کي اڳ کان وڌ پيار ڪر!"

ان کان پوءِ والٽيئر کي سندس پيءُ آق ڪري ڇڏيو ۽ هن جي گرفتاري جو حڪم نامو حاصل ڪري پنهنجي پٽ کي سزا منتخب ڪرڻ جو موقعو ڏنو تہ يا هو قيد خاني وڃي يا ملڪ بدر ٿئي. هن آخرڪار وڪيل بڻجڻ قبول ڪيو - ۽ چيائين "مون هڪ وڪيل جي دفتر ۾ ڪم ڪندي هڪ هفتو گذاريو آهي جتي مان هڪ "نرڪائو" ڪم جي سکيا وٺي رهيو آهيان."

" ناٽرڊيم " گرجا گهر اندر پرارٿنا واري هنڌ جي شاندار اڏاوت جي سلسلي ۾ بادشاهہ جي دريا دلي تي والٽيئر هڪ نظم لکي ڪري مقابلي ۾ شريڪ ٿيو پر ڪاميابي پلئہ ڪو نہ پيس. ٿورو وقت وڪيل سان گڏ ڪم ڪرڻ کان پوءِ ڪيس وڪالت کان نفرت ٿيڻ لڳي. ان بعد شاعري ۽ الميہ نگاري شروع ڪيائين. ان زماني ۾ فرانسسي عوام جي ذهنن ۾ ڪيئي معاشرتي سوال اڀري رهيا هئا جيڪي کين بيچين ڪري رهيا هئا.

سن 1552ع ۾ "ڊڪٽر بيئس" جي ذهن ۾ مقدر - ۽ انسان جي " ارادي خود مختياري " جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جي سلسلي ۾ ڪيئي اختلافي سوال پيدا ٿيا." ڪارڊيلئن راهبن " 76 مسئلن/رٿائن کي پاڪندي ۽ پوپ جي خلاف قرار ڏنو ۽ پوپ کان ان تي فتوي (Bull) پڻ ورتي. ان (Bull) ۾ ڪجهہ حصا واضع نہ هيا انهن جي مقصد جو مدار (Comma) جي استعمال تي هيو. ڊاڪٽر بيئس جي دوستن روم ۾ پوپ کي رجوع ڪيو تہ کين ٻڌايو وڃي تہ (Comma) ڪٿي استعمال ڪئي وڃي. پوپ

پنهنجن پين مسئلن ۾ ايترو تہ الجهيل هيو جو (Bull) جو مسودو جيئن جو تيئن واپس موڪلي ڇڏيو، جنهن جي ڪري مسئلو سلجهي نہ سگهيو.

جينسينٽ ۽ مولينسٽ (Jansenism and Molinism) فرقن جي وچ ۾ پڻ وڏو تڪرار برقرار رهيو. موليني هڪ اسپيني عيسائي هيو جنهن جو "ارادي خود مختياري" جي باري ۾ پنهنجو الڳ رايو هيو. "انسان ارادي طور آزاد آهي، پر اها آزادي خدا جي مرضي جي پابند آهي تہ هو ان کي استعمال ڪهڙي طرح ڪري تو! " اسان جا تنگ نظر مذهبي عالم اجان تائين ان بي وقوفاڻي بيهودگيءَ کي چنبڙيا پيا آهن.

"جينسينيس" فرانسي جيسٽ عيسائي هيو جنهن جو " مقدر" واري نظرئي تي ان حد تائين يقين هيو تہ خدا کي ناممڪن ڳالهين تي بہ اختيارآهي ۽ بيو تہ حضرت عيسيٰ هميشہ امر ۽ لازوال آهي.

سن 1641ع ۾ (Jesuits) عيسائن کي فتويٰ (Bull) حاصل ٿي جنهن ۾ (Jansenius) جي پنجن رٿائن کي رد ڪيو ويو. جنهن سبب (Jansenius) ڪليءَ طور لي ويو ۽ انهن رٿائن جي حقيقت کان ئي انڪار ڪري ڇڏيو. بنهي فريقن (Jansenism and Molinism) جو اهو مسئلو فرانس ۾ اڍائي سو سالن تائين تڪرار جو سبب بڻيو رهيو !
والٽيئر جي ڏينهن ۾ اهو مسئلو تڏو تي اچي ان حد تي پهتو هيو تہ اهي پنج رٿائون جن کي پوپ فتويٰ ذريعي نندينو هيو ڇا اهي واقعي جينسس فرقي وارن جون ٺاهيل هيون؟ جينسس اهو ثابت ڪيو تہ اهي پنج رٿائون، هنن جي ڪتاب ۾ ئي نہ هيون، ڇو جو "پاسڪل" جي هڪ

ﭘﺎڻيجي جي اک جي بيماري حضرت عيسيٰ جي تاج مان حاصل ڪيل هڪ ڪنڊي جي ڇهاءُ ذريعي ختم ڪئي ويئي!

سن 1713ع ۾ يونيجينيٽس فتويٰ (Bull Unigenitus) لاڳو ڪيئي ويئي - ۽ نتيجي طور سيپيئي بنديخانہ جينسيسي فرقي سان لاڳاپو رکندڙ ماڻهن سان ڀريا ويا .اهڙا سوال جن جو تعلق تقدير، تدبير، اخلاقيات، احتساب، خدا جي رضا، الاهي قهر وغيره سان رهيو هو صدين کان هن مهذب دنيا جي ذهنن تي ڇانئيا رهيا آهن. انهن سوالن جي حمايت ۽ مخالفت ٿيندي رهي آهي. سئزرلينڊ، هالنڊ، سڪاٽ لينڊ، انگلينڊ، نيو انگلينڊ ۾ لکين ماڻهو اڄ بہ قسمت جو لکيو ۽ ارادي خود مختياري جي آزاد ضرورت، اخلاق، مقدر، روزقيامت جي حساب ڪتاب جهڙين ڳالهين ۾ مصروف آهن .

لوئيس چوڏهين جي مرڻ کان پوءِ ريجنٽ اقتدار سنڀاريو ۽ قيد خانن جا دروازا کوليا ويا. هن بند قيدين جي ڏوهن جا تفصيل معلوم ڪيا تہ خبر پيس تہ کنهن کي خبر کونہ هئي تہ سندن ڪهڙو ڏوهہ هيو، جنهن سبب هو قيد هيا؟ بس اڳوڻي بادشاهہ جي مرضي هئي. قيدين کي رها ڪيو ويو جن مان گهڻا تہ ڇريا ٿي پيا هئا. هڪ اطالوي ٽيٽيهہ سالن کان قيد ۾ بند هيو پرڪيس خبر نہ هئي تہ سندس ڏوهہ ڪهڙو هيو! ٽيٽيهہ سال اڳ هو پيئرس آيو ۽ ترت کيس قيد اماڻيو ويو هو. هو پوڙهو ٿي چڪو هيو، نہ گهر نہ ٻار نہ سنگت نہ ساٿ . هن قيد کان ٻاهر وڃڻ نہ ٻاسيو ۽ قيد ۾ ئي پنهنجي باقي رهيل زندگي گذاريائين ! پراڻا قيدي آزاد ٿيا پر جلدئي وري نون قيدين سان بندي خانا ڀرجي ويا!!

ان وقت والٽيئر کي هن عظيم دنيا لاءِ ڪا دلچسپي ڪونہ هئي. هن کي مذهب ۽ حڪومت جي ايڏي چاڻ ڪونہ هئي. هن پاڻ کي شاعري، مزاح ۽ الميہ نگاري ۾ مصروف رکيو هو. زندگي جذبن سان ڀرپور هئي. سوچ، ويچار تخيل جي دنيا اندر پتنگن جيان اڏام ۾ هئا.

هن تي تنقيدي ۽ طنزيہ مواد لکڻ جو الزام لڳايو ويو ۽ کيس شهر نيڪالي ڏيئي ٽي سو ميل ڏور طولي "Tulle"موڪليو ويو. اتي ويهي هن لکيو " مان هڪ اهڙي "جڳهہ " تي آهيان جيڪو هڪ وڻندڙ مقام آهي بشرطيڪ مون کي شهر نيڪالي ڏئي اوڏانهن نہ اماڻيو وڃي ها ۽ هتي مون کي ٻئي ڪنهن شيءِ جي ايتري طلب ڪونہ آهي جيتري ان جڳهہ کي پنهنجي مرضي سان ڇڏڻ جي آزادي جي ! اتي رهڻ باعث مسرت ٿيندو بشرطيڪ مون کي وڃڻ جي اجازت هجي."

آخرڪار شهر نيڪالي جو مدو ختم ٿيو. هن کي ٻيهر گرفتار ڪري "Bastile"واري اذيتي بندي خاني موڪليو ويو جتي هو تقريبن هڪ سال تائين رهيو ۽ اتي هن پنهنجو نالو ڦيرائي والٽيئر رکيو ۽ ان وقت کان وٺي هو ان نئين نالي سان ڄاتو وڃي ٿو.

والٽيئر اونهاري ۾ ٽڙيل گلن جيان زندگي سان ڀرپور ڦوهہ ۾ ، سرڪاري خرچ تي هر موضوع تي پنهنجا نادر خيالات پڌرا ڪندو رهيو. حڪومت وقت کي اها ڳالهہ نہ آئڙي ۽ کيس فرانس کان نيڪالي ڏئي انگلينڊ موڪليو ويو. فرانس جي حدن ۽ گرمين مان نڪري " البين" جي جهڙالي موسمن ۾ داخل ٿيو. هتي سندس ڄاڻ سڃاڻ مشهور هستين ۽ اعليٰ اختياري وارن سان ٿي. هو پوپ سان مليو، جيڪو گفتار جو غازي هيو، اهڙو پختو ڪلاڪار هو جيڪو هو بهو قدرتي گلن جيان ڪاغذي

گل جوڙيندو هو. پر انهن ۾ نہ خوشبوءِ هوندي هئي نہ سوچ لاءِ اتساهہ ڏيارڻ جي شڪتي. هن جي انگريز تخليقڪار "ينگ" سان ملاقات ٿي جنهن "ويچارن جي رات" نالي ڪتاب لکيو هو. ينگ هڪ جهونو، نيڪ، ٻڏيوان، معزز، "رياڪار" هيو جنهن بادشاه جي محبوبہ جي سفارش ذريعي (Bishop) بڻجڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. هن جي "چيسٽر فيلڊ" سان بہ ڏيٺ ويٺ ٿي جيڪو مجلسي آداب ۾ ماهر ليکبو هو ليڪن ماڻهپي کان خالي هيو. سندس "موسم" جي ليکڪ ٿامسن سان بہ واقفيت ٿي جنهن کي سج ايرڻ جو منظر پنهنجي بيڊ روم مان وٽندو هو ۽ ڳوٺاڻي زندگي جو مزو شهري ماحول مان حاصل ڪندو هو. هو(Swift) سان پڻ مليو جيڪو زهري ٻاٽن ذريعي مسٽر "بل" کي زڪ پهچائڻ جو جتن ڪندو هو. هو ڏاڍو، چالاڪ، چرچائي، بيرحم، ظالم ۽ وڏو شيطان هيو. "ڪنگرو" سان بہ مليو جنهن کي ايڊسن ادبي ميدان ۾ شيڪسپيئر کان بہ مٿيرو سمجهندو هو، جنهن "وڏي گرجا جي راحت" کان سواءِ ٻيو ڪو جملو تحرير ڪونہ ڪيو هو !

(III) ياڳ تيون جواني جو آغاز
والتيئر سوچڻ سکيو، شڪ ڪرڻ ۽ سوال ڪرڻ سکيو. هن گرجا ۽
مذهب جي تاريخ پڙهي. هن پروڙيو تہ انوقت جي مذب جوبنياد الهامي
لکڻين، ”گرجا“ جي غيرترديدي حقيقت، حزياني سنتن جي وياکياڻن،
پادرين ۽ خانقاهي خواتين“ نن ” جي بيهودگين، ڪوڙ بدوڙ ۽ چالاڪين
جي بنياد تي قائم هو. هن کي ان حقيقت جو بہ علم حاصل ٿيو تہ
شهنشاهہ قسطنطين، جنهن عيسائيت کي وڏي اوج تي رسايو، پنهنجي
زال ۽ وڏي پٽ Chrispus کي ساڳئي ئي سال قتل ڪيو، جنهن سال هن
عيسائيت جي اهم علمبردارن ” Council of Nice“ جي گڏجاڻي ڪوٺائي،
جنهن ۾ اهو فيصلو ڪرڻو هيو تہ حضرت عيسيٰ محض بشر هيو يا خدا
جو پٽ هيو؟ سن 325ع ۾ ڪائونسل فتويٰ ڏنو تہ حضرت عيسيٰ اندر
”ٽيئي شخصيتون“ يڪجا هيون. ”گرجا“ جا اڪابر ان مڙس ۽ پيءُ جا
تورائتا هيا جنهن پنهنجي زال ۽ پنهنجي پٽ جو قتل ڪيو هيو! ڇو جو
هُن ”نجات“ ڏيندڙ جي دوئي واري تڪراري سوال جو مسئلو حل ڪرايو
هو!! هن کي اها بہ ڄاڻ پئي تہ سن381ع ۾ Theodosius قسطنطنيہ ۾
هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي جنهن اهو فيصلو ڏنو تہ ”پويتر آتما“ ”پويتر پتا“
مان اتپن ٿي. سن 431 ع ۾ ننڍي ٿيوڊيئس Ephesus ۾ ٻئي ڪانفرنس
گهرائي جنهن اهو فيصلو ڏنو تہ ”ڪنواري ميري“ ڪرِست جي ماءُ هئي.
سن451ع شهنشاهہ ”مرشين“ ”چيليسدن“ شهر ۾ هڪ ٻئي ڪانفرنس
ڪوٺائي جنهن ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ مسيح جي ذات اندر بہ
تمنائون هيون ۽ 680 ع ۾ شهنشاهہ (Pognatius) هڪ گڏجاڻي جو
انتظام ڪيو جنهن فيصلو ڏنو تہ مسيح جي انهن ٻن تمنائن جي پورت
لاءِ سندس بہ الڳ سياءُ هيا. سن 1274 ع ۾ (Lyons) شهر ۾
ڪونايل ڪائونسل اهو اهم فيصلو ڏنو تہ ”پويتر آتما“ نہ رڳو ”پويتر

پتا" مان اتپن ٿئي هئي پر ساڳئي وقت "مقدس پٽ" مان بہ اتپن ٿئي هئي !

ان طرح خدا طرفان چرچ آڏو پڌرو ڪيل ڪجهہ حقيقتن جي عام ڄاڻ کي تيرهن سو سالن جو وقت لڳي ويو !

والٽيئر اهو بہ محسوس ڪيو تہ ان ڪٽر مت دنيا ۾ رهندڙ انسانن جي دلين ۾ ڊپ ۽ خوف جا پوائتا احساس پيدا ڪيا هئا. هن اهو بہ محسوس ڪيو تہ مذهبي لباس پهريندڙ ڪي نيڪو ڪاري ڪان وڌيڪ مقدس سمجهيو ويندو هيو. معجزا، ڪراس، هڏن ۽ ڪانين جا ٽڪرا انساني حقن ۽ جانين کان وڌيڪ اهم ليکيا هئا ۽ اهڙين علامتن ۾ اعتبار ڪرڻ وارا انسان دوست ڪين هئا.

هن پنهنجي سموري سگهہ ۽ صلاحيت سان هن"انسان دشمن اجگر" جي مخالفت ڪئي.

والٽيئر ساڃاهہ عقل جو پيامبر هيو. هن کي خبر هئي تہ ڪا "اوائلي" يا "پهرئين" ٻولي ڪونہ هئي جنهن سيني ٻولين کي جنميو هجي. هن کي اها ڄاڻ بہ هئي تہ هر ٻولي جي اوسر تي انساني ماحول ۽ حالتن جو اثر پئي ٿو. هن کي سڌ هئي تہ برفاني علائقن جي ٻولي گل ۽ بلبل واري ٻولي ڪونہ هئي ۽ اها بہ پلي پانت ڄاڻ هيس تہ ٻولي ۾ ڪي معجزا رونما ڪونہ ٿيا هئا. بابل واري ٽاور واري ڪهاڻي جي صداقت پڻ ناممڪن هئي. هن کي ڄاڻ هئي تہ سموري دنيا ۾ هرشيءِ پنهنجي فطري

انداز سان هلي پئي. نه صرف ٻولي پر سائنسي، علم جي حوالي سان به هو ڪيمياگري جي مخالف هيو. هن جو سوچ جو اظهار هيٺ ڏنل لکڻي مان ٻخوبي ملي ٿو،" لوهه کي سون ٺاهڻ لاءِ ٻه ڳالهيون تمام ضروري آهن: پهرئين لوهه جو نيستي ۽ ٻيو سون جو سرجڻ ."

والٽيئر اسان کي تاريخ جي تتو گيان کان پڻ آگاهه ڪيو.

والٽيئر وڏندڙ سياڻ، خوش مزاج، زندهه دلي ۽ مزاحيه شخصيت جومالڪ هو. هو دلي طور "ڪالون" جي فلسفي کي ناپسند ڪندو هيو: ان کي قنوطي، ڏاڍائي ۽ غير فطري سوچ جو حامل سمجهندو هيو. هو انهن سيني ماڻهن جي حالت کي رحم جوڳو سمجهندو هو جيڪي ايماندار ۽ خوش مزاج ٿيڻ لاءِ مذهب جي مدد جي اوٽ وٺندا هئا. هن کي حال کي خوش رنگ ٺاهڻ جي جرئت ۽ ايندڙ وقت سان مهاڏو اٽڪائڻ جي سوچ ۽ صلاحيت هئي. ڏيڍ سو سالن جي عرصي گذرڻ بعد به اجان تائين عيسائي دنيا هن شخص جي ويچارن ۽ يادن جي مخالفت ۽ بدنامي ۾ مسلسل رذل ڏيکاري پئي ڏئي. هر پرچارڪ سندس نالو حقارت سان وٺي ٿو ۽ هر منبر تان هن جي خلاف غيبت ۽ بهتان تراشي لڳاتار جاري آهي. هو واحد شخص آهي جنهن جي باري ۾ ڪڏهن به ڪنهن شرعي پادري سچ نه ٻڌايو آهي، هن کي ٻئي يعني ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ فرقا نندينندا رهيا آهن.

ناصح، پنچ، پادري، بشپ، ڪارڊينل وغيره والٽيئر خلاف الزام تراشي بهتان ۽ تهمتن سان دنيا ۾ چوٻول پيدا ڪري ڇڏيو آهي. مون کي ته تعجب ان ڳالهه جو آهي ته پادري گرجا دشمن "والٽيئر" جي باري ۾ سچ بيان ڪرڻ کان نٽو اڪر واري وينا آهن. دراصل هزار سالن کان به وڌ

عرصي کان مذهبي مبلغن جي منبرن تان ”ڪوڙ“ ۽ ”بهتان“ جنم وٺندا رهيا آهن.

والٽيئر پڪو پرڻ ڪيو هو ته سر زمين تي موجود وهمن ۽ وسوسن کي نابود ڪري ساهه پٽيندو.

هو هر ان طريقي سان، جنهن سان هڪ دانشمند وڙهي سگهي ٿو وڙهندو رهيو. هو سمورن نقادن کان مٿانهون هو. هن پنهنجي ذهانت کي ان مد ۾ پرزور نموني استعمال ڪيو. پنهنجي ان ”خو“ جي حوالي سان هو پنهنجي مٽ پاڻ هو. هن ”خوشامند ۽ چاپلوسي“ جي هنر کي نئي معنيٰ، مطلب ۽ اونچائي بخشي. سخن وري جو ڏاتار هيو. هو بناوٽ، منافقت، ڪوڪلاٽپ ۽ انڌ وشواس واري ٽولي جي مخالفت ڪندو رهيو.

والٽيئرڪي فريبي، خود غرض، مطلبي، چاپلوس، بي نڪن کان بچان لڳندي هئي ۽ پادرين، اميرن جي خوشنودگي حاصل ڪرڻ وارن کان اڪثر ونءُ ويندو هو. ڪڏهن ته هو ڪين برداشت ڪندو هو پر اڪثر ست سُري بڌائڻ کان باز نه ايندو هو. جيڪي هونءَ ته وقت جي وهڪري سان وسارجي وڃن ها پر، والٽيئر جي ذهني ڪمال سبب اهي ٿي بد روح اڄ تائين تاريخ جي صفن تي پڪڙيل آهن!
اهو چوڻ رواج بڻجي پيو آهي ته هو ”گهري سوچ“ کان وانجهيل هيو. اهوڪجهه حلقن طرفان ان ڪري چيو وڃي ٿو ته هو جاهل ڪونه هيو. لغو ۽ واهيات ڳالهين کي به هو مرڪي سهي ويندو هو. ڪڏهن به غيرمهذب نه رهيو. هن جي راءِ هئي ته خدا ڪڏهن پادرين کي به هميشه لاءِ لعنتي

قرار نہ ڏيندو - ۽ ان خيال کي ”بدعت“ قرار ڏنو ويو. هن عيسائين کي پنهنجي هم مذهبن جي مارڻ کان باز رکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ حضرت عيسيٰ ۾ وشواس رکڻ وارن کي سمجهائڻ لاءِ ۽ مهذب بنائڻ لاءِ جيڪي ڪجهہ ڪري سگهيو ڪيائين. اگر هو بہ ڪو فرقو بڻائي ها، ڪنهن رياست جو اختيار حاصل ڪري ها، ڪجهہ بدعتي مارائي ها تہ انهن حلقن ۾ ڪيس مان، پذيرائي ۽ عزت ملي ها. ڏيکاوَ خاطر ئي جي هو پراچين دور جي حڪايتن کي مڃي ها، ڍونگي انداز ۾ عبادت ڪري، تسبيح جا داڻا ڦيري، عيسيٰ جي اوٽ ۾ فلسفي جي مالا جپي ها تہ هن وقت جنتي بڻجي گناهگارن جي پيڙا جا لقاءَ پسي ها !

جيڪڏهن هو وقت جي ايمان آڏو ڪنڌ نمائي ها، ان تي ويساهہ آڻيندي رحمي ۽ شڪتي وان پرميشور جي ڪروڙين مخلوق جي دائمي ڏک ۾ مبتلا ڪلئي تي يقين جو اظهار ڪندي ان جي مثالي انصاف پسندي کي ساراهي ها، سندس فرمودات مطابق تاڦيل ”پوپ“ جي جنسي ڪج روين ۽ نڱين جي پنيرائي ڪري ها تہ هن وقت تاريخ جي صفحن ۾ ”سنت والتيئر“ جي نالي سان سڃاتو وڃي ها!

انيڪ سالن تائين هن بي چين شخص پوري يورپ کي پنهنجي جرڪندڙ ذهني تخليقن سان پئي نوازيو. هن تاريخي لکڻين، مضمونن، طنزومزاح، ناول ۽ شاعري جي ذريعي انسان جي ارتقا جي مختلف سطحن ۽ ذهني صلاحيتن جي ڀرپور عڪاسي ڪئي ۽ ساڳئي وقت قياس آرائين جي ڪاروبار ۾ بہ رڌل رهيو. ڪروڙ پتي رئيس زادن جي محفلن ۾ گپ شپ ۽ پادرين جي رنگين معاشقن جي معلومات کان آگاهي کان علاوه هو سائنسي کوجنا ۽ فلسفي جي مختلف اصولن کان بہ ناواقف نہ هيو ۽

بابل ۾، هر پل وهم. وسوسن تي وار ڪرڻ کان پاڻ کي، ڪڏهن غافل ڪين رکيائين. اٽندي ويهندي هو گرجا کان پاڻ کي پري ڪندو رهيو.

"آرگس" جي نگاهن سان ڏسندو هيو ۽ "بريرئيس" جي قوت سان ان تي وار ڪندو رهيو. سٺ سالن تائين هن لاڳيتي اڻ ٽڪ جنگ جوٽي، ڪڏهن کلي عام ته ڪڏهن موقعي مهل جي مناسبت سان، هروقت، هرڪنهن جي آزادي کي ذهن ۾ رکندي، ان حوالي سان، هو ڪامياب ترين شخص هيو. هن شاهن جيان زندگي گذاري، يورپ جي هڪ طاقتور هستي بڻجي پيو. هن جي ذات ذريعي، پهريون پيرو" ادب " کي ايتري پذيرائي ملي.

عيسائي مبلغن چواٽي والٽيئر مودب نه هيو. پاڪ شين تي اچاتري نگاهه وجهندو هيو. "پويتراآڳ" آڏو جوتا ڪين لاهيندو هو. موسيٰ جي "زميني" علم، يوهانا جي آسماني "ويچارن" ۽ "جونها" جي جيوت ڪهاڻي تي هو ٺٺوليون ڪندو هو. انهن مبلغن چواٽي اهڙا حيرت ۾ وجهندڙ معجزا، ڪرشما ۽ الهامي ڪتائون احترام ۽ عقيدت سان پڙهڻ ٻڌڻ هر بني بشر تي لازم هو. خدا کي ٻاڏايو وڃي ته هو ڪين منطقي سوچ ذريعي فيصلي ڪرڻ ۽ نتيجي برآمد ڪرڻ واري صلاحيت تي حاوي اچڻ واري قوت عطا ڪري! انهن مبلغن جو ويساه هيو ته اهڙن ڪرشماتي، سمجهه ۾ نه اچڻ واري قصن ڪهاڻين جي صرف قدامت ئي انهنجي صداقت جو دليل آهي. انهن جي مخالفت ۽ مجتا کان انڪار ناقابل معافي جرم هيو. والٽيئر اهڙن سيني ناقابل فهم، غير منطقي ويساهن ۽ عقيدن چاهي اهي يوناني هجن يا مصري، چيني يا هندوستاني سيني کي ساڳئي تنقيدي زاوئي سان ڏسندو هيو. دنيا ۾ ڪا اهڙي شيءِ

پويتر ناهي جو ان جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ يا صداقت معلوم ڪرڻ
ڪي ڏوهه قرار ڏنو وڃي. فلاسفر " لڪ لڪاءُ " کي چڱو عمل ڪين
سمجهندا آهن. "ڳجهه" سچ جو ساٿي ناهي. ڪو بہ غيرمنطقي شخص
مهذب ڪونهي. ڪابہ اهڙي پوڄا جنهن سان ذهن متفق ناهي، قابل داد
ناهي، ڪونہ ٿي سگهي ٿي.

سيني معجزن، ڪرشمن، پويتر ڪوڙن، غلطين ۽ وسوسن جي هو ڀرپور
مخالفت ڪندو رهيو. ڏاڍي خوش اسلوبي سان طنز ۾ حقيقتن سان ٽاٽيل
تير نيڪ نيڪ نشاني تي هڻندو هو.

اڪثر ماڻهن چواڻي هر وستو مذاق جوڳي ٿي سگهي ٿي پر سچائي سان
ٺٺولي ڪرڻ پنهنجي ذات سان زيادتي ٿيندي. انساني سوچ جا بي انت
انداز آهن - سچائي کي ڀل ڪهڙي بہ زاوئي سان پرکجي، سچائي
سچائي آهي.

"اصل وجود" جي احمقاڻي حيثيت کي ڪل پوڳ، ڇرچي ٺٺولي کان سواءِ
ٻيو ڪهڙي موت ملي سگهي ٿي؟ توهان اهڙي ماڻهو کي ڪيئن قائل
ڪري سگهو ٿا، جنهنجو وشواس آهي "پويتر پاڻي" پيئڻ سان سموري
ٺمورتي ان جي اندر سمائجي وڃي ٿي ، هڪ پادري دارون جي هڪ ڍڪ
پيئڻ سان "بي انتها" جي ڪيفيت حاصل ڪري سگهي ٿو؟ توهان اهڙي
ماڻهوءَ کي ڪيئن قائل ڪندوَ جنهن چواڻي بچيل پويتر جل کي محفوظ
ڪري رکجي، ائين نہ ٿئي جو ڪوئي "ڪوئو" پئي ڪري خدائي کي
خطري ۾ وجهي ڇڏي !

اهڙي ڪٽرپنٿي مذهبي ماڻهن جي ذهن تي منطق جو ڪهڙو اثر ٿيندو؟ انهن جو ان ڳالهه ۾ پڪو وشواس آهي تہ دياوان پرميشور بن ڙڇن کي موڪلي انهن دوران ڇاليهن ٻارن کي چيري ڦاڙي قيمو ڪري ڇڏيو. معصومن جو قصور اهو هو جو هنن هڪ گنجي پيغمبر کي ڏسي پنهنجي کِل روڪي ڪين سگهيا هئا.

اهڙن ماڻهن کي ڪير سمجهائي سگهندو؟ ڪيئن انهن بيهوده عقيدن مان نجات ذريعي فهم جي راهہ ملندي ؟ شايد تڏهن جڏهن ڪين پنهنجي اندر ۾ ٺٺولين جا ڪنڊا چڀندي محسوس ٿيندا.

اُن ڪري والٽيئر کي "ٺٺولباز" چيو ويندو آهي. پر ڪَنهن تي ٺٺولي ڪندو هو؟ ظالم بادشاهن تي، جن کي پنهنجي رعيت جيَ دک درد جي ڪا پرواهہ ڪونہ هئي، پنهنجي دور جي اوڇي شملي وارن پادرين تي چٿرون ڪندو هو، هو رشوتي ڪچهرين، ظالم، بي ايمان ججن قاضين جو مذاق اڏائيندو هيو. هو غيرانساني قانونن ۽ جهنگلي رواجن کي ننديندو هيو. هو پوپ پادرين، مهنتن، ٻاون ۽ هن ڌرتي تي هر منافق شخص جي مخالفت ڪندو هيو. هو ڪوڙن قصن، ڪهاڻين ۽ جڙتو واقعن لکڻ واري مورخن ۽ وسوسي وهم جي حمايت ڪرڻ وارن فلسفن جي نندا ڪندو هيو. هو آزادي جي مخالفت ڪندڙن ۽ انسان ذات کي ايذائيندڙن جو ويري هيو. وقت جي بي حيائي، ڌاڌائي، آڪڙ، بي ايماني جيَ هن بي باڪ مخالفت ڪئي.

هن کي ان ڪري برو چيو ويندو آهي جو هن طنز و مزاح کي پنهنجو تنقيدي آلو بڻايو.

منافق کي ڪڏهن بہ ڪل خوشي نہ وڻي آهي ۽ نہ وڻندي . بيوقوف ۽ احمق کي ڪلَ کان نفرت ۽ ڏاهپ کان حقارت هجي ٿي. والٽيئر طنز و مزاح جو ڏاتار هيو. هو بعيدازعقل ۽ ناممڪن ڳالهہ جي ٺٺولي ڪندو هو. هو ڪرشماتي، ديومالائي قصن ڪهاڻين، ڏند ڪٿائن، احمق آتمائن ۽ درويشي گپوڙن تي ويساه ڪونہ ڪندو هو. هن پروڙيو تہ بناوٽ ۽ پاڻ تي حڪمراني جي ڏنل اختيار جو سبب انڌو وشواس هئو. هن ڏٺو تہ ابوجهن جي اڪثريت تي چند چالبازن ۽ ظالمن جو قبضو هيو. هن ڏٺو تہ تاريخدان وهم وسوسن ۾ ورتا پيا هئا ۽ ناممڪن، بي عقلي واري قصن ڪهاڻين سان ڪتابن جا انبار ڀري ڇڏيا هئا. هن اهو بہ پرجهيو تہ سائنسدان ان ڳالهہ ۾ مطمعين هئا تہ ”هو چون ٿا! “

والٽيئر فطري طور قياس واري جبلت جو مالڪ هئو. هن کي ”سراسري اصول“ جي ۽ ساموندي سطح جي ڄاڻ هئي، هن کي تناسب جي خبر هئي. سو ان ڪري هن جو ديومالائي بلائن ۽ راڪاسن ۾ ويساه ڪونہ هيو. ارسطو چواڻي ”عورتن کي مردن کان وڌيڪ ڏند هئا“ ان ڳالهہ کي ارڙهين صدي جي ڪيٿولڪ پادرين وار وار ورجايو. والٽيئر انهن کي ڳڻي ڏٺو ۽ ان ڪلئي جي ترديد ڪئي. بين لاءِ ايترو ئي ڪافي هيو تہ ”هو چون ٿا!“

والٽيئر جو گهڻي عرصي تائين پنهنجي اردگرد جي ماحول ۽ عالمگيري ظلم و جبر جي باوجود ”خدائي“ ۾ يقين هيو. فطرت کي مذهب ڪري ليکيندو هيو. هو پنهنجي دور جي ماڻهن جي ان ڪري مخالفت ڪندو

رهيو جو هو خدا جو احترام ڪونہ ڪندا هئا. هو خدا کي پتا سمان چاهت، رحم ۽ انصاف جو سرچشمو ڪري ليکيندو هيو. ان جي برعڪس ڪيٿولڪ ڪليسا هن کي چريائپ ۽ قهاري روپ ۾ پيش ٿي ڪيو. انهي ڪارڻ هن بائبل جي پڙ پر زور مخالفت ڪيئي. ان ۾ بيان ڪيل ڌرتي ۽ آسمان جي باري ۾ ڄاڻ انصاف جي قاعدن قانونن، رسمن رواجن، عجيب معجزن، ڪلائيندڙ قصن ڪهاڻين مختلف موضوعن جي باري ۾ اڻ ڄاڻائي تي ٻڌل اڳ ڪٿين، خوف پيدا ڪندڙ ڳالهين، لوڀ لالچ جي تذڪرن جي هن ڪڍهن واڪاڻ ڪين ڪيئي.

ساڳئي وقت هو قدرت جي مناظرن جي تعريف ڪندو هيو. ان قادر جي واڪاڻ ڪندو رهيو جنهن جي هوا، مينهن، روشني، گل ٻوٽا، باغ باغيچا، اناج، ڦل، ڪل خوشي، سونهن، حسن، پيار، محبت سان هن دنيا کي مالامال ڪيو هيو.

هن انهن بيهودگين تي هر پهلو کان حملا ڪيا. ڏاهپ جو هر حيلو هلايو. هنجي ويڙهہ ۾ جواز، دليل، منطق، حقارت . نفرت ،طنزمزاح، رنج غصو سڀيئي عناصر شامل هئا. بعض اوقات هو معافي بہ گهرندو هيو پر، اهڙي انداز ۾ جو معاف ڪرڻ واري لاءِ اهو عمل اجان توهين آميز هوندو هو. هو اڪثر الي ويندو هو، پر اهڙي انداز سان جو سندس پهرين ڪيل ڳالهہ کان هزار وار وڌيڪ چيوٺيندڙ هوندو هئو. هو پنهنجي ڳالهہ کان اهڙي طرح ڦرندو هيو جو ڪجهہ موٺائي ونڻ بدران اجان ڪجهہ وڌيڪ ڏئي ڇڏيندو هو. هو حريف جي واڪاڻ بہ طنزيہ انداز ۾ ڪندو هو: تعريف ۾ طنز جا تير لڪل هوندا هئا. هو اڪثر پوئتي موٽ ڪائي اڳتي وڌي وار ڪندو هو ۽ هن جو ڳالهہ کان ڦرڻ بہ دعويٰ جي برابر هوندو هئو!

هن ڪڏهن پادرين کي اهو موقعو ئي نہ ڏنو جو هو ڪيس سڙندو پڄرندو ڏسي خوش ٿي سگهن. هن پنهنجي ڳالهہ تان قرڻ واري نقطي تي لکيو تہ مان مڃان ٿو تہ "پاسڪل" صحيح آهي پر جڏهن "سينٽ ليوڪ" ۽ "سينٽ مارڪ" جهڙين شخصيتن ۾ تضاد پسجي ٿو تہ انهن ماڻهن لاءِ اهو هڪ بيو ثبوت فراهم ڪري ٿو تہ مذهب جي سچائي ڪي ڪيئن سمجهي سگهجي ٿو. ان جي روشني ۾ اهو بہ ثابت ٿئي ٿو تہ "ڌرم" سمجهہ جي قوت کان بعيد آهي! مان ان حقيقت کي مڃڻ لاءِ ڪا آنا ڪاني ڪين ڪندس تہ سيئي پادري شريف ۽ لاطمع ماڻهو آهن، عيسائيت جا پوئلڳ ايماندار آهن، ڌرمي مهنت غرور ۽ رياڪاري کان پري آهن، "ڌرمي پڇاڻي" (Holy Inquisition) جو عمل انسانيت ۽ برداشت جو سونهري مثال آهي، مختصرطور تي آءُ سندن هر راءِ کي ٽيڪو ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، بشرطيڪ هو مون کي چين سان رهڻ ڏين ۽ ڪنهن معصوم ۽ بي گناه کي رنج نہ رسائين!

هن پنهنجي جواني جا ڏينهن ڌتڙيلن ۽ بي سهاري انسانن جي مدد، غلط فيصلن فتوائن جي منسوخي، ظلم ڏاڍ جي خلاف جدوجهد ڪرڻ، پادرين جي دلين ۾ رحم جو جذبو جاڳائڻ، ججن جي راه نمائي ڪرڻ، بادشاهن کي فهم فراست کان ڪم وٺڻ جي تلقين ڪرڻ، عوام کي مهذب بڻائڻ ۽ سندن دلين مان "جنگ" جي خواهش ۽ چاهہ کي ختم ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏيا.

شايد اوهين منهنجي اپٽار مان اهو مطلب ڪڍو تہ مان هن اوچي انسان کي ضرورت کان وڌيڪ پڌايو آهي. ان سلسلي ۾ آءُ جرمني جي مهان پرش گوئٽي جي هيٺ ڄاڻايل راءِ فخر سان پيش ڪريان ٿو: " اگر اوهين اتمتا، تخيل جي بلندي، عقل جي پرواز، ذوق حسن، ذهانت، فڪري

بلندي، فطرت جي سونهن، فن جي نفاست ۽ رنگا رنگي، شخصي مقناطيسيت، عقابي نظر، ذاتي پوترتا، بلاغتِ بيان، هم آهنگي ۽ يگانگت، آفاقيت - ۽ تڪميل طبع جا ڳولائو آهيو تہ " عظيمِ والٽيئر ڏانهن ڏسو!"

ان کان علاوه دوربين نگاه جي مالڪ جڳ پرست اسڪاٽ اديب "ڪارلائل" جنهن جو قلم ڊونگ ۽ رقيبن جا بخيا اکيلڻ کان ڪين ڪيٻائيندو هو - پڻ والٽيئر بابت اظهار ڪندي چيو هو تہ "جديد توهم پرستي جي وجود تي والٽيئر ئي ڪاري ضرب لڳائي هئي."

ڊاها هر شخص جي جوابداري آهي تہ هو پنهنجي دور جي وهم وسوسن کي ناس ڪري، پر پوءِ بہ هزارين اهڙا عورت مرد آهن جن جي انهن مذهبي وسوسن ۽ وهمن سان ڪا دلچسپي ڪونہ آهي پر ان جي باوجود پنهنجي ٻارن کي، اهڙي ڪوڙي سکيا حاصل ڪرڻ جي اجازت ڏين ٿا. ڪين "ابدي اذيت "(EternalSin) واري عقيدي سان زهرآلود بڻائڻ جي اجازت ڏين ٿا. هو اهنڪاري اڻ ڄاڻ پادرين کي، ميسٽن تعصبي استادن کي پنهنجي ٻارن جي ڪچڙي ذهنن ۾ وحشانيت جا ٻج ڇٽڻ جي اجازت ڏين ٿا، جيڪي سندن جيون کي ڊپ ۽ آذيت سان آلوده ڪريو ڇڏين. انسان ذات لاءِ آزادي ۽ بنا خوف خطر جياپي کان وڌيڪ اهم ٻئي ڪا ڳالھ ڪونہ آهي. "لافاني غلام کان فاني انسان بهتر آهي."

ماءُ پيءُ کي پنهنجي ٻاران هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ جيئن سندن ٻار آزاد جيون بسر ڪن. ڪين شڪ ڪرڻ، سوال پڇڻ ۽ کوج ڪرڻ جي سکيا ڏين. ٻنڌڻ ۾، پينگهن ۾، "هرڪيولس" بڻجڻ جي

سُتي ۽ لوري ڏين، نہ ڪي وهم جي واسينگ جيان سرڪڻ جي سڪيا ڏين

(IV) پاڳ چوٿون

قدرت جو قانون

انهن ڏينهن ۾ اها ڪوڙي دعويٰ ڪيئي ويندي هئي تہ خدا جو منصوبو يا قدرت جو نظام ظالماڻو نہ هيو. وڏي فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ ٿوري قرباني ڏيڻي پوندي آهي. جيوت جو جياپو جيوت تي آهي، جانور جو جانور تي، زوراور جو نربل تي. انسان سڀ کان وڏ ۽ مٿانهون آهي. نتيجي طور گهٽ وڏ لاءِ، ننڍو وڏي لاءِ بلي چڙهي ٿو. جيتوڻيڪ ان دليل سان گهڻي ئي مطمعين ٿيا، پر هزارين اهڙا هيا جن جو چوڻ هيو تہ آخر نبل جو بليدان ڇو؟ خوشي خاطر ايذاءَ ۽ اذيت ڇو؟ پر خوردبين جي ايجاد کان پوءِ جڏهن عام طرح اک سان نظر نہ اچڻ وارا انتهائي ننڍڙا خليا ۽ جيو گهرڙا ڏسڻ ۾ آيا تہ انسان کي لڳو تہ سندس بزرگن جي اها سوچ صحيح نہ هئي تہ، رڳو ڪمزور ۽ نبل جو پاڻ کان وڏ ۽ زوراور جي جياپي لاءِ بليدان ضروري هيو.

هاڻ اسان کي سڌ پئي آهي تہ وڏي قد قامت وارا جانور، جيت جيوڙا پاڻ کان ڪافي ننڍڙن جيوڙن ۽ جيو گهرڙن وسيلي ناس ٿين ٿا. انسان پڻ، خورد بين جي ذريعي نظر اچڻ وارن، يا نظر نہ ايندڙ انيڪ هاڃيڪار جيو گهرڙن سبب بيمار ۽ ناس ٿين ٿا. جي ايئن چئجي تہ ڪن جيو گهرڙن جي جياپي جو آڌار انساني ماس ۽ رت تي آهي تہ بيجا نہ ٿيندو. اهو ڏنو ويو آهي تہ Yellow Fever جي جيو گهرڙن ڪارڻ لکين ماڻهو

اجل جو شڪار بڻجي ويا آهن. ڪالرا جي ڪري قومون تباهه ٿي ويون آهن. اهو به ڏنو ويو آهي ته ڪي اهڙا به جيو گهرڙا آهن جن جي جياپي جو مدار انسان جي دل تي آهي، ته ڪي ڦڦڙن تي جيئن ٿا. اڪ ڪي نقصان پهچائڻ کان پوءِ نڪ جي هڏي تائين پهچن ٿا جتان بئي نظر واري تند تائين پهچڻ جي ڪن ٿا. کوجنا بعد اسان کي ان مسئلي جي بئي رخ جي ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي. پهريائين ايئن لڳندو هو ته ننڍا ساهه وارا وڏن جيون لاءِ بلي چڙهندا هيا پر، غور سان ڏسڻ سان ثابت ٿيو ته وڏا جانور ۽ جيو ننڍڙن جي بلي چڙهندا رهن ٿا .

والٽيئر جيون جي اوائلي دور ۾ " پوپ " جي ظاهري غير منفي روئي جو وڏو مداح هيو. اهو فڪر بختاور طبقي لاءِ وڏو پر جهلو هيو - امير لاءِ فائديمند - بادشاهن ۽ پادرين جي ڍال! سماج جي ڏتڙيل طبقي لاءِ ضرببيندڙ هٿيار! امارت کي دائم رکڻ لاءِ نادر طبقن لاءِ ڊونگي سهن شڪتي جي سکيا سان ڀمٽار!!

اهو " فڪر " مصيبت زده، زبون حال بکين ڏکين، ضرورتمندن لاءِ غير مناسب هيو. ان نظام ۾ ايمانداري، حب الوطني ۽ نيڪي، جو صلو قيد و بند ۽ جلاوطني جي صورت ۾ ڏنو ويندو هو. اهو اقليتي، خوشحال، مالدار طبقي جو نظريو رهيو آهي. جڏهن پورهيت اڻ ٿڪ جدوجهد بعد ان تي حاوي اچي وڃي ٿو ته ان نظرئي جو ڊينگو ڊيري ٿيو وڃي .

سن 1755ع ۾ لزبن (Lisbon) ۾ ڏاڍو ڀيانڪ زلزلو آيو جنهن جي ڪري هڪ اهم سوال جنم ورتو. ساڌارڻ انسان جو سوال هيو ته، خداوند هي

ڪهڙو قهر ڪيو آهي؟ هزارين ماڻهن، معصوم ٻارن، جيڪي سندس عبادت ۾ رڌل هيا، ڇو ڪن پل ۾ انهن جو ناس ڪري ڇڏيو؟

اهڙي جاني تباهي ۽ بربادي ۾ آخر ڪهڙي رمز هئي؟ جيڪڏهن زلزلو برپا ڪرڻو ئي هيو تہ پوءِ اهڙي ريگستان ۾ ڇو نہ ڪيو ويو جيڪو غير آباد هجي ها، يا ڪنهن سامونڊي حصي ۾ ڇو نہ آيو؟ ان لرزائيندڙ حقيقت والٽيئر جي ايمان ڪي لوڏي ڇڏيو. هن دنيا - ۽ تخليقي عمل مان سندس ويساه ويندو رهيو. سندس ڇواٽي "بد" عمل ڪنهن بہ ذريعي نافذ ٿئي نندڻ جوڳو هيو! آستڪ، ناستڪ ۾ تبديل ٿي ويو !

(V) ڀاڱو پنجون

انسان دوستي

(Toulouse) شهر تي خاص خدائي" ڪرم" ٿيل هيو. لطيف علامتن ۽ اهڃاڻن سان ڀرپور هيو. ماڻهو اهڙا اڻ ڄاڻ هيا جهڙا پٿر جا بوتا. پر انهن جي قبضي ۾ سٺن رسولن جا مڙهہ هيا. "هيروڊ" هٿان قتل ٿيل معصوم ٻارن جا هڏا هيا. "ڪنواري مريم" جي پوشاڪ جا ٽڪرا ۽ اڻڳڻت حذياني اوليائن جا هڏا ۽ ڪوپڙيون پڻ قبضي ۾ هيون.

هن شهر ۾ ماڻهو هر سال بہ جشن ملهائيندا هئا (Huguenots) جي شهر نيڪالي ۽ (St.Batholomew) جو يوم شهادت " تولوس" جي شهرين جي

تعليم ۽ تربيت ڪليسا جي تحت ٿي هئي. انهن ڪٽر پنٿين جي وچ ۾ ڪجهه اقليتي پروٽيسٽنٽ به رهندا هئا.

انهن مان هڪ پروٽيسٽنٽ جين ڪئلس (Jean calas) نالي خشڪ ميوي جو واپاري هو. هو چاليهه سالن کان ان ڪاروبار ۾ رذل هيو ۽ چڱي ساک ڪمايائين. ايماندار ۽ رحمدل شخصيت جو مالڪ هيو. هڪ زال ڇهه ٻار- چار پٽ ٻه نياڻيون هيس. هڪ پٽ ڪيٿولڪ فرقي ۾ شامل ٿي ويس. وڏي پٽ مارڪ انتوني کي پيءُ جو ڌنڌو نه وڻيو ۽ وڪالت جي تعليم حاصل ڪيائين پر، ڪيس وڪالت ڪرڻ جي اجازت نه ڏني وئي ڇو جو هو ڪيٿولڪ نه هيو. هن پنهنجي اصليت لڪائي وڪالت ڪرڻ لاءِ اجازت حاصل ڪيئي ليڪن ظاهر ٿي پيو. ان واقعي ڪيس ڏاڍو دل برداشته ڪيو ۽ مايوسي جي حالت ۾ هڪ ڏينهن پنهنجي پيءُ جي گدام ۾ آپ گهات ڪري ڇڏيائين.
"تولوس" جي ڪٽرپنٿي رهواسين اهو افواه ڦهلايو ويو ته سندس مائٽن ڪيس ڪيٿولڪ ٿيڻ کان باز رکڻ خاطر ماري ڇڏيو هو.

قتل جي ان جڙتو الزام ۾ ماءُ، پيءُ، هڪ پٽ، هڪ نوڪرياڻي ۽ گهر ۾ رهيل هڪ مهمان کي گرفتار ڪيو ويو.
سندن پٽ جي لاش کي ڪليسا وارن شهيد قرار ڏنو.

اهو واقعو سن 1761 ۾ رونما ٿيو. مقدمو هليو: ٻڌي ٻڌائي ڳالهين تي، رتي برابر ثبوت نه هئڻ ،سموريون ثابتيون جوابدارن جي حق ۾ هئڻ جي باوجود ۽ سموري بچاءُ واري ڌر جي گڏيل ڪوشش پڻ فيصلو ڦيرائڻ ۾ ڪامياب ڪونه ٿي سگهي.

نائين مارچ سن 1762ع تي ”جين ڪيلاس“ کي شڪنجي تي چاڙهي اذيت ناڪ موت جي سزا جو فيصلو سڻايو ويو. جنهن تي ٻئي ڏينهن ئي عمل ڪرڻو هو.

ڏهين تاريخ ڪيس ڪال ڪوٺڙي نئيو ويو. ان ڪم تي فائز عملي ڪي ديانتداري سان سزا تي عمل درآمد ڪرڻ لاءِ ”ڪراس“ جو قسم کڻايو ويو!

هن جا هٿ زمين کان چار فٽ مٿي پٿرائين ديوار ۾لڳل لوهي ڪڙي سان ٻڌا ويا ۽ پير زمين ۾ لڳل ٻئي ڪڙي سان ٻڌا ويا. سندس جسم سان ٻڌل رسا ۽ زنجيرون ان وقت تائين ڇڪيندا رهيا جيستائين ٻانهن ۽ پيرن جا سپيئي سنڌ جدا ٿي ويا، هن کي ڏوهه قبولڻ لاءِ چيو ويو پر هن انڪار ڪيو، هو ڏوهاري نه هيو. وري رسيون ڇڪيون ويون، جسم ٽڪر ٽڪر ٿي ويو پر هن ڏوهه قبول ڪو نه ڪيو.
هن جي وات ۾ هڪ سنگ وڌو ويو جنهن ۾ٽي پنٽ پاڻي هيو. اهڙي طرح هن جي اندر ٽيهه پنٽ پاڻي اوتيو ويو. جيتوڻيڪ هن جي تڪليف بيان ڪرڻ کان ٻاهر هئي پر هو پنهنجي ڳالهه تي اٽل رهيو.

هن کي سزا يافتائن جي گاڏي ۾ وجهي ڦاسي جي تختي تائين کڻي ويا، ڪيس اتي رکيل هڪ ڪاٺي جي ڪراس تي ليٽايو ويو. سزا جي پوئواري ڪرڻ واري هڪ لوهي سيخ کڻي هر هڪ ٻانهن ۽ ٽنگ، ٻن ٻن جاين تان ڀڳيون ويون. مٿانئن يارهن وار ڪيا ويا ۽ پوءِ هن کي مرڻ لاءِ ڇڏيو ويو! ٻه ڪلاڪ هن جو ساهه هلندو رهيو پر، هو آخري گهڙي تائين پاڻ کي بي ڏوهي چوندو رهيو! مرڻ ۾ وقت لڳڻ ڪري ڪيس گهٽو ڏنو ويو

۽ بعد ۾ پڳل ٽنل چچريل چٿيل رتو ڇاڻ جسم کي زنجيرن ۾ جڪڙي باهه ۾ ساڙيو ويو!!

اهڙو منظر "تولوسي" واسين لاءِ تماشو ۽ جشن سمان هيو. اسين اهو سمجهڻ کان قاصر آهيون ته اگر "تولوس" جي انهن نردئي رهواسين کي ان خوشخبري - ۽ انسان ڪش ڀيانڪ واقعي کان وانجهيل رکيو وڃي ها ته هنن جو رد عمل ڪهڙو هجي ها؟ يعني انسان ذات لاءِ خير سڳالي - ۽ ذرتيّ تي شانتي قائم رکڻ جي نتيجي ۾ ڪيئن سوچين ها؟

ايڏي ڪلور بعد به ناپر ڪونه آئي ! هن جي سموري جائيداد ضبط ڪئي وئي. سندس پٽ کي ان شرط تي ڇڏيو ويو ته هو ڪيٿولڪ فرقي ۾ داخل ٿيندو ۽ نوڪرياڻي کي ان شرط تي آزاد ڪيو ويو ته هو خانقاه ۾ مقيم رهندي، ٻن ڌيئرن کي به خانقاه ۾ موڪليو ويو. ستم رسيده وڌوا کي ڌر بدر جي نوڪرن ڪاٺڻ لاءِ ڇڏيو ويو !

والٽيئر کي جڏهن هن واقعي جي خبر پئي ته سندس بدن ۾ باه لڳي وئي. هو "جين ڪئلس" جــي هڪ پٽ کي پنهنجي گهر وٺي آيو ۽ واقعي جا تفصيل لکيا. هن وقت جي بادشاهن، راڻين، وزيرن ۽ وڪيلن ڏانهن خط لکيا وس آهر مالي مدد ڪيئي. ساري يورپ کي سالن تائين "جين ڪئلس " جي ڪنجهڻ ۽ چنگهڻ جي پڙاڏي سان ڀري ڇڏيو. آخرڪار هن کي ڪاميابي حاصل ٿي ۽ سزا وارو فيصلو منسوخ ڪيو ويو. معصوم ڏوهاري بي گناه قرار ڏنا ويا. گهرُ ڀاتين جي گذر بسر ۽ جياپي لاءِ هزارين ڊالرن جي امداد ڪئي ڪئي ويئي.

والٽير جو اهو ڪارنامو انساني تاريخ جي سونهري بابن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

## سرويني ڪٽنب

سروين نالي هڪ پروٽيسٽنٽ، پنهنجي زال ۽ ٽن ڌيئرن سان "لينگوڊاڪ" جي شهر ۾ رهندو هو. بشپ جي گهرڙياٽي، هن جي هڪ ڌيءَ کي ڪيٿولڪ بڻائڻ چاهيو.

قانوني طور بشپ کي اهو اختيار مليل هو ته هو ڪنهن به پروٽيسٽنٽ ٻار کي ان جي مائٽن کان ان جي روحاني نجات لاءِ وٺي سگهيو ٿي! ان ڇوڪري کي وٺي وڃي خانقاه ۾ رکيو ويو جتان هو ڀڄي وڃي مائٽن وٽ پهتي. سندس نازڪ جسم تي ڇهبڪن جا نشان هيا!

اهي نشان آسماني آديش جي پوئواري مطابق هئا: " اي ٻارو، پوڳٽا پوڳڻ بعد ئي توهان کي منهنجي شرڻ نصيب ٿيندي."

ننڍڙي ٻارڙي پنهنجو ذهني توازن برقرار نه رکي سگهي ۽ اچانڪ غائب ٿي ويئي ۽ ٿورن ڏينهن کان پوءِ سندس لاش گهر کان ٽي ميل پري کوهه مان هٿ آيو. ان واقعي بعد مشهور ڪيو ويو ته مائٽن ڪيٿولڪ ٿيڻ کان بچائڻ خاطر کيس ماري ڇڏيو.

اهو واقعو ڪرستان شهر "تولوس" کان ٿورڙي ئي فاصلي تي رونما ٿيو ۽ ان وقت "جين ڪئلس" پڻ قيد ۾ هيو. سروين پريوار کي پڪ هئي ته مقدمي جو فيصلو سندن خلاف ڪيو ويندو ۽ ان ڪري هو راتون رات شهر

ڇڏي هليا ويا. کين غير موجودگي ۾ سزا ڏياري وئي. جائيداد جي ضبطي، ماءُ پيءُ کي ڦاسي ۽ ڏيئرن کي ڦاسي تائين قيد ۽ بعد ۾ جلا وطني جي سزا.

هو سياري جي رات گهران ڀڄي نڪتا. سندن شادي شده ڌيءُ برفاني پهاڙي تي ٻار کي جنم ڏئي پاڻ مري وئي. آخرڪار بي يار ۽ مددگار هو اچي سيُزرلينڊ پهتا.

هو والٽيئر ڏانهن ڪهي ويا جنهن نه صرف سندن ماجرا جي حمايت ڪئي، پر اجهو ڏنو، روزگار جو بندوبست ڪيو ۽ سندن سزا کي رد ڪرائڻ لاءِ نون سالن تائين جدوجهد ڪندو رهيو. سندن مدد لاءِ بادشاهن، روس جي راڻي ڪيٿرن II ۽ سوين ٻين ماڻهن کي درخواست ڪئي. ڪيس ڪاميابي حاصل ٿي. ڪيس جي باري ۾ هن چيو ته "سروين پريوار خلاف سن 1762ع ۾ مقدمو هلايو ويو ۽ کين ٻن ڪلاڪن ۾ سزاوار نهرايو ويو ۽ 1772ع ۾ ڏهن سالن جي جدوجهد ڪان بعد انهن جا حق بحال ٿيا آهن."

هي والٽيئر جي اڻ ٿڪ محنت جو ٻيو عظيم ڪارنامو هيو. خدا پرستن کي خدا جي مخلوق سان چاهه رکڻ وارن سان ايڏي نفرت ڇو؟

اسپيناس جو معاملو

اسپيناس نالي هڪ سکيو ستابو پروٽيسٽنٽ فرانس ۾ رهندو هيو. سن 1740ع ۾ هن جي گهر هڪ پروٽيسٽنٽ پادري آيو جنهن کي هن ماني کارائي ۽ گهر ۾ رهايو. هڪ اهڙي ملڪ ۾ جت پادري "چنگ - لچڻ

سمارتين" جي جيونين ۾ وشواس رکندا هئا اتي اهڙو عمل ڏوهہ ليکبو هيو.
ان ڏوهہ لاءِ اسپيناس تي مقدمو هلايو ويو - کيس جنم ٽيپ ڏني ويئي.

23سال قيد ۾ گذارڻ کان پوءِ والٽيئر کي ان مقدمي جي خبر پئي ۽ سندس ڪوششن سان هو آزاد ٿيو ۽ گهر وارن سان اچي مليو.

اهو پڻ والٽيئر جو ڪارنامو هيو. جنرل لالي، انگريز جنرل بينگ، ڪورنيل جي پائٽي آدم نالي هڪ عيسائي جيسوسٽ، انيڪ ليکڪن، ڊرامہ نويسن، اداڪارن، بيواهن، يتيمن - جن جي ڇوٽڪاري جي لاءِ هن پنهنجو ڌن دولت، اثر رسوخ ۽ وقت صرف ڪيو. هنن جي ذڪر ڪي ورجائڻ کان وڌيڪ مان هتي هڪ ٻئي واقعي جي سلسلي ۾ ٻڌائڻ چاهيندس.

سن1765ع ۾ ايبويل شهر ۾ هڪ پل تي ڪوڙيل هڪ ڪاٺي جي ڪراس کي چاڪو ذريعي ڪرچيو ويو. اهو هڪ وڏو جرم هيو. ڪاٺي جي ٽڪرن کي ڪراس جي شڪل ۾ "جوڙ" کي انساني وجود کان وڌيڪ پويتر ليکبو هو. ٻن نوجوانن: چيولرڊي لاباري ۽ ڊي اٽليندو تي شڪ ظاهر ڪيو ويو. اٽليندو پروشيا ڀڄي ۆجي جان بچائي - سپاهي طور ڀرتي ٿي ويو. لاباري مقدمي کي منهن ڏيندو رهيو. رتي برابر ثبوت ڪونہ هيو. سزا جو اعلان ڪيو ويو. هن کي ۽ ڊي اٽليندو ٻنهي کي سزاوار ٺهرايو ويو.

1. سزا طور هنن ٻنهي کي "رواجي" ۽ "غير رواجي" اذيت ڏني ويندي.
2. سندن ڄڀون جمبوري ذريعي پاڙ کان پٽي ٻاهر ڪڍيون وينديون.
3. چرچ جي دروازي جي ٻاهران سندن ساڄو هٿ وڍيو ويندو.
4. لوهي سيخن ۽ زنجيرن ۾ جڪڙي آهستہ آهستہ باهہ ۾ ساڙيو ويندو.

پوتر ڪتاب موجب :

"اسان جي ٻي جا دخل اندازي معاف ڪريو جيئن اسان ٻين جي ٻي جا دخل اندازي معاف ڪندا آهيون."

انِ پوتر نڪتي کي ياد رکندي ججن وڏيڪ اظهاريو تہ باهہ ۾ جلائڻ کان اڳ ۾ سندنِ سسيون لاٿيون وڃن !

ان ڪيس جي خلاف پيٿرس جي ڪورٽ ۾ اپيل ڪئي وئي جتي قانون جا ماهر 25 جج ويٺا هئا، هنن ان فيصلي جي تصديق ڪئي. پهرئين جولاءِ سن 1766ع ۾ ان سزا تي عمل درآمد ڪيو ويو.

جڏهن والٽيئرکي اهڙي خواري جوڳي فيصلي جي خبر پئي، تہ هن فرانس، جتي اهڙن ظلمن جو واهپو هيو، هميشہ ڇڏڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو.

هن هڪ ڪتابچو لکيو جنهن ۾ هن ڪيس جو تفصيلي احوال درج ڪيو هو. هن ڊي اٽليندو جي کوج ڪئي ۽ ان جي پاران پروشيا جي بادشاهہ کي درخواست لکي هن کي فوج کان موڪل ونرائي ۽ پنهن جي گهر وٺي ويو. ڪيس سادا چار سال پاڻ وٽ رکيو. ڊرائيونگ، حساب ۽ انجنيئرنگ جي سکيا ڏني ۽ فريڊرڪ جي فوج ۾ انجنيرن جو ڪپتان مقرر ٿيندي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿيس.
والٽيئر هڪ مهان پرش هيو. هو ٻي وسيلن ۽ ڏتڙيلن جي حقن جو سرواڻ هيو، اهڙو "سيزر" سمان جوڌو هيو جنهن وٽ ڪليسا ۽ رياست جا ستايل پنهنجي دانهن ڪٽي ويندا هيا. هو پنهنجي دور ۾ ڏاهپ ۽ همدردي جو مسيحا ڪري ليکبو هو.

تنهن هوندي بہ هن جا مخالف ڏيڍ سؤ سالن تائين سندس خلاف نفرت کينو بهتان ۽ الزام گهڙيندا رهيا. تہ جيئن پنهنجي "اڻ ڄاڻ" نسلن کي والٽير جي ڏاهپ کان ڏور رکي سگهن.

هن دنيا کي وڏي اوچائي تان تي ڏٺو. هن جي سوچ جون حدون انتهائي وسيع هيون. هن ۾ ۽ پادرين ۾ کي مشترڪ برايون بہ هيون ليڪن چڱاين ۾ هو پنهنجو مٽ پاڻ هيو.

هو عالمي تعليم ۽ شعوري سجاڳي جي حق ۾ هيو. ڪليسا هن کي ڏڪار جي نظر سان ڏسندي هئي. هنجي دلي خواهش هئي تہ سموري دنيا جي ڄاڻ ۽ علم تي هر هڪ جي رسائي هجي. ان ڪري سمورا پادري سندس دشمن هئا. هن جي من جي خواهش هئي تہ هو وهم جي ملائڪن کي جنت جي دروازن تان تڙائي ڪڍي تہ جيئن ابن آدم موتي وڃي علم جي وڻ جا ڦل کائن - ۽ ڪليسا هن جي انڪري مخالفت ڪئي جو ان وٽ وڪڻڻ لاءِ جهالت جي وڻ جا ڦل هئا.

هو "ڊيڊرو" جي "انسائيڪلوپيڊيا" جي دوستن مان هڪ هيو ۽ هن هر ڪنهن تائين"ڄاڻ" رسائڻ جي، پنهنجي وت، وس آهر هر ممڪن ڪوشش ڪئي. جيتري قدر اصولن جو تعلق آهي تہ هو پنهنجي دور جو وڏي ۾ وڏو وڪيل هيو. منهن جو مطلب اهو نہ آهي تہ هن کي سيني قانوني اصطلاحن ۽ فيصلن جي ڄاڻ هئي. هن جي ذهن ۾ نہ صرف اها ڳالهہ واضح هئي تہ قانون ڪهڙو هئڻ گهرجي پر، ان کي ڪيئن لاڳو ڪيو وڃي ۽ ان تي عمل پيرا ٿيو وڃي. هن کي شهادت جي ساري فلسفي، ويساهہ ۽ ڄاڻ، شڪ ۽ ثبوت جي فرق جي خبر هئي. شاهي

قانونن ۽ ڪورٽ جي زيادتين جي سڌار خاطر هن ان وقت جي وڪيلن ۽ راڄنيتي ماهرن کان وڌيڪ پاڻ موکيو.

اسڪول ۾ هن "سِيسرو" جي لکڻين کي پڙهيو ۽ سکيا حاصل ڪئي - "سِيسرو"ٻولي جو سرواڻ هيو. تقرير ۾ اڄ تائين ان جهڙو ٻيو ڪو مقرر نہ ٿيو آهي. سندس ذهن ۾ رومي ٻولي جو بي بها خزانو موجود هيو.

هيٺين طبقي مان هئڻ جي باوجود هو انساني برابري ۾ يقين رکندو هيو. هن چواڻي : سڀني انسانن جو جنم برابري جي بنياد تي عمل ۾ آيو آهي. سڀني انسانن کي چڱائي ۽ خوبي جو احترام جڳائي. سڀئي انسان اخوت ۽ مساوات جي ناتي هڪ ٻئي سان جڙيل آهن.

هو هرقسم ۽ طوز طريقي جي غلامي جو دشمن هيو. غلامي جو مخالف اهڙن قانونن جي خاتمي ۽ فيصلن جي منسوخي جو متوالو هيو. هن جي سوچ مطابق ماڻهو کي رنگ جي برتري سبب ٻئي انسان کي قر لٽ ڪرڻ جو ڪو حق نہ هيو. هو مزدور ۽ پورهيت جو ساٿي هيو. هو جانورن، عورتن ۽ ٻارن جي تحفظ جو اهڙي طرح حامي ۽ خواهشمند هيو جيئن ڪو پاڻ جيان پنهنجي پاڙيسري جي نيڪي ۽ ڀلو چاهيندو هجي.
فرئنڪلين، جيفرسن ۽ ٿامس پين جي ذهنن ۾ آزادي جا ٻج ڇٽڻ وارو والٽيئر ئي هيو!

ڀڦن ڊراف جو موقف هو تہ غلامي هڪ معاهدي موجب وجود ۾ آئي هئي.

والٽيئر وراڻي ڏيندي چيو تہ "مون کي ڏيکاريو وجي تہ ان ۾ غلامن جي، ڏر جي حوالي سان دستخط ٿيل آهن، اگر "ها" تہ مان توهان جي ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار آهيان." هنجي چوڻ مطابق اهو هڪ بيهودو خيال هيو تہ "خدا پيئرن کي بوڙڻ کان پوءِ اچي ٻارن کي چوي تہ مان توهان جي لاءِ سر ڏيڻ لاءِ تيار آهيان." اها ڳالهہ تہ اهڙي ئي ٿي جئين ڊيدرو چيو هو، تہ "جيڪڏهن ڪرئسٽ کي پاڻ کي يهودين کان بچائڻ جي سگهہ هئي پر، هن پاڻ ان کي استعمال نہ ڪيو، تہ پوءِ هو آپگهات جو دوشي هيو."

هن کي اها چٽي طرح ڄاڻ هئي تہ پنهنڄ جي باهہ ڪڏهن بہ ذهن کي اجاگر نہ ٿي ڪري. هن کي ظالم کان نفرت هئي ۽ ڪليسا ۽ رياست جي ستايلن جو جمائتي هيو . هو هيٺن جو همراهہ ۽ مزاحمت ڪارن جو حامي هيو. هن کي بادشاهن جي ادمبر ۽ پادرين جي فرضي حق ۽ ونگ تي منيان لڳندي هئي. هن جو قدرت ۾ ويساهہ هيو پر بيهودگي ۽ معجزن کان نفرت هئيس. سمورا مذهبي پيد پاؤ ڪيس ڪل چوڳا لڳندا هيا. مذهبي فرقن تي رحم ايندو هوس ۽ مذهبي ڪٽرپنٽين جي روش کي هو ڌڪاريندو هو. هو ويس ڌاري ساڌن سنتن کان وڌيڪ مهان هيو.
ان وقت اڪثرعيسائي مذهب کي اوپلي مهل استعمال ڪرڻ جي وستو سمجهندا هئا، جيئن وڏن آڳبوٽن ۾ طوفان سمئي ننڍڙين ٻيڙين کان بچاءُ جو ڪم ورتو ويندو هو!

والٽيئر جو انسانيت، چڱائي، فياضي جي ڪمن واري مذهب ۾ يقين هو. صدين کان ڪليسا وارن چڱائي کي اهڙي بدزيبي ۽ بي ڊولي انداز ۾ پيش ڪيو هو جو مدائيون خوبصورتي جو ڏيک ڏيڻ لڳيون هيون.

والٽيئرڪرسٽ جي سونهن ۽ وهم وسوسن کان پاسو ۽ نفرت جو سبق سيکاريو.

هو جيتوڻيڪ عظيم شاعر يا ناٽڪ نگار نہ هيو پر، پنهنجي دور جو عظيم انسان ضرور هيو. آزادي جو عظيم دوست ۽ "وهم" جو موت مار ويري هيو.

هن "وهم" جي زنجيرن ٽوڙڻ ۽ ماڻهن جو دل ۽ دماغ مان خوف جي "واڳن" کي ڏکي ڪڍڻ، ڪليسا جي اختيار کي ڪاري ضرب لڳائڻ ۽ دنيا کي آزادي ڏيارڻ جي سلسلي ۾ نسل آدم ۾ سڀ کان وڏيڪ ڪوشش ڪيئي. سچائي ۽ پوترتا جي لحاظ کان هو پنهنجي دور جو مهان ايشور گياني پرشن ۾ گهڻو مٿيرو هيو.

وطن واپسي

ستاويهہ سالن جي جلاوطني، جنهن جي سموري وقت دوران هن کي مهذب دنيا ۾ اولين مقام حاصل ٿيو، کان پوءِ هو وطن وريو. هن جي واپسي سرهائي وارو سفر هو. هن جي هڪ فاتح جيان آجيان ڪئي وئي. لافاني اڪيڊمي وارا هن جي استقبال لاءِ آيا. اهو اهڙو اعزاز هيو جيڪو شاهن کي بہ نصيب ڪين ٿيو هو. هن جو لکيل "آرين" (Irene) الميو ڊرامو سٽيج تي پيش ڪيو ويو. سندس گلن سان جڙيل تاج سان تاج پوشي ڪئي وئي خوشبو جي مهڪ ۾ هو مدهوش ٿي رهيو هو! ڌوپ لوبان سان ڄڻ ڪيس پوڄيو ٿي ويو. دنيا جي سڀني تخليقڪارن شاعرن ۾ مٿانهون ۽ مهان درجو والاري چڪو هو. ادبي دنيا جو بي تاج ڏات

ڏٿي ! ان وقت فرانس ۾ ٽي قوتون موجود هيون : تخت، قربان گاهہ ۽ والٽيئر !

بادشاهہ، والٽيئر جو تہ دشمن هيو پر عدالت کي هنجي خلاف ڪارروائي ڪرڻ لاءِ ڪو مواد ڪونہ هيو. ڪليسا وارا هن جي خلاف بدبو، بغض سان ڀريل، ڪيس ڇيهو رسائڻ لاءِ، موقعي جي تلاش ۾ هيا. پر هن شخص جي اهڙي ساک هئي، ماڻهن مٿان ايترو گهرو اثر هيو جو تخت ۽ ڪليسا جي گڏيل مخالفت جي باوجود هو فرانس جو ديوتا هو!

هو چوراسي سالن جو پوڙهو هو. زندگي جون سموريون سهولتون ۽ آسائشون ميسر هيس، ڪافي مال ملڪيت ذن دولت هيس. دنيا جو مهان ليکڪ هيو، ادبي دنيا ۾ هن جو نالو سر فهرست هيو. اهڙو ڏات ڏاتار هو جنهن پنهنجو تخت پاڻ ناهيو ۽ پنهنجي قرمزي قوت واري سلطنت پاڻ جوڙي. ڏاهپ ۾ بہ يگانہ هيو. ڄڻ ڪيٿولڪ "خدا" پاڻ هن کي ايتري عظيم ڪاميابي بخشي هئي. سندس زندگي جا آخري سال عبادت جي حد تائين خوشامد جي مدهوشي ۾ بڏل رهيا - پنهنجي دور جي عظيم علامت بڻجي چڪو هو.

اِهو پسي پادري ڊڪرن ۾ پئجي ويا. هنن کي وسوسا وڪوڙي ويا تہ شايد خدا بين ڪمن ۾ ايترو مصروف ٿي ويو هيو جو والٽيئر کي نڪاڻي لڳائڻ وسري ويو هيس! .

مئي 1778 ع جي پڇاڙي تي خبر ڦهلجي وئي تہ هو آخري پساهن ۾ هو. "وهم" جون ڳجهون پنهنجي شڪار جي انتظار ۾ اميدن جو لوڙهو جوڙي اچي گڏ ٿيون.

”موت کان ٻه ڏينهن اڳ سندس ڀائيٽو پنهنجي چاچي جي نجات خاطر سينٽ سلپائين جي نائب پادري ۽ ابي گواتيئر کي گهر وٺي آيو. والٽيئر اڄڻ وارن جي آجيان ڪئي ۽ ٿورا مڃيا. نائب پادري هن کي ڪجهه الفاظ چوندي شانت رهڻ جي تلقين ڪئي. سينٽ سلپائين جي نائب پادري اڳتي وڌي اچي وڏي آواز ۾ پنهنجي آمد جو اعلان ڪيو ۽ والٽيئر کان پڇيو ته ڇا هو سنديس مالڪ ڪرئسٽ جي الوهيت ۾ يقين رکي ٿو؟ بيمار شخص (والٽيئر) نائب پادري جي ڳول کي هٿ سان ٿورڙو پري ڌڪي ان ڏانهن پٺ ڪري، پاسو ورائي، رڙ ڪندي وراڻيو ” مون کي چين سان مرڻ ڏيو.“ نجات ڏيارڻ واري نائب پادري فيلسوف جي هٿ لڳڻ کري پاڻ کي پليت ۽ پنهنجي بي عزتي سمجهي، نرس کي بيمار جي اڳهه پڳهه ڪرڻ جو چئي ابي گوائتر سان گڏ ٻاهر نڪري ويو.

”وگينر“ جي لکت موجب هو 3 مئي 1778ع جي رات جو سوا ٻارهين وڳي ڌاري نهايت اطمينان ۽ سڪون سان، گذاري ويو. مرڻ کان ڪجهه گهڙيون اڳ ۾ هن پنهنجي گهر ڏياٽي مورنڊ، جيڪا ڪيس تڪي رهي هئي، جو هٿ جهلي چيو ته ”اي پياري مورنڊ، منهنجي ٻاران الوداع“ هي هن جا آخري لفظ هيا. هڪ پر سڪون دريا، جيان جنهن جا ٻئي ڪپ ساوڪ ۽ وٺڪار سان ڇانيل هجن، نرم نرم ماناڻي سان، سانت سمنڊ سان وڃي يڪجا ٿيو!

اهڙي سانتيڪي انت - جنهن ۾ سڪون هيو، جنهن ۾ ديا ۽ گهري فڪر جي ڇاپ هئي، اهڙن آخري ٻولن - جن ۾ ڊراماڻي انداز ۽ پيڪو بلڪل ڪونه هيو، جيڪي ڀوءُ ۽ خوف جي ڪارڻ کان وانجهيل هئا. اهڙي من موهندڙ منظر کي بدنيتي سان لويو ۽ بدبودار رنگ ۾ رنگيو ويو! صرف ۽ صرف انهن بيان ڪيل حقيقي لفظن کي غلط معنائون پهرائي پادرين

۽ مذهب جي نيڪيدارن ان مهان هستيءَ جي ” موت “ کي بي شرمي سان ڪوڙ، ڪردار ڪشيءَ جي ڀڄاريندڙ رنگن سان ڇنيو! اهڙو عظيم انسان جنهن جي پيٽ ۾ اِهي سڀ پادري پروهت تِچ ۽ خسيس هئا!

ايمانداري سان ڏسجي ڇا روم جي سيني پادرين گڏجي، انسان جي ذهني اوسر ۾ ايترو اضافو ڪيو آهي جيترو ”برونو“ ڪيو هو ؟ ڇا فرانس جي پادرين انساني تهذيب ۽ تمدن لاءِ ايڏو وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو جيترو والٽيئر يا ڊيڊرو ؟ ڇا سڪاٽ لينڊ جي سيني ڪليسائن جي پرڏانن انسان ذات جي علم وڏائڻ لاءِ ايترو ڪجهه ڪيو جيترو هڪ ”ڊيوڊ هيوم“ سرانجام ڏنو؟ ڇا ڪليسائن جي سيني ڪارڊينلن، بشپن، پروهتن، پادرين، مسيحي پيغام جي آغازڪان سندن آخري وڏي ڪائونسل جي گڏجاڻي جي طويل مدت دوران ”انساني آزادي“ جي شمع بلند رکڻ ۾ ايڏو ڪردار ادا ڪيو جيترو صرف هڪ ” ٿامس پين“ ڪيو هو؟

اگر اهي ”بي دين“ نه هجن ها ته دنيا جي ڪهڙي حالت هجي ها؟ اهي بي دين ئي بهادر، مثبت سوچ جا حامل ۽ پوري دنيا ۾ سدا مهڪندڙ گلن جيان رهيا آهن. آزادي ۽ محبت جا ڪانڪي ۽ اڳواڻ ۽ تاريڪ ماضي ۾ سخي سرور جيان رهيا آهن. انسان ذات لاءِ اوتار ۽ پيامبر رهيا آهن. سوچ جي ميدان ۾ عظيم سورهيه ۽ قابل فخر فاتح رهيا آهن ۽ هر دور ۾ دنيا کي ڏيندا رهيا آهن !

اِهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو ته جنهن فڪر انسان ذات جي آزادي خاطر پنهنجون جانيون قربان ڪري ڇڏيون سي مرڻ گهڙي ضمير جي چار

۾ ڦٽڪندي ساه ڏين ؟ ۽ غلامي جا پوئلڳ، حرم سرائن جا حامي، مائرن جي گود مان ٻارڙن کي ڇنڻ وارا، مزدور جي اجرت غصب ڪرڻ وارا ۽ سندن اگهاڙي جسم تي ڦٽڪا وسائڻ وارا، ٻنا ڪنهن پيڙا جي مرڪندي ڌرتي تان اٽاري آسماني فرشتن سان بغلگير ٿيا ويندا؟

انهن ڏينهن ۾ فيلسوفن، مفڪرن کي پوتر قبرستان ۾ ڪين دفنايو ويندو هيو. پادرين کي پڪ هوندو هو ته شايد سندن "اصول" مٽلن جي مٽي کي آلوده نه ڪري ڇڏين. اهو به ڊپ هوندو هين ته متان روز حشر افراتفري ۾ هو جنت ۾ نه ترڪي وڃن. ان ڪري ان سوچ سان لاڳاپيلن مان ڪجهه ساڙيا ويندا هئا ۽ سندن رک هيڏي هوڏي پکيڙي ڇڏبي هئي. ڪيترن جي لاش کي جانورن اڳيان ڦٽو ڪيو ويندو هو - ۽ ٻين کي اپويتر ڌرتي ۾ دفنايو ويندو هو.

والٽيئرکي خوبصورت اداڪاره "ادرسين لي ڪيوئير" جي واقعي جي پلي پت سڌ هئي، جنهن جي لاش کي دفنائڻ جي اجازت ڪونه ڏني وئي هئي.

بهرحال اسان کي به خيال ٿئي ٿو ته آخر اسان جي جسم جو ڇا ٿيندو؟ "موت " ۾ اڻ لڪي وجاهت، حيا - " سنجيدگي سمايل آهي. ان کي گنڀيرتا سان نڀائڻ جڳائي. والٽيئر پڻ ان موضوع جي باري ۾ گهڻو حساس هوندو هو. هن کي چڱيءَ پر پروڙ هئي ته دفنائڻ جي خوش اسلوب سلسلي جي حصول لاءِ زندگي ۾ اعتراف، مذهبي رسمن وغيره جي پوئواري، لازمي شرط هوندي هئي.

پادرين کي چاڻ هئي تہ هن جو انهن رسمن ۾ ويساه ڪين هيو ۽ والٽيئر جي خبر هئي تہ ان ڪارڻ هو ڪيس پيرس جي ڪنهن بہ قبرستان ۾ دفنائڻ جي اجازت ڪو نہ ڏيندا.

هن جيءُ موت کي مخفي رکيو ويو. پادري" مگنت" پيرس کان سو ميل پري، سين دريا جي ويجهو، رومالي (Romilli) نالي قبرستان ۾ دفن ڪرڻ جو بندوبست ڪيو. مئي 1778ع جي آخري ڏينهن آرتوار جي شام والٽيئر جي مڙهہ کي روڳي مريض جيان ڪپڙا لٽا پهرائي، پر ۾ نرس سان گڏ، گاڏي ۾ ويهاريو ويو. نرس جي ڊيوٽي اها هئي تہ هو مردي کي جيئري جيان ويهاري. گاڏي ڇهن گهوڙن واري هئي، اهو ان ڪري جو ائين محسوس ٿئي تہ وڏو ڪو رئيس پنهنجي جاگير ڏانهن وڃي رهيو هو. ٻئي گاڏي ۾ والٽيئر جا بہ سنوت ۽ هڪ پائٽي جو پٽ سوار هيا. رات جي سفر کان بعد صبح جو هو "ابي" جي آگر ۾ داخل ٿيا. ضروري ڪاغذن جي جائزي بعد، مڙهہ لاءِ مذهبي پرارٿنا ڪئي وئي - ۽ ان بعد ان کي دفنايو ويو. ڪجهہ مهل گذرڻ بعد ان گرجا ۽ قبرستان جي پادري کي،" جنهن انساني جذبي ۽ رحم تحت والٽيئر جي لاش کي دفنائڻ لاءِ زمين ٽڪرو مهيا ڪيو هو" پيرس جي بشپ وٽان ڊپنامو مليو ۽ ڪيس ائين ڪرڻ کان روڪيو ويو. ليڪن هنيئر ڪجهہ ڪين ٿي سگهيو ٿي!

والٽيئر مري ويو پر بادشاهت ۽ ڪليسا جون پاڙون ڪوڪليون ٿي پيون. ماڻهو هنيئر اصل ۽ سچن بادشاهن ۽ پادرين جي وجود کان واقف ٿيڻ لڳا. جهالت، مفلس حالي ۾ ڇاول اڻ ڏنا وائنا ماڻهو، جن جا مائر ۽ پيئر رئيسن جي قدمن ۾ پيا هوندا هئا. اهي هنيئر اونڌاهي مان روشني

طرف وڌڻ لڳا. هنيئر "محنت" ۽ "فڪر" هڪ ٻئي جا جٽ ٻڻجڻ لڳا. طبقاتي ڀائيچارو وڌڻ لڳو. رات جا راڪاس ۽ پرهه ڦٽي جا فرشتا: ڀهريان بدلي جي ڀاونا سان ڀرپور، ۽ ٻيا مساوات، آزادي ۽ ڀائيچاري جا خواب ڏسڻ وارا !

•

(VII) ڀاڳ ڇهون

موت جي وادي ۾ واد وواد!

"ٻيو ڏين"، "ڪافر" کان سواءِ ، هر قسم جو مجرم، ڪنهن حد تائين، شانتي سان موت جي سزا سان همڪنار ٿيندو آهي. عام عقيدي مطابق ساموندي ليٿيرن جي موت جو سندس مجرمانه ڪاروبار تي ڪو برو اثر ڪونه پيو ٿو. ڦاهيءَ تي چڙهڻ کان اڳ قاتل فخر سان ماٺهن آڏو جنت ۾ داخل ٿيڻ جو دعويٰ ڪندو ڏسبو آهي - ڇاڪاڻ جو سندس "موت" واريون مذهبي رسمون پادري ادا ڪندا آهن! اهڙا انسان جن پنهنجي گهر ٻار کي دوزخ ۾ تبديل ڪيو هو، مرڻ وقت ڪو خوف ڪين محسوس ڪندا آهن، ڇو جو هنن جو ڪرئسٽ جي خدائي - ۽ هن مان اتپن ٿيل " پوتر آتما " ۾ پڪو وشواس موجود رهي ٿو! ساڳئي سبب ڪري ظالم بادشاهه جن انسانن جو قتلام ڪندي ڪا ڪهل محسوس ڪين ڪيئي، ماٺهن جا گهر اجاڙيندي رحم جي جذبي کان وانجهيل رهيا - مرڻ ويلي " سنتن " ۾ شمار ڪيا ويا.

"ايمان" سان مالامال بادشاهه جنتي - " ان تي شڪ " سوال ڪرڻ وارا سيئي ڏاها فيلسوف دوزخي قرار ڏنا ويندا هئا. انسان ڪش ڌرماتمائن جي هانين کي گرجا جي احاطي يا قبرستان ۾ مذهبي سنمان سان دفنايو ويندو هو - ۽ انسان دوست ڏاهي جنهن ڌرم جي مثبت آلوچنا کان ڪين

ڪيبايو. جي باقيات ڪي اهڙن پوتر آستانن ۾ ڪا جڳهہ ڪونہ ملي سگهي هئي! جن زوراور ڪرستانن ڪتاب ۽ عقيدي جي، ظاهري بچاءُ لاءِ انسان ذات تي هر قسم جا اتياچار جاري رکيا - هنن جي " موت " کي حق پرستي قرار ڏنو ويو. پادرين سندن آخري گهڙين جي اذيتن - ۽ سڪرات جي خوف جي ورنن تي مجرمانہ خاموشي اختيار ڪيئي! اهڙي قسم جي ماڻهن کي ناستڪ ڪونہ ليکبو هو، اهي عقيدي ۽ ڪرئِست جي خدائي ۾ بنان ڪنهن شڪ، حجت ۽ بحث جي وشواس آڻيندا هئا. هنن جو ايمان هيو تہ پادرين ۽ بادشاهن هٿان عام ماڻهو جي ذلت، تباهي سياويڪ هئي، ان عمل ۾ خدا جي مداخلت عبث هئي. خدا جو ڏمر ان وقت جوش ۾ ايندو هو جڏهن ڪنهن انسان جي من ۾ ذرمي پوتي، يا ايشور جي سچي نانءُ يا سنديس ڪنهن صفت تي شڪ اٿندو هو. ان حالتِ ۾ ايشور جو نانءُ وٺندڙ پجاري، پادري - ۽ بادشاهہ گڏجي اهڙي انسان جي نسل تائين ناس ڪرڻ ۾ ڪا دير ڪين ڪندا هئا. تاريخ ۾ اهڙو ذڪر ڪٿي بہ موجود ڪونهي تہ ان غير انساني عمل وقت ڪنهن جو هٿ ڏڏيو هجي، يا خدا هن جي وجود کي پنڊ پهڻ ڪيو هجي! معصوم شڪار - ۽ زوراور شڪاري جو اهو ڪرپ ڏياريندڙ عمل طويل عرصي کان جاري آهي.ايشور نردوشي انسانن تي ٿيندڙ اتيار چارن تي خاموش تماشائي وانگر لقاءُ پسڻ ۾ رذل آهي - سنديس وجود ۾ بي پناهہ جوش ان وقت موجزن ٿيندو آهي جڏهن ڪو بد بخت موسيٰ يا ذرتي و دنيا بابت چاڻايل علم يا "جوشوا" طرفان پرگهٽ ڪيل آسماني ويچارن تي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ جو دوشي بڻبو آهي!

ان ڪوڪلي ۽ بوسٽ واري دور ۾ ڪڏهن ڪو دل وارو، ايماندار ۽ جينيس انسان جنم وٺندو رهندو هو. اهڙن جرئتمند انسانن هميشہ "وهم" ۽

" انسان دشمن " رسمن تي ڪاري ضربون پئي لڳايون آهن. انسان دوستي جي عمل دوران بيڪاري ۽ انسان آزار پادرين جي ارهہ زوراين جا پردا چاڪ پئي ڪندا رهيا آهن. پنهنجي روشن فڪري ڪي بهادري ۽ سچائي سان عام ڪندا رهيا آهن - انڪري هنن هميشہ "دشمنن سان پيار ڪندڙن " جو عذاب، عتاب، سرڪٽيون " شعلن جي موتمار حدت پئي سَني آهي. پر ڪجهہ خوش نصيب ان پيانڪ پيڙا کان بچي ويندا هئا - ۽ طَبعي موت سان همڪنار ٿيندا هئا. پر ڪليسا ان حقيقت کي ڪڏهن تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڪون هئي تہ انهن جيالن شانتي سان پنهنجا پساهہ پورا ڪيا، ڇو جو ان صورت حال ۾ اهو سمجهيو ويندو تہ موت وقت مذهب غير ضروري هوندو آهي! موت جو خوف وهم کي وسعت بخشي ٿو!! ڪليسا جي سڪيا عام ماڻهوءَ کي "پوترڪتاب " جي مجتا، ڪراس جي احترام جي خلاف عمل کان روڪڻ تي زور ڏيندي "انسانيت" کي ڪرئست تي ترجيح ڏيڻ جي زوردار مخالفت ڪندي رهي آهي. ان سڪيا موجب انهن سونهري اصولن جي خلاف ورزي ڪندڙ ڪڏهن "ٿورقئيمادا " وانگر سڪون سان ڪون مري سگهندو، جنهن موت کان اڳ هڪ ايماندار انسان جي ڪنن ۾ پگهريل شيهو اوتيو هيو، يا جڳ پرستہ عيسائي سنت "ڪالون" وانگي شانتي سان جان ڏيئي سگهندو جنهن آخري سمئي "سرويٽس" نالي ماڻهو کي زندهہ جلائي ماريو هو، يا حضرت دائود وانگر مانيٽي انداز ۾ پساهہ پورا ڪندو جنهن مرڻ کان جهٽ پل اڳ پنهنجي هڪ پٽ کي - پاءُ کي قتل ڪرڻ جي تلقين ڪيئي هئي!

ڪليسا جي پادرين ان سوچ کي عام ڪرڻ لاءِ ڏاڍا جتن ڪيا تہ سيئي بي دين مرڻ وقت (جن کي هو ساڙڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهياهئا) بي

حد تڪليف ۽ اذيت ۾ رهيا هئا. هنن چواڻي تہ "بي دين" جي سڪرات مهل پيڙا ۽ تڪليف ناقابل بيان هوندي آهي. هر چڱي عيسائي تي، لازم هيو تہ هو اهڙن قصن ڪهاڻين تي ويساهہ ڪري ۽ عام طور تي اهي اهڙين ڳالهين تي اعتبار ڪندا بہ رهيا آهن. ساري دنيا ۾ هو هر منبر تان اهو پرچار ورجائيندا رهيا آهن. پروٽيسٽنٽ پادري ڪيٿولڪ پادرين جا ۽ ڪيٿولڪ پروٽيسٽنٽ مهنتن جا اهڙا جڙتو پرچار، ضرورت تحت، ورجائيندا رهيا آهن!

انهن ڳالهين جي ورجاءُ بجاءِ والٽيئر ڇاٽي واٽي(Gospel) ڌرم گيان ڏانهن ڌيان ڪون ڏنو بلڪ بائيبل جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو، سوچ جي آزادي جي حمايت ڪيئي، ذهن مان انڌ وشواس جي زنجيرن کي ٽوڙي تنقيدي جائزو ورتو. هيڻن جي همت افزائي ڪئي، انسان سان زيادتين خلاف صدا بلند ڪئي، دليل جي صداقت تي زور ڏنو. عالمي ڀائيچاري قائم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون. محتاج جي مدد ۽ مظلوم جي پٺ ڀرائي ڪئي.

هن اهو واضح ڪري ٻڌايو تہ سيني مذهبن جي ساڳئي جڙ ۽ جوڙ جڪ آهي. ساڳيا ڪرشما، ڪرامتون، ساڳيا مندر ريتون رسمون، ساڳيا پادري، ساڳيا اڳواڻ ساڳيا گرو ساڳيا چيلا ساڳيا نڳ ۽ نڳي جا ناهہ ڌمڪيون ۽ بخشڻ جا ساڳيا ڏونگ، دلاسا، ساڳيا ديني مقدما، فيصلا ۽ ڦاهيون. هن اهو بہ واضح ڪري ٻڌايو تہ مذهب دشمني جي ريت وڌي ۽ فلسفي دوستي جو مناس اوتيو - ۽ ٻڌايو انسان جا حق ديوتائن جي حقن کان وڌيڪ مقدم هئا!

اهو مهان پاپ هيو! اهڙي ماڻهو کي خدا سڪون جو موت ڪيئن عطا ڪندو؟ جيڪڏهن هن کي بنا ڪنهن پيڙا سهڻ جي موت ورايو تہ پيا بہ هُن

جي نقش قدم تي هلندا، ۽ پوءِ اهڙو ڪوئي ڪون ٻچندو جيڪو Auto-de-fa جي پوتر آستان تي ڏيئو روشن ڪري سگهي. ڪليسا جي اهڙي ٻري دشمن ڪي ٻنان درديلي چيخ، بغير دلي پڇتاءُ مدد لاءِ ٻاڏائڻ ٻنان موت جي منهن ۾ ڏيڻ ان مهان ڌرمي اداري جي ناڪامي ثابت ٿيندو!

اڪيچار صدين ڪان ايشوري وديا- آچارين سيڪاريو آهي تہ ٻي دين، انڪاري يا اهو جيڪو سندن خلاف لکي يا ڳالهائي ٿو تہ ان کي ڪڏهن پرسڪون موت نصيب نہ ڏيندو ۽ موت ويلو ڏاڍي پريشاني، پشيماني ۽ ايذاءُ اذيت ۾ گذرندو.

هزار سالن تائين اهي وديا اچارڪ، دين جا دعويدار پنهنجي انساني جوابداري ۽ الاهي انصاف ۽ بدنام نظريي کي درست قرار ڏيڻ لاءِ ڪئين ڪوڙا سچ جوڙيندا آهن.

انهن جو اصرار رهيو آهي تہ خدا جي خلاف ڪيل ڏوهہ جي پيٽ ۾ انسان جي خلاف ٿيل ۽ ٿيندڙ ڏوهن جي ڪا وقعت ناهي.

انهن جي مرڻ گهڙي جي منظر کي هو ڏاڍي فصاحت سا بيان ڪندا رهيا آهن. اکيون چمڪڻ لڳنديون آهن. چهرو مهڪڻ ٻهڪڻ لڳندو آهي، سمئي جشن جيان لڳندو آهي.

هو ماڻهو نہ هاڻ هاتار ٻڌجي پوندا آهن. قبرون کوٽي مردن کي هائو هائو ڪري ڳڙڪائي ڪائڻ لڳندا آهن. جڻ ڪا دعوت هوندي آهي.

ان سان بہ سندن پيٽ نہ پربو آهي، اجان وري دوزخ جي عذابن، جا مزو
وٺي تذڪرا ڪندا آهن ۽ نقش ڇٽيندا آهن. هنن ڪي ٻي ڏينن جا روح
ڪڍهن نہ مرڻ وارن ڪيئن ماڪوڙن ۾ نظر ايندا آهن. هو ڪين باهہ جي
دريا ۾ سڙندو پڇرندو، سورن جي ڪُن ۾ سيرون ڪندو ۽ نااميدي جي
ڪڌ ۾ غرقاب ٿيندوڏسي سگهندا آهن. هو نچندا ٽپندا خوشيون ملهائيندا
آهن. اُن منظرکي پسي جڻ جڻ ڪار ڪندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ ايشور
ساڪيات روپ ۾ Auto-de-fa جي پويتر آستان ۾ پرگهٽ ٿيو آهي!

## (VII) پاڳ ستون

## بيهر وطن واپسي

چار سؤ سالن کان(Bastile) جو اذيت گهر عوامي انرٿ جي نمايان علامت
رهيو آهي. ان اندر گهڻا معصوم مري کپي ويا. اهو مسلسل پيڙا، هراس
۽ خوف جو نشان رهيو آهي. ان ڪي بادشاهہ ۽ پادري جو اول، - ۽
آخري فرمان - ۽ راءِ ڪري ڄاتو ويندو هيو! ان جي روشني، هوا کان
وانجهيل پوسل ۾ بڌل تهخانن جي اذيتي ڪال ڪوٺڙين ۽ چوگرد نهيل
اوچن ڊيڄاريندڙ منارن جي پهري ۾ "ايشور" ڪي بہ ان اندر داخل ٿيڻ
جي شڪتي ڪون هئي!!

چوڏهن جولاءِ 1789 ع جي ڏينهن ستايل انسانن جي انبوهہ انقلابي جوش
سان ان ڪي گهيرو ڪري ان تي قبضوڪري ورتو. ان انبوهہ جو فلڪ
شگاف نعرو هيو " جئي والٽير- سدائين جيئي. "

سن 1791ع ۾ والٽيئر جي هڏين کي پويتر ڪليسا ۾ رکڻ جي اجازت ڏني وئي. هن کي خوف ۽ لڪ ڇپ جي پاڇي هيٺ پيئرس کان 110 ميل پري دفنايو ويو هيو. هاڻ سندس قوم ان هڏين کي اتان اچي ڪڍي جلوس جي صورت ۾ رواني ٿي هئي. سمورو سو ميلن ڪهان متي جو رستو مختلف ڳوٺن جي رهواسين ونگن، ڪمانن جهنڊن ، جهنڊين جهالرن سان سينگاريل هيو. هر شخص جي دلي خواهش هئي تہ هو فرانس جي عظيم مفڪر، مظلوم "ڪيلاس" کي بچائڻ واري، وهم جي قلعي ۾ شگاف وجهڻ واري سوروير کي پنهنجي عقيدت جو نذرانو پيش ڪري.

پيرس پهچڻ تي هڪ عظيم الشان جلوس سينٽ انتوني رستي تان لنگهيو ۽ رات گذارڻ لاءِ اتي ترسيو (Bastile) جي ڪندر تي هن جي لاش کي سنمان سان رکيو ويو - هي اهو مقام هيو جنهن جي ڪندرن ۾ اذيتي ڪال ڪوٺڙيون، پوسل وارا تهخانہ، ڊيڇاريندڙ اوچا منارا، پيڙا جا انيڪ اوزار، بي روح اونداهيون ديوارون ڊبيل هيون - جن جي وجود اڻ ڳڻت بي گناهہ انسانن کي رت جا ڳوڙها روئاريا هئا. سندن وجود ۾ روح کي بي پناهہ اذيتون رسايون هيون - ۽ سندن زندگي جي چراغ کي هميشہ لاءِ گل ڪري ڇڏيو هو. هينئر ان ساڳئي مقام تي والٽيئر جون هڏيون هڪ فاتح وانگر موجود هيون - والٽيئر جيڪو روشني ۽ علم جو پيامبر هيو.

ان وقت گهڙي پلڪ لاءِ يقيني طور سنديس هڏين ۾ " پروميٿي" آڳ جي لهردوڙي وئي هوندي - ۽ هڪ لڳا موت جي منهن تي اها امر ۽ پراچين چمڪ پيدا ٿي هوندي!

اتي پهچي اِن بي قابو انبوهہ سندس، هانئين آڏو، سنمان سان پنهنجو سر نمايو ۽ احترام ڏيا هيٺ خاموشي اختيار ڪيئي. ان مهل ان خاموشيءَ کي ڀنگ ڪندڙ هڪ پادري جي هيٺين لفظن جو پڙلاءُ ٻہ سندن ڪن تي پيو. ”خدا جي هن بي حرمتي جو انتقام ضرور ورتو ويندو!“

ان پادري جي اِها چيتاوڻي اڳتي هلي اڳڪٿي ثابت ٿي! اهي پادري جن جا چهرا رات جي تاريڪي جيان ڪاراٽيل هئا، جيڪي ”خدائي فرمان“ ۾ يوت پريتن جيان پاسي رهيا هئا - هنن، موقعو ملنديئي قبر کوٽي ”هن عظيم انسان“ جون هانئيون غائب ڪري ڇڏيون!“

مقبرو خالي هيو! خدا جي بي حرمتي جو انتقام ورتو ويو!! پر سڄو سنسار هن ”مهان آتما“ جي ناموس جي سرهاڻ سان واسيل آهي!!! انسان جي عظمت سڀ کان وڏيڪ اَتم آهي!!!! ڇا ارڙهين صديءَ ۾ ڪليسا ڪو اهڙو انسان پيدا ڪري سگهي جيڪو والٽيئر جو مٽ هجي ها؟

ڇا فرانس ۾ ڪنهن بہ مذهبي شخصيت ڪڏهن عام انسانن جي حقن جي حمايت ۾آواز بلند ڪيو آهي؟ ڇا ڪنهن معزز، معتبر يا مذهبي راهنما ڪنهن مظلوم يا هاري جي داد رسائي ڪرڻ جو جتن ڪيو؟ ڪنهن انهن هيبت ناڪ، انسانيت سوز قاعدن قانونن - ۽ محض شڪ جي بنياد تي اذيتون رسائڻ جي مخالفت ڪئي؟ ڪڏهن ڪنهن پادري بنيادي حقن لاءِ جدوجهد ڪيئي؟ ڪنهن بشپ کي ڪنهن بي گناهہ جي بچاءَ جي ڪوشش ڪندي ڏٺو ويو؟ ڇا اِجوڪي فرانس ۾ ڪنهن پادريءَ جي ڪا اهڙي قبر آهي، جتي آزادي جا متوالا وڃي عقيدت جا گل چاڙهين يا ٻہ ڳوڙها ڳاڙين؟ ڇا ڪنهن سنت جو اهڙو ڪو مقبرو آهي جتان ڪو روشني جو ڪرڻو ايرندي نظر اچي؟

جيڪڏهن مرڻ بعد ٻئي زندگيءَ جو آغاز ٿيندو ۽ روز محشر بہ ايندو تہ ڪو اهڙو خدا ڪون هوندو جيڪو ٻئي دنيا ۾، اهڙي ڪنهن شخص کي سزا ڏيئي، جنهن هن دنيا ۾، ماڻهن جي عقوبتن کي ختم ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ساري عمر، جان جوکم ۾ وڌي، جاکوڙ ڪئي؟ جيڪڏهن خدا ڪنهن "دائمي قيد خاني" جو رکوالو بہ آهي تہ هو اهڙي ماڻهن کي هرگز بندي نہ بڻائيندو جن هن دنيا ۾ غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙيون آهن!
ان ڪارڻ هو ڪڏهن والٽيئر کي دائمي دوشي ڪون بڻائيندو!!

والٽيئر فرانسي زبان جو مهان نبض شناس هيو: زبان جي صرف ۽ نحو، ان جي هر بدلجندڙ رنگ کان بخوبي آگاهہ هيو - انهن سيني منظرنامن تي ائين ڪڏندو هو جئين مشهور سازيندو "پگنني" وائلن جو "ڏاتار" هيو. هر فڪر، تخيل لاءِ اظهار جي قوت تي مڪمل دسترس هيس. گـُـوڙهن ۽ عميق موضوعن تي دريا جي رواني جيان، خوش ۽ شادان، قلم هلندو هيس. موت جي پاڇي ۾ بہ مزاح جو پهلو تلاش ڪري وٺندو هو. سندس شخصيت ۾ ديودار، "ولو" جهڙن خوبصورت درختن جهڙو وقار ۽ ڏيا هئي. لفظن جي معنائن کي نهايت خوبصورتي سان ذومعنيٰ بڻائيدو هو: "خوشامد" -"خوش رنگ گلن " جيان بلڪل مختلف ! طنز ۽ تعريف تي ايڏو اختيار هوندو هيس جو ظاهري طور ٻيئي هڪ قطار ۾ نظر اينديون هيون، پر واقعاً الڳ الڳ صنفي رنگ ۾ سمويل هيون! پاڻ ۾ بي حد دلچسپي رکندو هو - ۽ ان ڪارڻ ٻين لاءِ بہ دلچسپي جو باعث بڻبو هو. هر موضوع، فڪر ۽ مسئلي کي ايڏي تہ خوش اسلوبي سان نپائيندو هو جيئن ڪو جادوگر آساني ۽ ڪمال سان فضا ۾ بالن کي جهٽيندو آهي. جهونن ۽ مدي خارج لفظن کي معنائن جا نت نوان ويس پهرائي انهن کي دلڪش، دلسوز ۽ عجيب و غريب روپ بخشيندو هو.

ڪڏهن خوشي ۾ ٻوڙها، طنز، ڏاهپ ۽ ڪڏهن ڏاڍ، منطق - ۽ ڪِل مذاق جا رنگ ڀري محفلن کي خوش رنگ بڻائيندو هو. صنف نازڪ جي تيز حواسي کان بہ بخوبي واقف هو تہ ڪهڙي هنڌ تي ڇهاءُ اثرائتو ٿي سگهي ٿو! مرتبي جي تڪبر سان حقارت - ۽ اجائي گنڀيرتا سان چڙ هيس! بادشاهن ۽ پادرين جي چهرن تي موجود نقابن کي تار تار ڪندي دير نہ ڪندو هو. ڪرم جي جهيٽن جهرٽن ۽ ترشنا جي بي انت اونهائين کان چڱيءَ پرچاڻ رکندو هو. سنسار جي سموري اوچ نيچ جي پروڙ هيس: بادشاهن - ۽ سندن پسنديده ساٿارين سان گهرا ناتا هوندا هئس. مظلومن، قيدين، غريبن - ۽ بد نصيب انسانن سان دلي همدردي رکندو هو. ڏاڍ سان نفرت، وهم پرستي سان سخت حقارت رکندو هو ليڪن - آزادي لاءِ دل جي گهراين سان محبت هوندي هئس. اهو هو والٽيئر جنهن سترهن ورهين جي ڄمار ۾ "ايڊيپس"(Edipus) ٿياسي سالن جي عمر ۾ آئرين (Irene) جهڙا جڳ پرسڌ الميا تخليق ڪيا - " هن پنهنجو وچ عمر وارو وقت هزارين انسانن جي زندگي کي منور ڪرڻ ۾ صرف ڪيو!!

والٽيئر آلپس جبلن جي دامن ۾ موجود سنگاسڻ تان يورپ جي هر پاکنڊي ڏانهن پنهنجو هٿ حقارت سان بلند ڪيو. سانده اڌ صدي تائين، ظلم، جبر، ڪليسا، تهخاني، قربان گاه ۽ بادشاهي تخت جي بوساٽيندڙ گهٽ مان هن مهان پرش " دليل ۽ عقل " جي پوتر لاٽ کي اوچو - ۽ روشن رکيو - ۽ ان جي روشني سموريءَ سنسار کي هميشہ منور رکندي!

## 8 . انسان ذات جي اصلاح

### (I) ياڳ پهريون

### انسان ذات ۾ سڌارو ڪئين آڻي سگهجي ٿو ؟

”هن سنسار ۾ جهالت کان وڌيڪ ٻي ڪا اونداهي ڪونهي.“ انسان حالات جي پيداوار آهي ۽ هر ڪنهن ۾ پيدائشي نقص آهن، جنهن جي لاءِ ڪين جوابدار نٿو ٺهرا ئي سگهجي. لڳي ٿو فطرت ڪنهن جو لحاظ نٿي ڪري: چاهي فرد هجي يا حيات جو ڪوئي قسم !

زندگي حيات کي جنم ڏئي ٿي ۽ ختم ڪئي ٿي. درميان ممڪنات جو پنڌ آهي. هر جاندار ؛ انسان، جانور، پسون، جي ٻڌي ،سو جهي، سمجهہ ۽ عمل اٽل آهي ۽ ان جو تعين گهٽن گذريل ۽ موجوده حقائق ۽ حالات جي ذريعي ٿئي ٿو. حال اڄ جو ۽ ماضي جو نينگر ۽ مستقبل جو خالق آهي!

هر انسان خوشي جو خواهشمند آهي. پنهنجي هر ضرورت پوري ڪرڻ گهري ٿو. کاڌ خوراڪ، ڪپڙو لٽو، رهڻ سهڻ ۽ پنهنجي سوچ آهر ذهني آسائش، پيار، محبت، راڳ روپ.

وحشي جيوت گهاريندڙ ماڻهن جون ضرورتون محدود هجن ٿيون، پر تهذيبي ارتقا جي ڪري مهذب انسانن جون نہ صرف جسماني گهرجون وڌنديون رهن ٿيون پر دانشورانہ افق ۾ وسعت ڪارڻ ذهن جي طلب ۽ خواهشن جو گراف بہ مٿي چڙهندو رهي ٿو.

وحشي جيوت گھاريندڙ محسوس تہ ڪري ٿو پر، سوچي نٿو؛ سندس جذبا سوچ جي اثرن کان عاري آهن. ۽ ڏاهو جذبات جي ڦندي کان بچيل رهي ٿو. ٻارن تي جذبا ۽ خواهشون ايستائين حاوي رهن ٿيون جيستائين هو بالغ ٿي "سوچڻ جي شڪتي" حاصل ڪرڻ جي لائق نٿا ٿين.

وحشي جيوت گھاريندڙ هميشہ ٻاهرين ڏيک ۽ اثر جو قيدي ٿي گذاريندو رهيو آهي. پست ۽ آلسي رهيو آهي ۽ مدافعت جي ڏڳ کان ڪناره ڪش ٿيندو رهيو. هن ڪي شيون جيئن نظر آيون تيئن هن انهن کي قبوليو. هو
" غئبي شڪتي" ۾ ايمان رکڻ وارو هڪ سڌو سادو انسان هيو. پاڻ کي خطرن ۽ مصيبتن ۾ گھيڙيل ڏسي مختلف طريقن سان " اڻ ڏٺل شڪتين" کي مدد لاءِ ٻاڏائيندو رهيو. هن جو اولاد پڻ سندس نقش قدم کي اپنايو. صدين کان ڪروڙين ماڻهو، جن ۾ ڪيئي چڱا، نيڪ بہ هيا، غيبي شڪتين کان مدد طلبيندا رهيا. اڻ ڳڻت پوڄا گھر ۽ قربان گاهون تعمير ڪيون ويون؛ جتي اڻ ڏٺل غيبي ديوتائن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ پوڄاپاٺ ڪيا ويندا آهن. ٻليون (قربانيون) چاڙهيون ونديون آهن، راڳ آلاپيا ويندا آهن. شڪرانا ادا ڪرڻ کان علاوه چلا ڪڍيا ويندا آهن. روزا رکڻ بہ معمول آهي.

انهن صدين ۾ انساني ذهن ڪشالا ڪيندي آهستگي سان ارتقائي منزلون طئہ ڪندو رهيو آهي. آهستہ آهستہ ذهن " محنت " جي اهميت کي مڃيو - فڪر ۽ سوچ ان جي مدد لاءِ تيار ٿيا ! ان عرصي ۾ صرف ايتري ترقي ٿي جو فڪر ۽ عمل ۾ هم آهنگ صورت گري پيدا ٿي؛ اهو سڀ ڪجھ تجربي جو نتيجو هيو!

فطرت پنهنجي ذات ۾ فياض ، بي رحم، اڏنگي ۽ مڪي، چوس هئڻ جي باوجود اسان جي ماتا ۽ استاد آهي، نڳٽي پڻ آهي ! اُسان "هن" جي قد ڪاٺ سان برميچي بہ ڪين تا سگهون ۽ نہ وري ان ڪان پاڻ گهٽائڻ جو سوچي سگهون تا. ان جي ذات ۾ ئي نيڪي ۽ بدي جا گڻ ۽ اوگڻ آهن. فطرت ۾ گهڻ پاسائتي شڪتي آهي: هوءَ اُپائي ٿي، نپائي ٿي، بچائي ٿي ۽ ناس ڪري ٿي !

چڱا ڪم ڦل ڏين ٿا، جن ۾ ٻج هجن ٿا، جيڪي وري ٻور ڇهلن ٿا ۽ ٻج ڏين ٿا. اوچا خيال امر آهن . نيڪي ڪڏهن ختم ٿيڻي ناهي .

هرذهن هڪ کيت جيان آهي جتي فطرت سوچ جا ٻج پوکي ٿي ۽ فصل جو دارو مدار ان کيتيءَ جي زرخيزيءَ تي آهي.

هرگل جيڪو فضا کي معطر بڻائي ٿو ان جو اثر انسان جي من کي آنند بخشي ٿو. گلن جي آس پاس ماکي جي مک جا چڪر ۽ لامارا فنِ لطيف جو مظهر آهن. بي سڪون سمنڊ جي لوچ گجڪار، آبشار جي مترنم آواز، بادلن جي گجگوڙ، چشمي جي سُرن، پنن جي سوساٽ، پکين جي منٺڙين لاتين، زوڪاٽ ڪندڙ هوائن، انسان کي ڏک سک، غم خوشي، وصال ۽ وڇوڙي جي گيت ۽ سنگيت جو فن سيکاريو. هن ڪائنات ۾ هر شيءِ ۾، جبل، ميدان، دريا، رڻ پٽ، بادل تارا، برف، برسات، انڌلٽ، ماٺ، طوفان، رات ڏينهن، جهنگل، وادي، زندگي جي واڌ، سوس، موت، اڏامندڙ، ترندڙ، چرندڙ پرندڙ هر جيوت ۽ هر شيءِ جيڪا انسان ناهي جوڙي آهي، قدرت جي تخليق جو حصو بڻجي وئي آهي.

هي تمام موجودات فطري آهي، ۽ فطرت جي، تخليق ۽ گهاڙ جو حصو آهي. انسان فطرت جي افق کان ٻاهر نٿو وڃي سگهي ! تنهن هوندي بہ انسان جُڳن کان هر هنڌ ”غيبي شڪتي“ تي ايمان آڻيندو رهيو آهي. هيءَ فطرت جي ايڪا گرتا کان انڪار ڪندو رهيو آهي. هو ”علت ۽ معلول“ ۽ ”شڪتي“ جي ناس نہ ٿيندڙ اصول کي ڪڏهن پروڙي ڪين سگهيو. يونانين جا سنگ مرمر جا تراشيل ديوتائون . تارن مان نڪتل سُرن ۽ سنگيت جيان مڪمل لڳن ٿا ۽ زندگيءَ جو مڌر راڳ آلاپين ٿا. دنيا جا عظيم نظم، چٽر، ايجادون ، اصول ، فلسفا انساني سوچ جي دائري کي وسعت بخشي نت نون قالبن ۾ اوتيندا رهن ٿا!

بيمارين جي علاج جي معاملي ۾ بہ هن جو ويساهہ جادو منتر، رڪيا تعويذ ۽ معجزي تائين محدود رهيو. هن وحشي جيو کي ڪڏهن اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آ ئي تہ بيماريون بہ فطري معمول جو حصو هيون.

علم ڪيميا جي ڄاڻ جي حوالي سان هن جي ڪوشش ”آب حيات“ ۽ ”پارس“ جي کوجنا تائين محدود رهي تہ جيئن هو سدا حيات رهي ۽ رواجي ڌاتو کي سون بڻائي !

ميڪانياتي علم ذريعي انسان جي اها ڪوشش رهي تہ ڪجهہ بيرم ملائي شڪتي پيدا ڪري تہ جيئن ’ لاڳيتو تحرڪ ‘ حاصل ڪري سگهي!

راڄ پاٽ کي هلائڻ لاءِ گهربل اختيار واسطي هن ” غيبي شڪتي“ کي اڃهو بڻايو !

تاريخ جون ڪئي صديون صرف ”فرمان برداري“ ڪي، نيڪي ۽ چڱائي جو پيمانو قرار ڏيندي گذري ويون. هن ڪڏهن فطرت ۾ پوشيده حقيقتن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو، ۽ هميشہ فطرت کان وڌيڪ، خيالي طور، سگهاري ” غيبي شڪتي “ کي ٻليوان مڃيندو رهيو ! اِهو سمورو لمبو عرصو ڌرم محض اڻ ڏٺل خيالي شڪتي اڳيان ٻاڏائڻ ۽ پرارٿنائون ڪرڻ ۾ سمايل رهيو!

تجربي ذريعي يا حادثاتي ڄاڻ مان انسان کي اها خبر پئي تہ ڪجھ بيمارين مان قدرتي طور تي صحتياب ٿي سگهجي ٿو ۽ مثال طور مٿي جي سور لاءِ مخصوص قسم جي جڙي ٻوٽين جي استعمال سان فائدو حاصل ٿي سگهي ٿو.

اها شروعات هئي. آهستہ آهستہ هن جو فطرت طرف ڌيان لڙندو ويو ۽ جادو ٽوڻن، تعويذن ۽ رکيائن مان اعتبار ڪڇندو ويو. صدين تائين اها جدوجهد جاري رهي پر ” سوڀ “ آخر فطرت جي پلڙ پئي. هاڻ اسان کي چٽي طرح ڄاڻ آهي تہ سمورين بيمارين جا ڪهڙا ڪارڻ آهن ۽ ڪهڙا علاج آهن. اهي سڀيئي فطري اصولن تي ٻڌل آهن. هاڻ اسان کي اها بہ سُڌِ آهي تہ علم طب ۾ جادو ٽوڻا رکيا تعويذ سڀ بيڪار بي سود آهن ۽ ان علم مطابق انهن بيمارين جو حل يا علاج ڪنهن ' غئبي ' طريقي ۾ پوشيده ڪونهي.

علم ڪيميا جي ميدان ۾ پڻ طويل ۽ تلخ ويڙھ هلندي رهي آهي. پر هاڻ ڪو بہ انسان ”آب حيات “ ۽ ”پارس “جي ڪوج ۾ رڌل ڪونہ آهي. اسان کي تسليٰ آهي تہ هن علم ۾ ڪو غئبي عنصر ڪونهي. اسان کي مادي جي اصليت جي ڄاڻ آهي. اها بہ ڄاڻ آهي ڪنهن مادي جا ڪيترا جوهر يا ذرا ٻئي مادي جي ڪيترن جوهرن يا ذرن سان ڳنڍجن ٿا .

علم ڪيميا ڪارڻ معجزا غائب ٿي ويا آهن. هن علم ۾ نہ جادو آهي نہ لچڪ ۽ نہ وري ڪنهن " غئبي شڪتي "جو ڪو امڪان. اسان کي پڪ آهي تہ ان ۾ ڪا تبديلي نہ ايندي. اسان کي فطرت جي يڪسانيت تي پورو يقين آهي. "ڪشش ثقل" هميشہ ساڳئي رهندي ۽ گول جي "گهير" ۽ "قطر" واري تعلق ۾ ڪڏهن ڪا تبديلي يا ردوبدل ڪونہ ايندو.

اڄ اسان کي اها خبر آهي تہ ميڪانياتي علم ۾ فطرت جو ڪردار غالب آهي. اهو بہ گيان اٿئون تہ انسان ڪنهن بہ ممڪن طريقي سان نہ "شڪتي" کي پيدا ڪري سگهي ٿو نہ ناس ڪري سگهي ٿو. ان علم جو ڪو بہ ماهر ڪڏهن ڪنهن غئبي قوت تي ڪين ياڙي ٿو نہ ان جي سهائتا جو خواهشمند آهي. هن کي ڄاڻ آهي تہ هو ڪجهہ اصولن جي هيٺ ڪم ڪري ٿو جنهن کي ڪابہ قوت بدلائي نہ ٿي سگهي.

اڄ اسان آمريڪا ۾ ان ڳالهہ کي مڃيون ٿا تہ حڪمراني جو اختيار، قانون سازي جو اختيار عوام جي مرضي سان حاصل ٿئي ٿو نہ ڪنهن غئبي ذريعي کان. اسان جو ان ڳالهہ ۾ يقين ناهي تہ بادشاهہ کي حڪمراني جو تحفو ڪنهن اڻ ڏٺل شڪتي جي سهائتا سان حاصل ٿئي ٿو. اسان جو ان ڳالهہ ۾ بہ يقين ناهي تہ رعيت هاري گولو غلام آهي. سماج ۾ طبقاتي تقسيم جو ڪارڻ بہ اها "شڪتي" بنهہ ڪونهي!

اڄ اسان جي سوچ ڦري وئي آهي. اخلاق جا قدر بدلجي ويا آهن. لکئين ماڻهن جو مڃڻ آهي تہ جنهن بہ شيءِ ذريعي ۽ طور طريقي سان خوشي ۽ خوشحالي آڻي سگهجي ٿي سي ئي اخلاقي قدر اعليٰ ۽ صحيح چئي سگهجن ٿا. بنا سوچي سمجهي " فرمان بردار" ڪرڻ نيڪ نيتي جو

بنياد يا لازمي جز ناهي. اهڙو عمل غلاماڻي ذهنيت جو نتيجو آهي. پنهنجي عقل، فهم ۽ سمجهه ٻوجهه سان "پيروي" کي ئي آزاد روي ۽ مانائتو چئي سگهجي ٿو. محض " فرمان برداري" کي غلاماڻي ذهنيت سان تعبير ڪري سگهجي ٿو.سچو " اخلاق " عقل، دانش ۽ آزادي مان ڦٽي نڪرندو آهي.

ڪئي ماڻهو ان نتيجي تي پهتا آهن تہ حقيقي ڌرم جو"غئبي شڪتي" سان ڪو واسطو ڪونہ آهي. ڌرم جو مطلب اهو ناهي تہ بنا ڪنهن ثبوت جي يا ثبوت جي برعڪس ايمان آڻجي. ان جو اهو بہ مطلب ناهي تہ اڻڄاتل جي پوڄا ڪجي يا ٻي اننت جي خدمت ڪندو رهجي ! رسم پرستي، پاٺ پوڄا، پويتر پوٿيون، ڪرامتون وغيره جو تعلق "غئبي شڪتي" سان آهي. انهن سڀن جو حقيقي ڌرم سان ڪو واسطو ڪونهي.

هر سائنسي علم جو بنياد آزمايل حقيقتن تي ٻڌل آهي. ان ڪري علم اخلاق ۽ ڌرم کي بہ لازمي طور پنهنجون جڙون فطري شين ۾ تلاش ڪرڻ جڳائين.

## (II) ياڪَ ٻيون
## دنيا ۾ ڪيئن سڌارا آڻي سگهجن ٿا ؟

اگيان اونڌه آهي، اسان کي فهم جي روشني درڪار آهي. سماجي ترقي لاءِ جن اهم اصولن جي سڪيا ڏيڻ گهرجي سي هي آهن: ڪائنات فطري آهي، انسان دوانديشي سان، سماج جي واڌاري لاءِ سوچي، مشڪلات، براين کي دور ڪري، رڪاوٽن کي هٽائي ڪري فطرت جي شڪتين ۽

اصولن مان فائدو وٺي ايجادن ۽ صنعتن ذريعي جسماني ۽ ذهني ضرورتن جي مناسب طور تي پورائي ڪري سگهي ٿو.

انسان کي غيبي امداد جي توقع نہ رکڻ گهرجي. ڪيس سمجهڻ گهرجي تہ پرارٿنائن سان مايا نٿي ميڙجي، ۽ خوشحالي، پوڄا پاٺ جي پيداوار بنهہ ڪونهي. هن کي سمجهڻ گهرجي تہ ”غيبي شڪتي“ ڪڏهن ڪنهن مظلوم جي داد رسي ناهي ڪئي، ڪڏهن اگهاڙو انگ ناهي ڍڪيو، بکئي جو پيٽ ناهي ڀريو، معصوم جي حفاظت ناهي ڪئي، وبا کي ناهي روڪيو يا ڪنهن غلام کي آزادي سان همڪنار ناهي ڪيو. ”غيبي شڪتي“ جي امڪاني موجودگي کان آجڪائي حاصل ٿيڻ بعد انسان کي دنيا جي معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ جڳائي، فطرت جي پوشيده رازن تان پردو هٽائڻ جي جاکوڙ ۾ جنبجي وڃڻ گهرجيس.

سڀ کان اڳ هنکي پنهنجي سگهہ، پنهنجي دولت ضايع نہ ڪرڻ گهرجي. هر چڱي انسان، عورت توڙي مرد کي جنگ جي مخالفت ڪرڻ گهرجي ۽ اڻ ڄاڻ ۽ انڌي طاقتن کي منٿ ميڙ نہ ڪرڻ گهرجي، انسان وحشي اوستا ۾ پنهنجي قوت تي ڀاڙي ٿو، ان جي آڌار تي فيصلو ڪري ٿو، تہ ڇا صحيح آهي يا غلط. مهذب انسان پنهنجا جهڳڙا جنگ ذريعي حل نہ ڪندا آهن. اهي پنهنجا جهيڙا جهٽا ڪورٽ ڪچهري يا امين ذريعي حل ڪرائڻ جو جتن ڪندا آهن. اهو ئي اهم فرق آهي مهذب ۽ وحشي انسان ۾ ! بهرحال ڪجهہ قومن جي وچ ۾ لاڳاپا ڇڪتاڻ هيٺ رهن ٿا. مسئلن کي سلجهائڻ لاءِ سندن آڏو ڪو حل ڪونہ آهي. هر قوم پنهنجو پاڻ فيصلو ڪري ٿي ۽ سنديس ڪوشش رهي ٿي تہ ان کي عملي جامو پهرايو وڃي. اها ڳالهہ جنگ جو باعث بڻجي ٿي. اڄ لکين ماڻهو

پنهنجي هم جنس کي نيست نابود ڪرڻ لاءِ نت نوان جنگي هٿيار ايجاد ڪرڻ ۾ رڌل آهن! تقريبن ٻن هزار سالن تائين شانتي قائم ڪرڻ جون ڳالهيون ٿينديون رهيون آهن، پربدقسمتي سان اڄ بہ وڏيڪ مهذب سمجهيون وينديڙ قومون جنگي تيارين ۾ مصروف آهن. اڄ بہ يورپ ۾ تقريبن بہ ڪروڙ فوجي جنگ جي لاءِ تيار بيٺا آهن ۽ هر مهذب قوم پنهنجي سرحدن جي بچاءُ لاءِ مورچا بند سينا رکي ٿي. بحري سرحدن جي حفاظت لاءِ وڏا ميزائل بردار جنگي جهاز سمنڊ ۾ گشت ڪري رهيا آهن. مهذب دنيا جنگ خاطر اڄ تائين مالي طور پيڙهجي رهي آهي. اڄ جو يورپ جنگي تيارين تي تقريبن ٿي ارب ڊالر خرچ ڪري رهيو آهي ! ايڏي وڏي رقم تي ڳرو وياج ڀرڻو پوي ٿو، جيڪو سخت انساني محنت سان حاصل ٿئي ٿو. ان رقم جو وڏو حصو غريب پورهيت کي برداشت ڪرڻو پوي ٿو ڪين پيٽ پٽي، ضروريات زندگي ۾ وڏي ڪترڪرٽي پوي ٿي ! اهو بوجهہ وقت سان وڏيڪ ڳرو ٿيندو رهي ٿو. تبديلي جي سخت ضرورت آهي بئي صورت ۾ عيسائي دنيا ڏيوالي ٿي ويندي!!

هر سال ان رقم تي گهٽ ۾ گهٽ نوي ڪروڙ ڊالر وياج ڏيڻو پئي ٿو. ان کان سواءِ ايڏي وڏي بري، بحري ۽ هوائي فوج ۽ جنگي ساز ۽ سامان جي پورت ۽ قرض تي وياج سميت، تلهي ليکي، گهٽ ۾ گهٽ سٺ لک ڊالر روزانو خرچ ٿين ٿا ! اگر روزانو ڪم جا ڏهہ ڪلاڪ ڳڻيا وڃن تہ جنگ تي ضايع ٿيندڙ رقم گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ لک ڊالر هڪ ڪلاڪ ۽ ڏهہ هزار ڊالر هڪ منٽ جي حساب سان خرچ ٿئي ٿي !

سوچو تہ سهي، ايڏي دولت، ناس ڪرڻ خاطر - پنهنجي ئي ڀائرن کي صفحہ هستي تان مٽائڻ خاطر خرچ ڪئي وڃي ٿي ! جيڪڏهن اها رقم اسڪول، اسپتال ۽ انسان جي ٻين بنيادي ضرورتن (روٽي، ڪپڙي ۽

اجهي) پوري ڪرڻ لاءِ خرچ ڪئي وڃي ته ڪيترو نه سماج جو ڪلياڻ ٿي سگهندو !

جيڪڏهن اسان جنگ کان بچڻ چاهيون ٿا ته اسان کي پنهنجا قومي جهيڙا جهڳڙا عالمي عدالت جي ذريعي حل ڪرڻ گهرجن. اهڙي ڪورٽ کي مستقل طور تي ڪم ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي ميمبرن جي چونڊ واسطيدار قومن کي ڪرڻ گهرجي، اهي ڪورٽ جي فيصلن جا پابند هجن. ڪورٽ جي فيصلن جي تعميل ڪرائڻ لاءِ ڪيس گهربل تعداد ۾ فوج رکڻ جي اجازت هجي. جنگجو عيسائي فوجن کان هٿيار واپس ورتا وڃن، جنهن جي لاءِ ڪو بهانو يا عذر قبول نه ڪيو ويندو. هن مهذب دنيا ۾ بري يا بحري فوج رکڻ جي ڪا ضرورت ڪونهي.

جنگي تباه ڪارين ۽ بربادين جو تخمينو لڳائڻ انسان جي سوچ کان ٻاهر آهي. ذرا سوچو : انسان جي جسمن مان پار ٿيندڙ گوليون، بم، ۽ هلاڪت خيز بارود - چٿيل چچريل انساني عضوا، لولو لنگڙو اپاهج انسان، بيوه عورتون، يتيم ٻار !

(نوٽ - آنجهاڻي مصنف رابرٽ گرين انگرسال هيءُ مضمون 98-1890 ع جي وچ ڌاري لکيو هو. ان ۾ يورپ متعلق ڏنل فوجي انگ اکر يا پنهنجي ملڪ بابت تخمينا مٿي ڄاڻايل عرصي دوران گڏ ڪيا ويا هئا. مترجم)

(III) ياڳ ٿيون

اسان کي صاف گوئي کان ڪم وٺڻ گهرجي. اسان کي نيڪ نيتي سان انسان ذات جي ڀلائي لاءِ ڏڍَ ڳولهڻ گهرجن. منهنجو توهان کي ايماندارانه مشورو آهي : جيڪو منش جاتي جو انساني حق آهي- منهنجو

فرض آ تہ پنهنجي من جي تمام تر سچائي ۽ ايمانداري سان اوهان آڏو آڇيان.

انسان پنهنجون قوتون ۽ دولت هڪ ٻئي ڏس ۾ ضايع ڪري رهيو آهي. تاريخ جي شروعات کان وٺي اڄ ڏينهن تائين هو غئبي شڪتي جي سهائتا طلب ڪندو رهيو آهي. ڪيترن جُڳن کان دنيا جي دولت ان "اڻ ڏٺل قوتن" کي ريجهائڻ لاءِ اجايو خرچ ٿيندي رهي آهي. صرف اسان جي ئي ملڪ ۾ ان مقصد جي حصول لاءِ وقف ٿيل جائداد تي گهٽ ۾ گهٽ هڪ ارب ڊالر خرچ ڪيا ويا آهن ! ان رقم تي وياج ئي پنج ڪروڙ ڊالر ساليانو ٿئي ٿو ۽ وري ان "اڻ ڏٺل ديوتائن" جي خوشنودي حاصل ڪرڻ جي ڪم لاءِ مقرر ماڻهن ۽ جائداد جي سنڀال تي ايندڙ خرچ يقيني طور ان کان ڪافي وڌيڪ آهي. اهڙي طرح اسان جي ملڪ ۾ اها رقم تقريبن ويهہ لک ڊالر هر هفتي ٻٽبي ۽ ڏينهن کي اگر ڪم جي مد ۾ ڏهن ڪلاڪن جي حساب سان ورهائجي تہ ان رقم جو ڪاٿو پنج سو ڊالر في منٽ ٿيندو.

ايڏي وڏي رقم جي سيڙپ جي مقابلي ۾ فائدو نمايان طور تي ايترو ڪونہ آهي. حاصل مطلب نہ هجڻ جي برابر آهي. ڏوهن ۾ ڪا اهڙي خاص ڪمي ڪونہ آئي آهي ! غربت ۽ بد فعلي ۾ ڪا اهڙي ڪمي ڪونہ آئي آهي. هن نمايان ناڪاميابي جي باوجود اڃان هڪ وڏي رقم ساليانی ان " خام خيال " کي ٻين قومن ۾ ڦهلائڻ لاءِ خرچ ڪئي پئي وڃي. اسان جا گرجا گهر سمورو هفتو بند رهن ٿا سواءِ هڪ ڏينهن ۾ ٿوري وقت لاءِ. ڪو بہ نہ ٿو چاهي تہ انهن گرجا گهرن کي يا انهن سان لاڳاپيل تنظيمن جي بيخ ڪني ڪئي وڃي پر دنيا کي انمان حقيقي طور

تي ڪو لاڀ نہ ملي. اسان جي ڪيترن ننڍن شهرن ۾، جن جي آبادي ٽي، چار هزار مس هوندي، چار، پنج ڪاٿي ان کان بہ وڌيڪ گرجا گهر آهن، جيڪي معمولي اختلاف جي ڪري تعمير ڪيا ويا آهن :

ا. بپتسميا جي طريقہ ڪار تي اختلاف

ب. حضرت عيسيٰ جي موڪلائي واري ماني جي رسم ڪير ادا ڪندو.

پ. سرڪاري رسم ادا ڪرڻ بابت اختلاف

ت. اڳڪٿي بيان ڪرڻ جي رسم تي اختلاف

ث. مقدر ۽ پنهنجي مرضي بابت اظهار تي اختلاف وغيره

اهو بہ مڃڻو پوندو تہ سڀني ڌرين طرفان بي شمار پيرا انهن اختلافي مسئلن تي رايا ظاهر ڪيا ويا آهن; انهن تڪرارن ۾ ڪو نئون جواز ڪون پيش ڪيو ويندو آهي; ساڳيا پراڻا بي نتيجہ بحث ورجايا ويندا آهن.

منهن جي سوچ مطابق هاڻ اهو بهتر ٿيندو تہ ٽن چئن هزارن ماڻهن جي آبادي واري شهرن لاءِ هڪ گرجا گهر ئي ڪافي آهي. ان جو استعمال هفتي جا ست ئي ڏينهن ٿيڻ گهرجي، نہ ڪي صرف آرتوار ڏينهن ٿوري ديرلاءِ ! ان کي شهرواسين جي بينڪ جي طور تي استعمال ٿيڻ گهرجي، جتي ماڻهن جي پڙهڻ لاءِ پوري دنيا جا خاص رسالا ۽ اخبارون موجود هئڻ گهرجن، ساڻ ساڻ اتي ڊراما ۽ محفل موسيقي جو اهتمام پڻ ڪيو وڃي. ماڻهو جڏهن چاهين جنهن وقت چاهين اتي گڏجي سگهن، عورتن لاءِ سلائي، پرت ۽ ٻين هنرن جي ڄاڻ ۽ سکيا جو مناسب بندوبست هئڻ گهرجي، گڏوگڏ سندن ٻندر لاءِ راندين روندين جو بندوبست پڻ ڪيو وڃي. ماڻهن جي ونڊر۽دلچسپي جون هر ممڪن سهولتون هئڻ گهرجن. جنهن جي مهيا ڪرڻ لاءِ هر ڪنهن شهري کي ان ۾ حصو ونڊي فخر

محسوس ٿيڻ گهرجي. ان گرجا گهرن کي خوبصورت مجسمن ۽ تصويرن سان سينگاريو ويجي - اهو دانشورانہ سوچ اپارينڊڙ مرڪز هئڻ گهرجي. اهڙي ودياوان ماڻهوءَ جون خدمتون حاصل ڪجن جيڪوڪين هرآرتوار تي دلچسپي ۽ اهميت واري مضمونن جي ڇاڻ ڪاري فراهم ڪري سگهي. اهي شهر واسي ودوان کي مخاطب ٿي چَونَ: "سارو هفتو اسان پنهنجي ڌنڌن، ڪرت ڪاروبار ۾ رڌل رهون ٿا ۽ چاهيون ٿا تہ اوهان مختلف موضوعات جَو اڀياس جاري رکو ۽ آرتوار جي ڏينهن اسان جي گيان ۾ اضافو ڪندا رهو."

اهڙي جڳهہ تي تاريخ، فلسفي ۽ ٻين يوناني هنرن جي باري ۾ سلسليوار ليڪچر ڏنا وڃن. پل انهن کي آسماني ڳجهن ۽ هندوستاني ۽ مصري مذهبن جي باري ۾ بہ ڏسيو وڃي. ان سلسلي ۾ دنيا جي ٻين فلسفن، عظيم مفڪرن، شاعرن، ڪلاڪارن، اداڪارن، مقررن، نوان نوان خيال ڏيندڙن، دريافت، کوجنائون، ايجادون ڪندڙن، ماهر صنعتڪارن ۽ بهادر سپاهين جي ڪارنامن جي باري ۾ بہ ٻڌايو وڃي. ان مقام تي پل آرتوار اسڪول قائم ڪيا وڃن، جت ٻارن لاءِ قدرت جي حقيقتن، ارضياتي علم، آڪاسي نروار، جيت جنتر وديا ۽ نباتات جي سکيا جو بندوبست پڻ ڪيو وڃي.

ٻالڪن کي بهترين لکڻين عظيم نظمي رچنائن، سخاوت، دليري، بهادري جي ڪارنامن، نفس ڪشي واري ڪهاڻين بابت ٻڌايو وڃي. مون کي لڳي ٿو ٿورن ئي سالن اندر آمريڪا ۾ اهڙن ميڙاڪن ذريعي ذهين ترين ماڻهو نڪري نروار ٿيندا. حقيقت اها آهي تہ ماڻهو پراڻن، دقيانوسي ويچارن کان بيزار ٿي چڪا آهن، اهڙن معجزن ۽ غئبي قوتن

مان سندن دلچسپي ڪجي چڪي آهي، انهن ۾ بنهہ اعتبار ڪونہ رهيواڻن.

”جهالت ڪان وڌ اونڌه ٻي ڪا ڪونهي،
فراست جهڙي روشني ٻي ڪا ڪونهي.“

جڏهن اسان غلط ڪي حقيقتُ سان ۽ ڪوڙ کي سچ سان مٽائڻ سڪندا سون، تہ ترقي ڏانهن قدم کڻي سگهندو. دنيا اندر صرف ڏاهپ جي ٻج ڇٽڻ سان آئيندي جي خوشحالي ۽ نسلن کي مهذب بڻائڻ ممڪن ٿي سگهندو.

مان نہ ڪنهن تي الزام ڏريان ٿو، نہ ڪنهن جي نيت تي شڪ ڪريان ٿو. ماڻهن ائين ئي ڪيو آهي جئين ڪين وڻيو آهي.

مستقبل جي اميد جو دارو مدار اڄ جي باشعور انسان مٿان آهي. انسان کي پنهنجي وسيلن کي پنهنجي هٿ وس رکڻ گهرجي ۽ ناممڪن کي حاصل ڪرڻ ۾ اجايو پنهنجون قوتون ضايع نہ ڪرڻ گهرجن.

هن کي فطرت جي قوتن مان لاڀ حاصل ڪرڻ گهرجي، هن کي تعليم تي ياڙڻ گهرجي، جنهنجي ذريعي هو پنهنجي حواسن وسيلي سبب، ڪارڻ ۽ تجربي جي بنياد تي حقيقت جو يقين ڪري سگهي ٿو. هن کي بدگماني ۽ رسم ريت جي زنجيرن کي ٽوڙڻ گهرجي. هن کي ڪنهن بہ موضوع تي پنهنجي خيال، راءِ جي مڪمل آزادي هئڻ گهرجي. هن کي خوشي ۽

خوشحالي جون حالتون پيدا ڪرڻ گهرجن ۽ سک، شانتي ۽ امن، سڪون سان زندگي گهارڻ گهرجي.

## (IV) ياڳ چوٿون
## ڏوهہ کي ڪيئن گهٽائي سگهجي ٿو؟

انسان وٽ قدرت جون اڻ ڳڻت نعمتون هئڻ جي باوجود، زراعت ۽ ٻين شعبن ۾ بي انداز ايجادن ۽ ترقي جي باوجود انسان جي اصلاح جي اڻ ٿڪ ڪوشش جي باوجود; دنيا اجان تائين غربت ۽ ڏوهہ جي شڪنجي ۾ جڪڙي پئي آهي.

قيد خانہ ستيا پيا آهن، ڪورٽون پريون پيون آهن، منصف مصروفِ عمل آهن، پر ان جي باوجود "ڏوهہ" ۾ ڪا ڪمي نظر نہ ٿي اچي.

هزارن سالن کان مختلف سزا ئن ذريعي، جنهن ۾ قيد، ايذاءِ ۽ صعوبتون ڏيڻ، عضوا ڪٽڻ، چيچرائڻ، چيرائڻ ۽ ڦاسي چڙهائڻ جهڙن طريقن سان ڏوهہ کي روڪڻ ۽ ڏوهاري جي اصلاح لاءِ جتن ٿيندا رهيا آهن، پر دنيا جي تاريخ گواه آهي تہ " سزا " سڌارو نہ ٿي آڻي سگهي. ڪيڏي بہ وڏي ۽ خوفناڪ سزا ڪٿي چو نہ هجي، تہ بہ ڏوهہ کي گهٽائي نہ ٿي سگهي، اهو ممڪن ئي ناهي.

ڪجهہ سال اڳ مهذب ملڪن ۾ چوري ۽ ان کان هلڪي نوعيت جي ڪيترن ئي ڏوهن جي سزا موت هوندي هئي. چورن ۽ ٻين ڏوهارين جي تعداد ۾ اضافو ئي ٿيندو رهيو. غدارن کي ڦاسي ڏني ويندي هئي يا چيرايو ۽ ٽڪرٽڪر ڪرايو ويندو هو، پرتنهن هوندي بہ غدار ديش ڌوهي وڌندا ۽ ڦلندا رهيا !

گھٽيئي اھڙا ڪارا قانون منسوخ ڪيا ويا آھن، پر انھن جي منسوخي ڪارڻ، يقيني طور تي ڏوھہ ۾ واڌارو ڪونہ ٿيو آھي. اسان پنھنجي ملڪ ۾ ڦاسي جي سزا، قيد و بند ۽ جيل خانن تي ياڙيون ٿا. جڏھن ڪو قتل ٿئي ٿو تہ اسان قاتل، ڏوھاري کي ڦاسي ڏيون ٿا، بجلي جا جھٽڪا ڏئي يا ٻي ڪنھن طريقي سان ماريون ٿا پر، ٿوري ويرم گذرڻ بعد نئون قاتل، ساڳئي سزا ڀوڳڻ لاءِ پيدا ٿئي ٿو. چورن کي ڪجھہ سالن لاءِ بندي خاني ۾ موڪليو وڃي ٿو ۽ اذيتون ڏنيون وڃن ٿيون. مدي ختم ٿيڻ تي کين آزاد ڪري واپس موڪليو وڃي ٿو ۽ وٽس موٽڻ جيترا پئسا مس ھجن ٿا، کين بنا ڪنھن وسيلي ۽ سنگت سات جي دنوي مهاساگر ۾ ڦٽو ڪيو وڃي ٿو، جتي ھاڻ سزايافتہ حيثيت سان چاتا وڃن ٿا؛ ڪانئن پاسو ڪيو وڃي ٿو، مٿانئن شڪ ڪيو وڃي ٿو ۽ ڏڪاريو وڃي ٿو. جيڪڏھن ھنن کي ڪا جڳھہ يا ڪم ملي ٿو تہ سزايافتہ ھئڻ جي خبر پوندي ئي نيڪالي ڏني وڃي ٿي. ھو ھر طرح پنھنجي شناخت ۽ پنھنجي ڏوھہ ۽ سزا جي ڪھاڻي کي لڪائڻ جي پوري ڪوشش ڪن ٿا تہ جيئن سندن ساک خراب نہ ٿئي. ٿوري ئي وقت ۾ جڏھن معاشرو کين قبول نٿو ڪري تہ ھو وري ٻئي ڪنھن ڏوھہ ۾ ٻڌجي بندي خاني پهچن ٿا. کين ماني ڳيي لاءِ ۽ سڌاري لاءِ ڪو سات نٿو ملي.

مٿي ڄاڻايل حال وڏي خواري آھي. انسان کي سزا طور قيدخاني نہ موڪليو وڃي ڇو جو اسان کي اھو نہ وسارڻ گھرجي تہ انسان فطرت جو محتاج آھي. فطرت انسان کي مڪمل ڪڏھن نہ ٿي ٺاھي. انساني نسل جو ڪافي ناڪامين سان واسطو آھي. مخصوص حالتن اندر ڪن گھرجن ۽ خواھشن ھيٺ دماغي حالت ۾ منفي تبديلي ڪارڻ انسان چور، ڌاڪو، ٺڳ وغيره ٿين ٿا. سوال اٿي ٿو تہ ڇا سڌارو ممڪن آھي؟

ڇا ماحول جي تبديلي سان انسان اندر تبديلي آڻي سگھجي ٿي؟ مجرم هميشہ خطرناڪ هجي ٿو، معاشري کي پنهنجي بچاءَ جو حق حاصل آهي. مجرم جي حدبندي ذريعي اصلاح ڪري سگھجي ٿي. بندي خاني کي اسڪول جيان هجڻ گھرجي جتي مجرمن کي تعليم ڏني وڃي. انهن کان ڪم ورتو وڃي ۽ ڪين مناسب معاوضو پڻ ادا ڪيو وڃي. انهن مان سڀني ماڻهن کي، بندي خانن جو قبضو ڏنو وڃي، اهي مفڪر ۽ پراپڪاري هجن ۽ ڪين انساني فطرت جي بہ چڱي چوکي ڄاڻڪاري هجي بن. پنجن سالن جي سکيا ۽ تربيت حاصل ڪن جنهن ۾ ڪين بنيادي فطرت جي ڄاڻ ڪاري، چڱائي جي ترغيب، برائي کان پاسو ڪرڻ سيکاريو وڃي. سزا واري مدي پوري ٿيڻ کان پوءِ معاشري ۾ حقارت آميز روش نہ اختيار ڪئي وڃي، نئي سر ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ مناسب رقم ۽ نالي متائڻ جي اجازت هئڻ گھرجي، تہ پراڻي شناخت سبب ڪا رنڊڪ رڪاوٽ نہ ٿئي ۽ آزادي بعد پاڻ کي سرڪار جو سهڪاري سمجھي، محسوس ٿيڻ گھرجي تہ هن سان انصاف واري روش برپا رکي وئي آهي ۽ ساڻس رحم دلي جو مظاهرو ڪيو ويو آهي تہ جئين هو هڪ معزز ۽ ڪارائتو شهري بڻجي سگھي ۽ ٻيهر ڏوھ جي دنيا ۾ شامل نہ ٿئي.

اڄ ڪالھ جي صورت حال ۾ رتي پر سڌارو ڪونهي. ساڳيون ئي صورتون، بار بار ڪورٽ ڪچهرين ۾ نظر اچن ٿيون. ڪين سزائون ملن ٿيون ۽ جيل اماڻيو وڃي ٿو. قتل جي مجرمن ۽ ٻين سنگين ڏوهن جي ڏوهارين کي عمر پر قيد جي سزا هئڻ گھرجي ۽ متائن ڪڙي نظر رکي وڃي، ڪنهن طريقي سان مدد ڪئي وڃي تہ جئين هو پاڻ پرو ٿي سگھن. مردن ۽ عورتن کي جدا جدا هنڌن تي رکيو وڃي. اهڙن ڏوهين کي جيڪي جرم کي پيشو بڻائين تا الڳ تلڳ ٻيٽن ڏانهن اماڻيو وڃي.

مرد هڪ بيٺ ۾ ته عورتون ٻئي بيٺ ۾. ڪين ذرتي تي آباد سماج کان بنهه الڳ ڪيو وڃي.
جسماني يا ذهني بيمارين يا اپاهج پڻي جي پاڙ پٽڻ گهرجي. زندگي جي سر چشمي کي گند آلود نه بڻائجي.

(V) پاڳ پنجون

سموري انسان ذات لاءِ اجهو ؟

هر گهر قوم جي ايڪائي آهي. جيترا وڌيڪ گهر هوندا اوترو قوم جا بنياد مضبوط ۽ محفوظ هوندا.

انسان ذات کي ادم ونڻ جڳائي، جيڪي ڪجهه هٿ وس هجي ڪرڻ گهرجي ته جيئن پاڻ کي "ڪرائيدار قوم" بڻجڻ کان روڪي سگهي. زمين جو مالڪ ان جو ڪيڙيندڙ هئڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ اسان جي ملڪ ۾ ان ان ڏس ۾ قدم کنيو ويو آهي. هر رياست ۾ گهر جي چوٽ آهي ۽ ان جي ڪري وياج ڏيڻ وارن تي ڪو برو اثر ڪونه پيو آهي. قرضين کي قيد ڪرڻ سان رقم اڳ ٻه اوترئ ئي غير محفوظ هئي جيتري اڄ آهي. ڪنهن مخصوص حد واري تائين قيمت واري گهر کي محصول يا قرض وصول ڪرڻ خاطر ضبطي کان آجو رکيو ويو آهي. اهڙي قانون ڪارڻ چڱائي تي آهي ۽ گهرن جي تعداد ٿيٽي تي وئي آهي.

هڪ ٻيو سوال آهي جنهن ۾ منهنجي ڪافي دلچسپي آهي ۽ منهنجي خيال ۾ ان جو جواب هن صدي جي عقل فهم ۽ رحم دل ماڻهن وٽ آهي.

اسان سيني کي خبر آهي تہ انسان ڪيترن ئي دورن کان غلامي جي جيوت گهاريندو رهيو آهي ۽ اسان کي اها بہ ڄاڻ آهي، تہ انهن سيني دورن ۾ عورت انهن "غلامن جي غلام" رهي آهي! اهنو نهايت اهم "نڪتو" آهي تہ عورت جيڪا ماءُ بہ آهي، اها آزاد هئڻ گهرجي. ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ "شادي" هڪ اهم ۽ پوتر بنڌڻ آهي ۽ ٻين سيني بنڌڻن کان مٿانهون آهي. بيشڪ شادي جي رسم اصلي شادي ناهي، بلڪہ اها تہ هڪ ٻئي لاءِ اندر ۾ موجود "اڪير" جي شهادت آهي. سچي شادي هڪ ٻئي جي "اڪير" بنا نٿي ٿي سگهي. منهنجي خيال موجب شادي جي رسم ۽ جشن ۾ ماڻهن کي نہ صرف خبر ڏني وڃي ٿي، پر رڪارڊ رکيو وڃي ٿو، ۽ ساڻ ساڻ اهو بہ ٻڌايو وڃي ٿو تہ هو هڪ ٻئي کي "پيار" ڪن ٿا.

ان بعد وري طلاق جو سوال اچي ٿو. ڪيترن ئي ماڻهن جو ويچار آهي تہ شادي ڪندڙ جوڙي کي ڪا "غئبي قوت" ملائي ٿي تہ جيئن هو سموري عمر گڏ گهارين يا گهٽ ۾ گهٽ شادي جي بنڌڻ ۾ ٻڌل رهن. اگر شادي شده جوڙي کي جوڙڻ واري "غئبي قــوت" آهي، تہ پوءِ اسان کي مڃڻو پوندو تہ اها "غئبي قوت" دانشمندي کان وانجهيل آهي.

بهرحال شادي هڪ معاهدو آهي ۽ معاهدي ڪرڻ وارا ان جي پابندي لاءِ ٻڌل آهن. ڪنهن کي بہ ان جي ڀڃڪڙي جي اجازت نہ هئڻ گهرجي، سواءِ ان حالت ۾ جو اهو سماج جي مفاد ۾ نہ هجي. منهن جي راءِ ۾ قانون ۾ اها گنجائش هئڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ڪا عورت مسلسل طور تي ڏنو وائنو معاهدي جي ڀڃڪڙي ڪري ٿي تہ مرد کي طلاق ونڻ جي اجازت ڏني وڃي. اهڙي طلاق هڪجهڙائي جي بنياد تي ٻڌل هئڻ گهرجي. منهنجي زال اگر چاهي ۽ طلاق گهري تہ مان ڪيس طلاق ڏيندس.

مان اهو قدم هن جي خاطر نہ کڻندس پر، سماج ۽ قوم جي ڀلائي خاطر کڻندس. سمورا ٻار پيار جا پيامبر هئڻ گهرجن ۽ جيڪي ڄمن ٿا سندن خلوص سان آجيان ڪئي وڃي. اهڙين مائرن جا ٻار جيڪي سندن پيئرن کي نٿيون چاهين، يا نفرت ڪن ٿيون، يا ڪين مڙسن کان ٻچان اڇين ٿي، هن ڌرتي کي جهالت ۽ جرم جو بسيرو بڻائين ٿا. ڪنهن بہ عورت کي جيڪا مڙس سان نٿي رهڻ چاهي ان تي ڪنهن بہ قسم جو معاشرتي يا قانوني زوربار نہ وجهڻ گهرجي. طلاق ڪارڻ دنيا ۾ برائي جو ڪو خطرو ناهي ۽ نہ ئي وري انسان ذات جي من اندر پريم جي سدا بهار جذبي کي برٻادي جو ڪو پوءِ پولو آهي . جيستائين انسان ذات جو هن ڌرتي تي وجود آهي مرد ۽ عورت هڪ ٻئي سان پيار ڪندا رهندا ۽ ان صورت ۾ ئي سچي ۽ حقيقي شادي ٿلندي ڦولندي رهندي - غلامي چڱائي جي تخم ريزي لاءِ ڪڏهن سازگار ثابت ڪونہ ٿي سگهندي .

منهنجي سوچ مطابق مرد ۽ عورت کي طلاق جي اجازت لاءِ مختلف بنياد ٿي سگهن ٿا. عورت پنهنجي سونهن، سوپيا، جوبن جواني مرد جي حوالي ڪري ٿي، جڏهن هن کي گهنج پئجڻ لڳن، ڪراڙي ٿيڻ لڳي، مرد طلاق ڏيڻ گهري، تہ ڪيس طلاق ڏيڻ جي اجازت نہ ڏني وڃي. هن جي جواني جو اهم وقت گذري ويو، هاڻي سندس ٻيهر شادي جا امڪان بہ گهٽجي ويا ۽ ان جي ڀيٽ ۾ مرد پنهنجي ٻهرين شادي جي وقت کان هاڻ وڌيڪ ڪامياب ٿي سگهي ٿو. منهنجي خيال ۾ مرد کي طلاق جي اجازت نہ هئڻ گهرجي، بشرطيڪ، عورت ظاهران ظهور معاهدي جي ڀڃڪڙي نہ ڪئي هجي. ٻئي طرف جيڪڏهن معاشري ۽ ٻارن جي چڱائي لاءِ، عورت اگر گهري ٿي تہ هن کي اهڙي اجازت هئڻ گهرجي.

عظيم مردن جو نسل ان وقت تائين پيدا نہ ٿيندو جيستائين عورت ذات آزاد نہ هوندي. "ماءُ" آزاد نہ هوندي!

اسان جي ٻولي ۾ "ويم" نفيس ترين لفظ آهي. ان لفظ ۾ "اَلوهي" موج، پيڙا، اپار پريم ۽ ايثار سمايل آهن ! اِهو لفظ پويتر آهي.!!

(VI) ياڳ ڇهون

مزدورن جو سوال

مزدوري جي سوال - مزدور ۽ مالڪ جي وچ ۾ تضاد - تي سالن کان اڻ کٽندڙ بحث جاري آهي. انَ مقصد جي حل لاءِ گهٽا ئي ڏڳ اختيار ڪيا ويا آهن ۽ تجربا ڪيا ويا آهن. منافع ۾ ڀائيواري سمجهه ۾ نہ آئي ڇو جو انهن سان منافع ورهائڻ ممڪن ناهي، جيڪي نقصان ۾ شريڪ نہ ٿا ٿي سگهن. راڄ مهاجڻ جو نظام بڻايو ويو تہ جئين خرچ ڪٽڻ کان بعد منافعو سموري سماج ۾ ورهايو وڃي. پر اهو نظام ڪارگر ثابت نہ ٿيو.

هڪ راءِ ثالثي جي حمايت ڪئي. جنهن ۾ مالڪن تہ ثالثن جي فيصلن کي قبول ڪيو پر اهڙي ڪا راه نہ نڪري سگهي جنهنجي ذريعي مزدورن کي فيصلي مڃڻ جو پابند بڻايو وڃي. ٻين لفظن ۾ مسئلي جو حل نہ نڪتو.

منهنجي راءِ ۾ مالڪن ۽ مزدورن کي شائستہ بڻائڻ جي ڪوشش ڪرڻ کان علاوه ٻيو ڪو مناسب حل ڪونہ ٿو نظر اچي. معاملو ڏاڍو گنڀير آهي. ان جا اڻ ڳڻت پهلو آهن ان ڪري قانون يا قوت ذريعي ان کي حل ڪرڻ ناممڪن آهي. مالڪن کي منافع جي مناسبت سان مزدوري ڏيڻ گهرجي: پر اهي ڏين ٿا يا نہ ٿا ڏين، مارڪيٽ ۾ مقابلي سبب منافعو گهٽ ٿئي ٿو. "مالڪ" پاڻ "مالڪن" جي هٿ وس آهي ۽ سندس

مزدور وري هن جي رحم ڪرم تي آهي - عجيب گورک ڌنڌو آهي ! مالڪن جو قيمتن تي اختيار نٿو هجي، هو ضرورت جو تعين ڪري سگهن ٿا ۽ نہ ئي رسد جي رسائي يقيني بڻائي سگهن ٿا ۽ اڄ ڪالهہ جي ڪاروباري دنيا ۾ جت گهرج ۽ رسد جا قاعدا مقرر آهن ان ۾ سازش کان سواءِ رد و بدل ممڪن ناهي.

انساني ذهن جي ترقي ڪان سواءِ، شعوري روشني کان علاوه، ڇا اهڙو وقت ايندو، ڇا اچي سگهي ٿو، جڏهن خريدار ڪنهن بہ شيءِ جي اوتري قيمت ڏيڻ تي راضي ٿيندو جيترو ان جو ملهہ هجي، يا ڪڏهن مالڪ مناسب منافع وٺڻ تي راضي ٿيندو، يا ڪڏهن مالڪ مزدور جي صحيح مزدوري ادا ڪندو؟ ڇا اهڙو وقت ايندو جڏهن سرمايدار ان حد تائين مهذب بڻبو جنهن ۾ هو ان ڳالهہ تي عمل پيرا ٿيندو تہ رسد ۽ طلب جا اصول سدائين ' مزدورن جي دنيا ' سان لاڳو ڪونہ تي سگهندا آهن؟ ڇا مالڪ ڪڏهن ايترو مهذب ٿيندو جو هو مزدور جي مجبوري جو فائدو نہ وٺي؟ ڇا مالڪ ايترو مهذب ٿيندو جو هو مزدور کي ايترو ڪجهہ ڏئي تہ جئين هن جو نہ صرف گذر بسر ٿئي، ٻار ٻچن جي چڱيءَ پر سنڀال ڪري سگهي ۽ مينهن وسندي لاءِ ڪجهہ پاڇي رکي سگهي.

سرمايو مزدوري بنا ڪجهہ نٿو ڪري سگهي. دنيا ۾ اگرڪنهن شيءِ جي قيمت يا ملهہ ليکجي تہ اها مزدور جي"مزدوري" آهي. پل ڪٽي ٽيڪسون آسائش واري شين تي لڳائجن يا وري ضروريات زندگي تي، پر هر پئسي ٽڪي جو حساب مزدور کي چڪائڻو پوي ٿو.

اسان کي هاڻ اهو سمجهڻ گهرجي تہ مزدور ڏينهون ڏينهن هوشيار ٿيندو وڃي ٿو ۽ منهنجي راءِ ۾ سرمايدار بہ هاڻ آهستہ آهستہ ڍلو، نرم ۽

مهذب ٿيندو وڃي ٿو. مزدورن جي محنت سان پنهنجي جوڙيل سرمايي مان هو ڪجهہ رقم دان پُنَ ۽ تعليم جي مد ۾ خرچ ڪري ٿو. ان ڪي هڪ قسم جو ڪفارو چئجي ڇو جو انهن کي احساس آهي تہ مزدورن جي پگهر جي پورهئي ذريعي هيڏي ساري حاصل ڪيل دولت سندن نہ هئي. ڪيترن سرمايدارن تعليمي ادارا، ٽڏي پاٽي پيٽ جا ڦوهارا، مري ويل عظيم انسانن جون يادگيريون جوڙائيَ حساب برابر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. منهنجي راءِ مطابق ان ڪان وڌيڪ بهتر ائين ٿئي ها جو اها رقم انهن پورهيتن جي بهتري ۽ ڀلائي لاءِ استعمال ڪئي وڃي ها جن ان کي اُپجيو هيو.

منهنجي خيال ۾ جڏهن اسان ۾ اهو انساني احساس بيدار ٿيندو تہ اِهي وڏيون وڏيون ڪارپوريشنون، اُنهن ماڻهن، جن انهن ادارن جي قيام لاءِ پنهنجون زندگيون وقف ڪريْ ڇڏيون هيون، تن جي آبرومندانہ گذر بسر جي گنجائش رکنديون. منهنجي راءِ ۾ ريلوي ڪمپنين کي پنهنجي نادار مزدورن جي لاءِ پينشن جي گنجائش رکڻ گهرجي. انهن کي جڳائي تہ سندن ٻڍاپي ۾ سار سنڀال لهن، ڪينِ جڏو ڪري ڪڏي نہ ڇڏڻ گهرجي تہ هو وڃي يتيم خانن ۾ ٻين جي ٽڪرن تي گهارين. انهن ڪمپنين کي معذور ٿيل محنت ڪشن جي سار سنڀال ضرور لهڻ گهرجي. هنن انهن پورهيتن کي ساري عمر لوڙايو آهي. انهن جي محنت ئي سندن خوشحالي جو بنياد آهي. ان مد ۾ محنت ڪشن بابت عام راءِ کي ان حد تائين سازگار ٿئڻ گهرجي. اِهي ادارا انساني زندگي جي منفي استعمال تي شرم ساري محسوس ڪن - اهي اسان کي بيجا استعمال ڪري آخر ۾ ڪنهن ٽٽل مشين جي پرزي جيان ڦٽو ڪندا رهيا آهن !

تي سگهي تو تہ مزدور، محنت ڪش هڪ ڏينهن سجاڳ تي متحد تي ويندا ۽ پنهن جا حق طلب ڪندا. ان بعد ئي ڪين ڪو مناسب عيوضو مقرر ٿي ملندو. هن وقت تائين اهي ڪوششون مقامي حد تائين محدود رهيون آهن ۽ ان ڪارڻ ڪاميابي سان همڪنار نتي سگهيون آهن. جيڪڏهن هو وڏي پيماني تي پاڻ ۾اتحاد جي لڙي ۾ پوئجي وجن تہ ڪين نہ صرف مناسب عيوضو ۽ مراعات ملنديون بلڪ پاڻ جهڙن جي اڪثريت جي حمايت ۽ همدردي بہ حاصل ڪري سگهندا.

پر ان ڏگ تي هلڻ کان اڳ ڪين ايمانداري سان چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي تہ سندن مناسب ۽ واجبي گهرجون ڪهڙيون آهن.

محنت ڪش جيڪي ڪجهہ پرايو آهي ان ڪي ڏسي مون کي اميد آهي تہ مستقبل ۾ ڪين اجان وڌيڪ ملندو. هن وقت ڪم جا ڪلاڪ گهٽايا ويا آهن. هن کان اڳ محنت ڪش 14 - 15 ڪلاڪ روزانو ڪم ڪندا هيا. هاڻي عام طور روزانو ڏهن ڪلاڪن کان متي ڪم نہ تو ٿئي پر جدوجهد جاري آهي تہ ڪم جا ڪلاڪ اجان گهٽايا وڃن.

ڏگهي ماضي جي دور جي مقابلي ۾ پيٺ ڪري ڏسبو تہ اسان کي بهتري نظر ايندي. 1860 ع ۾ هڪ محنت ڪش جي سراسري ساليانی ڪمائي 280 ڊالر هئي ۽ اڄ 500 ڊالرآهي ۽ ڊالر جي قوت خريد وڌيڪ آهي، 1860ع جي پيٺ ۾ اڄ هڪ ڊالر ۾ وڌيڪ اناج، راشن، ڪپڙا ۽ ڪوئلو ملي تو. انهن حقيقتن کي ڏسندي مستقبل ۾ بهتري جي وڌيڪ اميد رکي سگهجي ٿي.

اسان جون سموريون همدرديون انهن سان آهن، جيڪي پورهيو ڪن ٿا، انهن عورتن لاءِ آهن جيڪي گهر ٻار جي سار سنڀال ڪن ٿيون. ڇو جو اسان ڄاڻون ٿا تہ هر شيءِ جو بنياد ' محنت ' آهي ۽ محنت ڪش ئي هن روشن تهذيب ۽ ترقي جو ٿوڻي ۽ ٿنڀو آهن.

(VII) پاڳ ستون

ٻارن ڪي سکيا

هر ٻار ڪي پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي سکيا ڏيڻ گهرجي ۽ هر ڪنهن کي اهو سمجهايو وڃي تہ ٻين تي بوجھہ بڻجڻ کان ائين پري وڃن جئين ڪوئي موت کان پريّ ڀڄندو آهي.

هر ٻار کي ٻڌايو وڃي تہ عظيم آهن اهي جيڪي ڪارائتا آهن ۽ جيڪي ٻين جي پورهئي تي پلجن ٿا سي سماج جا ويري آهن. هر ٻار کي سکيا ڏني وڃي تہ ڪارائتو ڪم ئي عبادت آهي ۽ عقل ۽ فهم واري محنت سڀ کان وڏي بندگي آهي.

ٻارن کي سيکاريو وڃي تہ هو سوچين، ڪوجين ۽ ثبوت جي روشني ۾ ڏسي وائسي ويساه آڻن. پنهنجا سمورا حواس ڪتب آڻن ۽ انهن کي رڳو اهو ئي سيکايو وڃي جيڪو صحيح معنيٰ ۾ فائديمند آهي. انهن کي اهڙي سکيا ڏني وڃي تہ ڪئين هو پنهنجي سوچ ويچار کي، پنهنجي هٿن ۽ اوزارن جي استعمال سان شيون ٺاهي سگهن ٿا. انهن جي زندگي بيڪار شين جي حاصل ڪرڻ ۾ اجائي نہ وڃائجي. انهن جا قيمتي سال قديم مڏي خارج ٻولين جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ نہ وڃائجن ۽ نہ ئي وري تاريخ جي اڀياس ۾، جنهن جو گهڻو حصو اهڙن واقعن جي احوالن سان

پريل آهي جيڪي ڪڏهن رونما ڪين ٿيا هئا. انهن جي ذهنن ڪي جنگي تاريخون، بادشاهن جي ڄمر موت جا ڏينهن ياد رکڻ سان قطعي نہ پريو وجي. انهن کي تاريخي فلسفو، قومن جي اسرڻ، تتو گيان ۽ اصول ۽ سپ کان وڌ سائنس جي تعليم ڏني وجي.

هنن کي نہ صرف اقتصاديات جي اهميت جي باري ۾ ٻڌائجي پر ڪين ايمانداري ۽ سچائي جو سبق بہ پڙهايو وجي تہ جئين هو پنهنجي سوچ ويچار جو بنا خوف خطر، بي باڪ اظهار ڪري سگهن. جيڪڏهن مائٽ چاهين ٿا تہ سندن ٻار ايماندار، سچا سيبتا ٿين تہ ڪين ستياوان ٿيڻو پوندو. رياڪار، پاکنڊي پنهنجون ڪوتاهيون ٻارن ۾ منتقل ڪن ٿا. آهي مرد ۽ عورتون جيڪي اڪثريت سان يڪراءِ ٿيڻ جو ڍونگ رچائين ٿا. جن جي قول ۽ فعل ۾ فرق آهي؛ مشڪل سان ٻارن مان سچائي جي توقع ڪري سگهن ٿا.

.ڪنهن بہ اسڪول ۾ اهڙي ڪا سکيا نہ ڏني وجي جنهنجي استاد کي ڄاڻ ڪونهي. ويساهہ، عقيدي ۽ وهم کي پرکيل حقيقت نہ سمجهڻ گهرجي. ٻار کي ڪوجنا جي سکيا ڏجي، اکيون ٻوٽي ويساهہ ڪرڻ کان پاسو ڪرائجي. گمان ويساه کان بهتر آهي، ان ڪري ٻارن کي ٻڌائجي تہ سندن لاءِ لازمي آهي تہ پنهنجو پاڻ سوچين، سمجهن ۽ پرکين.

سچي سکيا آئيندي جي آشا آهي. ذهني ترقي ۽ شفاف من اوٽائي ۽ ڏوهہ کي دنيا مان تڙي ڪڍڻ جي سگهہ رکين ٿا. درسگاه ئي سچي عبادت گاه آهي ۽ سائنس ئي رڳو انسان ذات کي نجات ڏياري سگهي ٿي. سچي تعليم نيڪ، ايماندار ۽ پرهيزگار انسان جي ساٿي آهي.

انسان کي قاعدا قانون نافذ ڪري نيڪ ۽ فهميدو نٿو بڻائي سگهجي ۽ نہ ئي وري ترغيب کي تلاتجلي ڏئي انسان ذات کي مرداڻا يا زنانا گڻن سان همڪنار ڪري سگهجي ٿو. ترغيبون جهنگل جي پنن جيان سخت آهن، ڪوئي بہ انهن جي پاڇي کان بچيل ناهي - صرف بي جان جسم تي انهن جو اثر ڪين پوي ٿو. اهم ڳالهہ انسان کي ترغيب کان پري رکڻ ناهي: پرڪين ايترو قابل ۽ مضبوط بڻائڻو آهي تہ جئين هو آن جو مقابلو ڪري سگهي. سيپيئي تهذيبي، اخلاقي قوتون چڱائي ۽ پرهيزگاري جي حق ۾ آهن. قانون جي نفاذ مان ڪجهہ ڪين ورندو ڇو جو ان سلسلي ۾ قانون اڪثر بنيادي حقن کي تلف ڪرڻ جو باعث بڻيا آهن.

"آزادي" کي پرهيزگاري، نيڪي، يا ٻئي ڪنهن شيءِ خاطر قربان نٿو ڪري سگهجي. آزادي جي قدر قيمت ۽ اهميت هر شيءِ کان وڌيڪ آهي. اصطلاحي طور ڪي احمق ماڻهو ڪندن، ڪانديرن جي واڌ روڪڻ خاطر سچ کي نابود ڪرڻ جا خواهان ٿين ٿا! آزادي انسان ذات لاءِ ايتري ئي اهم آهي جيترو حيات لاءِ سچ. آزادي بنا، جهنگلن، غفائن، ڇُرن ۾ قديم وحشي جيوت گذارڻ بهتر آهي! آزادي جي تحفظ خاطر اگر، دنيا جا سيپيئي فن پاره، ايجادون وڃائڻا پون تہ سودو مهانگو ڪين سڏبو! آزادي ترقي جو روح، جوهرآهي. آزادي پريم ۽ آنند جي بقا لاءِ تپش، آبياري: تخم ريزي ۽ ذرتي ماتا سمان آهي!

اهڙي طرح انهن کي سيکارڻو آهي تہ زندگي جو عظيم مقصد آهي خوش رهڻ ۽ ٻين جي بهتري لاءِ سوچڻ. ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ عهدي ۽ اختيار جو هئڻ ضروري ناهي. ڌن دولت، مال ملڪيت، جو حرص هڪ قسم جي ڇريائپ آهي. انهن کي ٻڌائڻ گهرجي تہ ان شيءِ جي حاصلات لاءِ

; جنهنجي ڪين ضرورت ناهي ۽ نہ وري ان ڪي پنهنجي ۽ ٻئي جي بهتري لاءِ استعمال ڪري سگهجي ; عقل، قوت ۽ وقت جو وڏو زيان آهي.

ڪوئي انسان خوش ناهي: نہ فقير نہ امير ! جيڪو هيٺ بيٺل آهي مٿي ترقي جي چوٽي سر ڪرڻ چاهي ٿو ; جيڪو اڳ ۾ ئي چوٽي تي موجود آهي هيٺ ڪرڻ کان ڊڄي ٿو ! ڀڪ هٿ ڦهلائي ٿو ٻيو ڏيئي نٿو. مسلسل انڪار تي ڏمرجي، لوڀي ڇڪي ڇني هٿ ڪري ٿو !

ٻُڍي ۽ عظمت سان سينگاريل انسان ڳاڻ ڳٿيا هوندا آهن - ۽ اڻ مئي دولت پڻ سندن اختيار ۽ ملڪيت ۾ هوندي آهي ; بلڪہ ائين چئجي تہ لڪشمي جي ڇٺي آڪٺي ۾ هوندا آهن ! ڌن دولت مقصد هجين ٿو، پئسي جا پوڄاري، غرض جا غلام هجن ٿا ! سچ پچ سڪيو ستابو اُن ڪي چئجي جنهن ڪي چڱو ڪاروبارآهي، مناسب جياپي لاءِ ڪمائي آهي، ڏکي وقت لاءِ ڪجهہ پاڇي ڪري رکيو اٿس، ٻارن ڪي چڱي تعليم ڏياري ٿو ۽ پنهنجي ٻارن ڪي حرص هوس کان پري رکي ٿو.

اڄ جي معاشري ۾ انسان دولت ڪارڻ گوڏا کوڙي، سيس نوائي، پيرين پئي ٿو. دولت قوت بخشي ٿي، حڪم هلائي ٿي، خوشامد ۽ چاپلوسي ڪرائي ٿي، ان ريت ڌن دولت حاصل ڪرڻ لاءِ بيشمار ماڻهون پنهنجون صلاحيتون ۽ ضمير وڪڻن ٿا. اهو تماشو ان وقت تائين ٿيندو رهندو جيستائين اسان جو جاهل ۽ رياڪار معاشرو ڪردار تي پئسي وارن ڪي ايڏو مَان مرتبو ڏيندو رهندو.

ڌنوان ڪي پرکڻ لاءِ ٻن ڳالهين ڪي ذهن ۾ رکڻ گهرجي: اهو سمورو ڌن هن حاصل ڪئين ڪيو ۽ ان ڪي استعمال ڪئين ڪري ٿو؟ ڇا اهو

ايمانداري سان حاصل ڪيو ويو؟ ڇا اهو انسان ذات جي ڀلائي لاءِ استعمال ٿي رهيو آهي؟ جڏهن انسان ڪي سچي " ٻڌي " اچي وڃي ٿي ته ڪڏهن به ڪنهن اهڙي شيءِ جي حاصل ڪرڻ لاءِ، جنهن جي ڪيس ضرورت ناهي، يا جنهن جو وٽس ڪو بهتر مصرف ناهي، پنهنجي زندگي برباد نه ڪندو.

اهڙو وقت ايندو جو هڪ "ٻڌي وان" انسان، لکين بکين ۽ اگهاڙن انسانن کي ڏسي پاڻ به هرگز خوش ۽ مطعمين نه رهندو. اهڙو وقت ايندو جو هر دل ۾ قياس جي ڪنول جي مهڪ هوندي. اهڙو وقت ايندو جو دنيا سچ ڄاڻڻ لاءِ آتي هوندي، خوشي جي حالتن جي متلاشي هوندي، ۽ انهن حالتن پٽاندڙ رهڻ جي خواهان هوندي ; اهڙو وقت ايندو جو هر انساني ذهن دانشورانه خدمت گذاري وارو ماحول تخليق ڪندو. انسان پنهنجي سفلي جذبن تي غالب اچي نهايت مهذب ۽ شانائتو ٿي ويندو. عقل ۽ فهم کي بالادستي حاصل هوندي، کوکلي جذباتيت ۽ هوس کي هار پلئه پوندي .

جلد جڳ جي سڌاري لاءِ انسان ذات جي آدرشي گهڙي ۽ روشن پرڀات جي آمد لاءِ اسان کي ٻارن جي سکيا ماءُ جي لولي سان پينگهي مان ئي شروع ڪرڻ گهرجي.

## (VIII) ڀاڱو اٺون

## اسان کي محنت ۽ صبر ڪرڻ گهرجي

سڌارا جن جو مون ذڪرڪيو آهي، هڪ ڏينهن ۾ ڪونه ايندا. ٿي سگهي ٿو سال صديون لڳي وڃن. ان وقت تائين غربت، برائيون ۽ ڏوهه شايد اڃان وڌي وڃن ; هيءُ وقت آهي آدم ڪرڻ جو!

جيترو ممڪن ٿي سگهي انسان پنهنجي پير پرو ٿئي ۽ ايترو فهميدو ٿئي جو آئيندي جي اون ڪري، جئين هر ڪوئي نه صرف پنهنجون ضرورتون پوريون ڪري سگهي پر ڪجهه پاسيرو به رکي سگهي ۽ ان مان پنهنجي وت وس آهر ٻين جي مدد به ڪري سگهي. انسان ذات کي پنهنجي هر جنسن ۾ بي سهاري کي سهارو ڏيڻ گهرجي، جيڪو پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ چاهي ان جي مدد ڪرڻ گهرجي، بي روزگار کي روزگار مهيا ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي. پيار، محبت، فهم، مهر، ڪل خوشي، اميد جا ڪلما نڇاور ڪرڻ گهرجن. هر ڪنهن کي چڱائي ۽ ڀلائي جي راه اپنائڻ گهرجي، دکين جا دک درد دور ڪرڻ گهرجن، هرممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته جيئن روشن سمو ستت اچي.

منهنجي ويچار ۾ اهو ئي سچو ڌرم آهي. پنهنجي پاران ٻئي جي لاءِ جيڪي ڀلائي ۽ بهتري ڪري سگهجي ڪجي ان کان وڏي عظمت ۽ مهانتا ٻئي ڪانهي. اِها ئي انسانيت آهي. اِها ئي رحمانيت آهي. ڏکڙا ڏور ڪرڻ، مايوسي جي انڌيري رات ۾ اميد جو تارو ٽمڪائڻ ئي پاڪائي آهي. اهو ئي سائنسي ڌرم آهي. پراڻي نسلن جي سوچ محدود هئي. اهي اڄ جي، اسان جي دنيا جا رهواسي ناهن. پراڻن عقيدن ۾ رحم دلي ۽ دورانديشي نه هئي. اهي بي رحم، ظالم، جهنگلي هيا. اسان وڏيڪ شائسته، شانائتا ۽ ماڻهپي سان معمور ٿيندا پيا وڃون.

گرجا جا گنبذ سج چنڊ ۽ آسمان جي سهاري بيٺل آهن. فطري نظارن جي تفسير بيان ڪرڻ وارا ئي سچا پڇا پوڄاري آهن. فطرت جي مسلڪ ۾ اُهي سڀ سچايون پوشيده آهن جيڪي انسان ذات کي اَتم ٻڌائي سگهن ٿيون ; ان جي پوتر پوتيءَ ۾ آتما جو سمورو گيان، خوشيون ، موج

مستيون ،سهاڻا سپنا، آشائن جي اڻت موجود آهي جيڪا جيون کي مانائتو، سوپائتو مقام بخشي سگهي ٿي !

حقيقي مندر، پوڄا گهر اهڙن اعليٰ چٽن، فن پارن سان سينگاريل آهن جهڙا فن جي دنيا ۾ وري اتم شهپارن ذريعي سجايل آهن ! صرف انساني آتمائن مان اٿندڙ پرارٿنائن ۾ ڪائنات جو مڌر، موهيندڙ سنگيت پوشيده آهي!

فلڪ جي چمڪندڙ، جرڪندڙ ستارن جي درميان هر ملڪ ۽ ملت جون عظيم آتمائون پسي سگهجن ٿيون !!

"جهالت کان وڏيڪ بيو ڪو انڌيرو ڪونهي" اچو تہ گڏجي دانش جي ڏياٽن سان سنسار ۾ روشني ڦهلايون !

## 9. مائٽن لاءِ مشورو

والدين جن جو انجيل جي پوترتا تي ويساه ڪونہ آهي انهن کي جڳائي تہ پنهنجي ٻارن کي اهڙي سکيا نہ ڏين تہ اها آڪاش واڻي آهي. ڪين سچ جي راه اختيارڪرڻ کپي. منافقت نيڪي ڪونہ آهي. اصولي طور حقيقت جي پيٽ ۾ ڪوڙ بدوڙ جي ڪا حيثيت ڪونهي.

ٻڌي وان ماڻهو کي جڳائي تہ پنهن جي اولاد جي ذهني واڌ ۾ ڦهلاءُ کي وهم جي دٻاءُ، بگاڙ ۾ جڪڙ کان آجو رکي. ٻارن جي ڪلپنا کي هر قسم جي بدبوءِ کان بچائي. ان کان وڌ ٻيو ڪهڙو اتيا چار هوندو جو ٻارڙن جي ٻي وسيءَ جو فائدو وٺي انهن جي ذهنن ۾ ڪوڙ ڪپٽ جا ٻج پوکيا وڃن، اجري روح کي پوءِ جي بندي خاني ۾ جڪڙيو وڃي، معصوم ٻالڪن کي " ازلي عذاب " جي هٽ ٺوڪئي مت جا پاٺ پڙهايا وڃن جيڪي جيون کي نرڪ جي تيز ۾ ساڙيندڙ باهہ سان ٻي چسو ٻڻايو ڇڏين!

هر عقلمند کي پنهنجي ٻارن کي ڪٽرپنٿي مذهبي تعويذن کان بچائڻ گهرجي. هن کي ٻارن جو ذهني بچاءُ اهڙي طرح ڪرڻ جڳائي جيئن جسماني حفاظت ڪبي آهي. هن کي ٻين حقن کان سواءِ روحاني حق کي پڻ مڃتا ڏيڻ گهرجي. ڪٽرپنٿي آرتوار واري اسڪولن ۾ ٻارن کي سيکاريو وڃي ٿو تہ سندن بنيادي فرض آهي تہ " ثابتي" ۾ ويساهہ رکڻ بنهہ ضروري ڪونهي، عقيدو حقيقت کان وزني ۽ مقدم آهي. مذهب آڏو دليل تڇ آهي! انهن کي سيکاريو وڃي ٿو تہ هو پنهنجا حواس استعمال نہ ڪن، پنهنجي راءِ جو اظهار نہ ڪن، ذهن ۾ شڪ کي پيدا ٿيڻ نہ ڏين، اجائي سجائي سوالن کان پاسو ڪن، صرف ويساه ڪن هر ان ڳالهہ

تي جيڪا ڪين سنڌين استاد ٻڌائين! اهڙي ريت ٻارن جي ذهن کي لوئي
خراب ڪري ان کي مڏو ڪيو وڃي ٿو. ڇا ڪو پڙهيل ڪڙهيل شخص
پنهنجي ٻارن کي اهڙي اسڪول موڪلڻ پسند ڪندو جتي" نيوٽن" جي
"ڪشش ثقل" واري اصول کي نه مڃيو وڃي، جتي " گليلو" جي "شين
جي ڪرڻ" واري اصول جو مذاق اڏايو وڃي، جتي "ڪپلر" جي ٽن اصولن
کي ڇريائپ جوڳو سمجهيو وڃي ۽ " زمين جي سج جي چوڌاري ڦرڻ "
واري اصول کي احمقپڻو سمجهيو وڃي؟

ان حالت ۾ ڪوبه باشعور انسان ڪيئن پنهنجي ٻارن کي انجيل ۾
سمايل پوءِ ودِيا ۽ علم نجوم ۾ ويساهه آڻڻ جي اجازت ڏيندو؟ ٻارن کي
سچ جي کوج ڪرڻ سيکارجي. هنن کي ايماندار، مهربان، رحمدل، همدرد،
سخي ۽ انصاف وارو بڻجڻ جي تلقين ڪجي. هنن کي سيکارجي ته هو
آزادي چاهين ۽ آدرشي جيون بسر ڪن.

ڪيئن هڪ " انڪار پسند" جيڪو فطرت ۾ موجود اتحاد ۽ ايڪائي ۾
ويساهه رکي ٿو، "علت ۽ معلول" جو اڻ ٽر ۽ اٽوٽ اصول سمجهي ٿو،
پنهنجي ٻارن کي جادو ٽوڻن کي مڃڻ ۽ ان سان لاڳاپيل قصن ڪهاڻين ۾
ويساهه آڻڻ جي اجازت ڏيندو؟ ڪيئن اهڙي عقيدي ۾ مڃتا آڻڻ جي سکيا
ڏيندو جنهن ذريعي انسان کي جسماني طور سرڳ موڪلڻ، لڪين ماڻهن کي
معجزانه طور، سرڳ مان وسايل "ميون" تي زنده رکڻ جي ڳالهه، ٻاهه جو
آدم جي اولاد کي ساڙڻ کان انڪار، لوهي شين جو پاڻي کان هلڪو ٿي ترڻ
جو قصو: ذرتي ۽ چنڊ جي گردش جو رڪجي وڃڻ، بلڪ ذرتي جو ابتو
گردش ڪرڻ ! شيطان جو عورت ۽ مرد اندر واسو ڪرڻ، بيمارين جو شبدن
ذريعي علاج، مئلن کي جيئارڻ جو "اذيت" ڪرشمو !!

باشعور انسان ڄاڻي ٿو تہ انهن ڪرشمن ۾ ترجيتري بہ سچائي ڪانهي. ٻوءِ ڇاڪاڻ هو پنهنجي ٻارن کي اهڙين اجاين ۽ ناممڪن ڇسائپ جهڙين ڳالهين ٻڌڻ ۽ مڃڻ جي اجازت ڏيندو؟ ان حالت ۾ ڪيئن هو پنهنجي معصوم ٻارڙن کي ٻگهڙن جي نگهبانيءَ هيٺ ڇڏي ڏيندو؟

ٻارن کي صرف اهو ڪجهہ سيکاريو وڃي جنهن جي باري ۾ ڄاڻ هجي. سندن آڏو ڏکن ۽ انومانن کي ثبوتي سڪيا طور پيش نہ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو عيسائي بنارس ۾ رهائش پذير هجي تہ ڇا هو پنهنجي ٻارن کي آشرم موڪليندو تہ هو وڃي اهو سکن تہ رام ڀڳوان جو اوتار هيو ۽ ويد آڪاش واڻيون هيون؟ ڇو؟ ان ڪري جو هن جو رام ۽ ويدن ۾ اعتبار ئي ڪونهي. ان حقيقت جي سچائي ۾ اهو دليل ڪافي آهي. اهڙي ريت نيويارڪ ۾ رهندڙ اڪناوادي (Agnostic) انهنجي ٻار کي ڪڏهن بہ انجيل پڙهڻ لاءِ محض ان ڪري نہ موڪليندو تہ انجيل آڪاش واڻي آهي. مان "اڪناوادي" لفظ استعمال ڪيو آهي ڇو جو مون کي "ملحد" کان وڌيڪ بهتر لڳي ٿو. در حقيقت ڪوئي نٿو ڄاڻي تہ ايشور جو وجود آهي ۽ نہ ئي ڪوئي اهو ڄاڻي ٿو تہ ايشور جو وجود ڪون آهي. منهنجي خيال ۾ اهڙو ڪو ثبوت ڪونهي تہ ايشور جو وجود آهي. جيڪو اننت اپار چڱائي ڏاهپ ۽ قوت وارو آهي، جيڪو هن ڪائنات کي هلائي رهيو آهي. مان اهڙي ڪوڙي دعويٰ نٿو ڪريان تہ مان ڄاڻان ٿو. مان جنهن ڳالهہ تي زور ڏيڻ چاهيان ٿو سا اها آهي تہ ٻارن جي اڻ ڄاڻائي ۽ ابوجهائي جو فائدو وٺي انهن کي زهرآلود نہ ڪيو وڃي. انهن سان ايماندارانہ روش رکي وڃي. هنن کي ويساه جي سُتي وجهڻ بجاءِ دليل جي امرت سان روشناس ڪرايو وڃي. سوچڻ سمجهڻ، کوجڻ، پنهنجا حواس ۽ هوش استعمال ڪرڻ جي سکيا ڏني وڃي.

باشعور انسانن لاءِ منهنجو مشورو آهي تہ هو پنهنجي ٻارن کي ڪٽرپنٿي آرتوار اسڪولن، گرجا گهرن ۾ پرچارڪن جي زهريلي اثر کان پري رکن.

ٻارن کي اهڙيون حقيقتون ٻڌايو جنهن جي باري ۾ توهان کي ڄاڻ آهي. جيڪڏهن توهان کي خبر ناهي تہ کلي دل سان چئو تہ توهان کي ڄاڻ ناهي. پنهنجي اڻ ڄاڻائي جو ايمانداري سان اعتراف ڪريو. هنن جي ذهني نشونما لاءِ توهان جي هٿ وس جيڪي ڪجهہ آهي توهان ڪريو تہ جيئن هو با مقصد ۽ خوش و خرم زندگي گذاري سگهن.

پينگهي جي چوڏاري ڦڻ ڪڍي ڦوڪارون هڻندڙ "وهم" جي واسينگ جي سسي مروڙي ڇڏيو. پنهنجي ٻارن کي غئبي قوتن ۾ يقين رکندڙ ٻاون، پوڻن، طلسمي مدارين جي ويجهو نہ وڃڻ ڏيو. کين ٻڌايو تہ سمورا ڏرم ڏند ڪٿائن جو سلسلو آهن. سڀيئي پوتر پوٿيون گيان کان وانجهيل وجودن جون ڪلپنائون آهن!

اولاد کي ٻڌايو تہ هي جهان آد جڳاد کان آهي. کين بلڪل ايمانداري جي سکيا ڏيو. کين اهڙي جاين تي نہ موڪليو جتي ذهني بيمارين ۽ "روحاني ڪوڙهہ" لڳڻ جو ڀوُ هجي. اڄو اسان سڀ گڏجي جيڪي، ڪجهہ ڪري سگهون ٿا ڪريون، تہ جيئن کين " سڄاڻ " ٻڻايون!

انسان ديوتا ڏئيت (قديم تمورتي)

رابرٽ گرين انگرسال ڊاڪٽر اي ڪي پنجواڻي

## رابرٽ گرين انگر سال (1833_1899)

_انساني ورتاءُ ئي انسان کي عظيم بڻائي ٿو.
_جذبن، انديشن، اميدن ۽ امڪانن جي مواقفت ضروري آهي.
_وقت سان هر شئي پراڻي ٿئي ٿي ۽ پراڻي نئين کي جنم ڏئي ٿي.
_پراڻي کي مٽائڻ وارا نئين جا معمار بڻيا آهن.
_هڪ عهد جا ملحد ٻئي دور جا ولي درويش ٿيا آهن.
_وهم ترقي جي راهه ۾ رنڊڪ، ڄاڻ جو ويري ۽ آزادي جو قاتل آهي.
_دليل ۽ سبب ذريعي ڪارائتي کي هاڃيڪار کان ۽ سچ کي ڪوڙ کان جدا ڪري سگهجي ٿو.
_سچ کان سوا هر شئي کي لبادي اوڙهڻ جي ضرورت ٿئي ٿي.
_آزاديءَ کي نيڪي، پرهيزگاري يا ٻئي ڪنهن شيءِ خاطر قربان نه ٿو ڪري سگهجي.
_لافاني غلام کان فاني انسان بهتر آهي.
_اڪثر مذهب دنيا جي هر شيطانيت جو ڪارڻ عورت کي قرار ڏين ٿا.
_جيوت جو جياپو جيوت تي اوائلي وحشي سوچ جو مظهر آهي.
_جيڪي ٻين جي پورهئي تي پلجن ٿا سي سماج جا ويري آهن.
_ظالم والدين جا ٻار هميشه ڪوڙا هوندا آهن.
_ڪارائتو ڪم ئي عبادت آهي عقل ۽ فهم واري محنت سڀ کان وڏي بندگي آهي.
_جي مائٽ چاهن ٿا ته سندن ٻار سچا ساڪياوان ٿين ته کين ستياوان ٿيڻو پوندو.
_ٻارن کي سيکاريو وڃي ته هو سوچين، کوجين ۽ ثبوت جي روشني ۾ ڏسي وائسي ويساهه آڻن
_اوچيون درسگاهون پٿرن کي ته چمڪائين ٿيون پر هيرن جي فطري چمڪ دمڪ کي جهڪو ڪريو ڇڏين.
_جهالت کان وڏ اونده ناهي فهم کان وڏ روشني ناهي.
_شعور جي ارتقا جي تاريخ ناستڪن جي رت سان لکيل آهي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪـڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪـري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪـي پئسا گَڏ ڪيـا وينـدا. جيـڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪـوشش ڪـري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيـلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، ٻَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سـگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪـا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪـوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪـاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پـاڻ هِڪٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪـرڻ جي عَمـلَ مان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعـو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪـرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تـہ ڀلي ڪمائي، رُڳـو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٺن جٺن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)